# جام ڪوثر

شرح

# قصيدهٔ بردهٔ شريف

مصنف:

غلام حسين سچاروي

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ




مَوْلَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا

عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

عجب جهڙي آھ حقيقت حبيب جي
نڪي ڇئبو سو ڏٺي نڪي مخلوقا
شفق جي ساجاھ جا ملي ليل و نهار ڪي
(گهوڙي)
***
احد احمد هڪ، وچان ميم فرق
آهي مستغرق، عالم انهيءَ ڳالھ ۾
***
جوڙي جوڙ جهان جي، جڏهن جوڙيائين
خاوند خاص خلقي محمد ﷺ مُڪائين
ڪلمو تنهن ڪريم تي چٽو چيائين
اَنَا مَوْلَاكَ وَ اَنْتَ مَحْبُوْبِیْ اِیُّ اتائين
ڏِڪي ڏنائين، ٻئي سرائون سيد ڪي
***
جڪري جهڙو جوان ڏسان ڪونہ ڏيهہ ۾
مُهڙ مڙني مرسلين سرس سندس دان
فَكَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنٰى اِیُّ ميسر تيس مان
اي آڳي جو احسان، جنهن هادي ميڙيم هيڪڙو
***
(شاھ)

# جام ڪوثر

شرح

# ”قصيده برده شريف“

ثنا حبيب - خدا جي ”مشتاق“ عاصين لاءِ آب ڪوثر
نصيب وارن کي پاڻ ساقي پري پياري تو جام ڪوثر

مصنف:
غلام حسين ”مشتاق“ سچاروي

سرواڻ پبليڪيشن - حيدرآباد

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | جام ڪوثر |
| مصنف | : | غلام حسين "مشتاق" سچاروي |
| ڇاپو | : | پهريون |
| سال | : | آڪٽوبر ٢٠٠٢ع |
| تعداد | : | هڪ هزار |
| ڪمپوزنگ | : | اسلامڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر |
| | | لطيف آباد يونٽ نمبر٤- حيدرآباد |
| ڇپائيندڙ | : | سرواڻ پبليڪيشن - حيدرآباد |
| قيمت | : | ١٤٥ روپيا |

# نذرانهء عقيدت



نعت جا گل شوق سان نظرِ - عقيدت تو ڪيان
جي رنديا روڙيا اٿم مقبول ڪر شاه - جهان



بگير اين سرمايهء - حيات از من
ڪه گل بدست تو از شاخ تازه تر ماند



غلام حسين "مشتاق" سچاروي

# فهرست

بسم الله الرحمن الرحيم

سنڌ سڳوري، جنهن کي ”باب الاسلام“ هئڻ جو شرف حاصل آهي، تنهن پنهنجي ڪُک مان بيشمار عالمن، اديبن ۽ شاعرن کي جنم ڏنو آهي، جن جي علم، ادب ۽ شاعريءَ جي خوشگوار يادن جي خوشبوءِ اڄ بہ واهڻ ۽ وستيون واسيو ڇڏي. انهن مان ڪيترن پنهنجي لکڻين جو وڏو حصو حضور ﷺ جن جي مدحت سرائي ۽ ثناخواني ڪندي مولود، مداحون ۽ مناجات لکي ڪئي آهي. ڪو زمانو هو جو هت عربي ۽ فارسي چڱيءَ طرح لکي پڙهي ڳالهائي ۽ سمجهي ويندي هئي. پوري سنڌ ۾ ديني مدرسن جو هڪ ڄار وڇايل هيو، جن ۾ علوم - اسلامي جي ٻين ڪتابن سان گڏ قصيده برده شريف وڏي چاهہ ۽ محبت سان پڙهيو ۽ پڙهايو ويندو هيو. ڪيترن ئي عالمن ۽ شاعرن هن قصيدي شريف جا نظم توڙي نثر ۾ ترجما ڪيا آهن. هي قصيدو شريف عربي شاعريءَ جو نادر نمونو هئڻ سان گڏ عاشقان - رسول ﷺ لاءِ عشق ۽ محبت جو هڪ بي مثال ۽ لازوال خزانو آهي.

”جام ڪوثر“ جي مصنف عربي زبان جي هن جڳ مشهور قصيدي برده شريف جو سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين سان گڏ سليس سنڌي زبان ۾ عام فهم ترجمو، لفظي معنيٰ ۽ تشريح ڪري لائق - تحسين ڪم ڪيو آهي. مصنف جي پوري ڪوشش رهي آهي تہ قصيده برده شريف کي اهڙيءَ طرح کولي بيان ڪري جو هر پڙهندڙ نہ رڳو ان مان شاعراڻو حظ حاصل ڪري سگهي، پر حضور ﷺ جن سان سندس محبت ۽ عقيدت جو رشتو مضبوط کان مضبوط تر ٿي وڃي. مصنف موصوف ڪيترن جاين تي قرآني آيتن، حديثن، پٺاڻي گهوٽ جي بيتن، سنڌي، عربي، اردو ۽ فارسي شعرن جي حوالن سان ڪتاب کي وڌيڪ دلچسپ، معلوماتي ۽ معياري بڻائي ڇڏيو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب ۾ اهڙي معياري ڪتاب جو اچڻ هڪ سٺو اضافو آهي، جنهن لاءِ مصنف جس لائق آهي.

غلام حسين "مشتاق" سچاروي سان منهنجو تڏهن کان تعلق آهي، جڏهن هو سنڌ يونيورسٽيءَ جو هڪ ذهين شاگرد طور سڃاتو ويندو هيو. هو پنهنجي علمي پياس اجهائڻ لاءِ اڪثر مون وٽ شاهه ولي الله اڪيڊمي، حيدرآباد ۾ ايندو رهندو هيو. درس نظامي جي فارغ التحصيل هئڻ سان گڏ هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان عربي عالم فاضل، ايم اي عربي، ايم اي اردو ۽ ايل ايل بي جون ڊگريون امتيازي نمبرن سان حاصل ڪري سلور ميڊل ۽ گولڊ ميڊل پڻ حاصل ڪيا. ٽيهه سال کن اڳ منهنجي نگراني ۽ رهنمائي ۾ ڪيس پي ايچ ڊي ڪرڻ جو شوق هيو. ابتدائي ڪم ڪرڻ دوران اڳوڻي مشرقي پاڪستان بدلي ٿي وڃڻ سبب سندس هي شوق عملي جامو پائي نه سگهيو، پر علم ۽ ادب سان سندس ناتو هميشه جڙيو رهيو. شاعري سان سندس شروع کان ئي لڳاءُ رهيو آهي. "جام ڪوثر" سندس امنگن ۽ شاعريءَ جو زنده جاويد ثبوت آهي. هيءُ ڪتاب عربي، سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي زبانن تي مشتمل شاعريءَ جو هڪ خوبصورت گلدستو آهي، جنهن ۾ طرح طرح جا گل ۽ سدابهار خوشبوءِ موجود آهي. ڪتاب جو نالو "جام ڪوثر" آهي. گويا حضرت محمد مصطفیٰ ﷺ جن جي ثناخواني ۾ هي نعت شريف السٽي عاشقن لاءِ "ساقي ڪوثر" ﷺ جن جي رحمتن ۽ برڪتن جو هڪ ڇلڪندڙ جام آهي، جيڪو نصيب وارن جي لاءِ هميشه هميشه موجود آهي ۽ رهندو. مون کي يقين آهي ته هيءُ ڪتاب سنڌ جي علمي ادبي حلقن ۾ سٺي موٽ ماٽيندو ۽ سنڌ جو سڄاڳ علم دوست عوام هن برڪتن ڀري ڪوشش مان ضرور فيضياب ٿيندو.

**عمدة العلماء علامه غلام مصطفیٰ قاسمي**

شاهه ولي الله اڪيڊمي، حيدرآباد

۲۸-۱۰-۲۰۰۲

## باسمہٖ تعالیٰ

سنڌ جي ايمان وارن عاشقن گهڻي ڀاڱي مولودن، مداحن ۽ مناجاتن ۾ نبي ڪريم ﷺ سان پنهنجي دلي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. ان سان گڏ سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن مان ڪن پنهنجي عقيدت جو اظهار، امام بوصيري رحمة الله عليہ جي عربي ۾ چيل "قصيده برده" کي پنهنجي پياري زبان سنڌي ۾ منظوم ترجمي ڪرڻ سان ڪيو آهي. سنڌي ادب ۾ "قصيده برده" جي سنڌي ترجمن واري روايت جاري آهي ۽ هن ڪتـــاب ۾ ڪيل ڪوشش ان ڪاميابيءَ ۾ هڪ "اڳتي قدم" آهي، جو سنڌيءَ سان گڏ سرائيڪيءَ ۾ بہ سهڻو ترجمو ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب جو مصنف "قصيده برده" جو مترجم شاعر، عالم ۽ اديب آهي. هو عربي ٻولي ۽ ان جي ادبي روايت کان باخبر آهيٰ. پنهنجي اعليٰ تعليم ۾ هڪ طرف درس نظامي جي تڪميل ڪيائين تہ ٻئي طرف سنڌ يونيورسٽيءَ مان چاندي ۽ سون جا تمغا حاصل ڪيائين. سندس اها علمي لياقت هن ڪتاب جي تصنيف ۽ تڪميل ۾ نمايان آهي. سندس هي محبت ڀري ڪامياب ڪوشش ان عام وهم کي غلط ثابت ڪري ٿي تہ ڪو انگريزي تعليم بذات خود پڙهندڙ کي اسلام کان پري ڪري ٿي.

آقاءِ نامدار ﷺ سان عشق هڪ "مشتاق" کي ٻئي عاشقِ رسول مولانا عبدالرحمٰن جامي رحمة الله عليہ سان ملايو آهي، جنهن پهريائين "قصيده برده" جو فارسيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو. هن ڪتاب جي لائق مصنف سنڌي ۽ سرائيڪي ۾ ڪيل پنهنجي منظوم ترجمن جي پويان حضرت جامي رحمة الله عليہ جو ڪيل فارسي ۾ منظوم ترجمو پڻ شامل ڪيو آهي، جيڪو هڪ علمي اضافو آهي.

ڪتاب جي عنوان "جام ڪوثر" شرح قصيده برده مان عيان

آهي ته هي ڪوثر آهي هن ۾ گهٽائي آهي. ٽن منظوم ترجمن ۽ مهاڳ کان سواءِ "قصيده برده" جي بيتن جو سنڌي نثر ۾ ترجمو ۽ ان سان گڏ لفظي معنيٰ ۽ تشريح شامل آهي. مصنف جي طرفان هي قابل قدر علمي ڪشالو آهي.

حقيقت ۾ محترم غلام حسين "مشتاق" السني عشق جي آستاني ۾ ويهي محبت جو مچ مچايو آهي. بيشڪ آقاءِ نامدار ﷺ جن جي عقيدت ۾ سندس محبت ۽ محنت جو هيءُ گلدستو مبارڪ جي لائق، هڪ مثالي گلدستو آهي.

خادم العلم

**ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ**
علامه قاضي چيئر سنڌ يونيورسٽي
حيدرآباد سنڌ
۲۴ آڪٽوبر ۲۰۰۲ع

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

# عقيدت جا ٻه اکر

ڪجھ ڏينهن اڳ عزيزي غلام حسين "مشتاق" سچاروي منهنجي آفيس ۾ پاڻ اچي مون تي احسان ڪيو ۽ مون کي چيائين ته آءُ سندس ڪتاب "جام ڪوثر" قصيده برده شريف جي منظوم سنڌي ۽ سرائيڪي زبان ۾ شرح جي باري ۾ ڪجھ لفظ عرض ڪيان. منهنجي لاءِ انهيءَ کان وڏيڪ ڪهڙي خوش نصيبي ٿي سگهي ٿي. مون اها دعوت اکين سان چمي قبول ڪئي ۽ انهيءَ سان گڏ انهيءَ وڏي ڪم لاءِ پنهنجي ڪوتاهين ۽ علمي اوڻاين جي باري ۾ اعتراف پڻ ڪيو. پليءَ ۽ قرب پري ڪوٺ جو احسان مڃي وعده ڪيم ته حسب علم ۽ استطاعت آءُ پنهنجي عقيدت جو نذرانو سرور ڪائنات حضور اڪرم ﷺ جي خدمت ۾ ضرور پيش ڪندس.

جڏهن کان امام محمد شرف الدين بوصيري رحمة الله عليه هيءُ غيرمعمولي نعتيه قصيدو لکيو آهي (يعني ٦٦٠ - ٦٥٩ هجري جي وچ ڌاري) تڏهن کان وٺي هاڻي تائين مختلف ٻولين ۾ هن جون تشريحون ۽ ترجما، ڪي نثري ته ڪي منظوم ٿيندا رهيا آهن ۽ جيستائين يوم القيامة جو وارد ٿيڻ نه ٿيندو، تيستائين انهن محبتي ۽ عقيدتي نذرانن جو سلسلو وڏندڙ رفتار ۽ جذبي سان جاري رهندو. ويجهڙائيءَ ۾ پيڪيجز لميٽيڊ جي مطبوعات تحت قصيده برده شريف جو پنجابي شاعرن جو منظوم ترجمن جو مجموعو پڻ شايع ٿيو آهي، جيڪو پڻ تعريف جي قابل هڪ اعليٰ پايه جو نذرانه عقيدت آهي. اعليٰ ۽ بلند مرتبت شاعر وارث شاھ کان وٺي، حافظ برخوردار، خواجه غلام مرتضيٰ، محمد عزيز الدين عزيز، سيد نيڪ عالم تائين پنجابي شاعرن جو منظوم ترجمو ۽ تنهن کان علاوه اردو جي جديد شاعر محمد فياض الدين نظامي بهزاد جو منظوم ترجمو ۽ فارسي ۾ مولانا نورالدين عبدالرحمان جامي رح (م ٩٠٦ هجري) جهڙن برک عالمن جا ذات اقدس ﷺ جي عشق ۽ محبت ۾ چيل منظوم نذرانه عقيدت اعليٰ مثال آهن.

ڪجھ وقت اڳ مخدوم محمد شفيع صديقي پاٽائيءَ جو سنڌيءَ ۾

منظوم ترجمو ۽ نثري تشريح مخدوم سليم الله صديقيءَ جو پڻ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جنهن ۾ مذڪوره مصنفن کان علاوه سنڌيءَ ۾ جيڪي منظوم ۽ نثري ترجما ٿيا آهن، تن جو اعلىٰ تعارفي ذڪر ٿيل آهي، سنڌي زبان کان علاوه عربي ۽ فارسي ٻولين جون شرحون ۽ فارسي ۾ ترجمن جو هر صديءَ جي حوالي سان سٺو معلوماتي مواد مهيا ڪيو ويو آهي.

جيستائين وقت اڳتي وڌندو ويندو، تيستائين انهيءَ محبتي محنت ۾ هر روز اضافو ٿيندو رهندو. لفظ، اسلوب ۽ ترڪيبون بدلجنديون رهنديون، جيڪي هر شاعر، اديب ۽ مصنف جي انفرادي انداز- بيان جي عڪاسي ڪنديون رهنديون، اهي سيئي نذرانہ عقيدت جا مختلف نمونا هوندا، جيڪي هر دؤر ۾ نئين نئين رنگ ۾ عاشقن آڏو ايندا رهندا.

غلام حسين "مشتاق" سچارويءَ سنڌي بيت ۽ هندي دوهي جي طرز اختيار نہ ڪئي آهي، سندس منظوم سنڌي ۽ سرائيڪي ترجمو عربي علم عروض جي اصولن تي ٻيڌل آهي. سندس ترجمي ۾ وزن ۽ بحر جي پختگي سان گڏ سلاست، بلاغت، فصاحت ۽ مٺاڻ موجود آهي، جيڪو قاري جي زبان تان سولو ٿو اُڪلي. سولائي هڪ گهربل خوبي آهي، جا هر علم جي ابلاغ جو طريقو هئڻ کپي. ٻي ڳالهہ جنهن مون کي بيحد گهڻو موهيو، اُها آهي نثري ترجمي ۽ تشريح ۾ عربي جي ڏکين لفظن جي معنىٰ ۽ انهن جي نحوي ۽ صرفي سمجهاڻي، مون کي علامہ فراهي رحمة الله عليہ جي تفسير جي ياد تازي ڪرائي ڇڏيائين. علامہ صاحب تفسير سان گڏ ترجمو ۽ انهيءَ سان گڏ مشڪل لفظن جون معنائون، اشتقاق، ۽ صرفي ۽ نحوي سمجهاڻين سان پڙهندڙن جي وڏي مدد ڪئي آهي. غلام حسين سچاروي جي هيءَ خدمت بہ پڙهندڙن جو وڏو جس لهڻي.

مون کي يقين آهي تہ عاشقان رسول ﷺ جڏهن غلام حسين سچاروي جو پيش ڪيل ٽن ٻولين ۾ منظوم ترجمو ۽ سنڌيءَ ۾ تشريح ۽ ترجمو پڙهندا ۽ انهيءَ پس منظر ۾ قصيده برده شريف جو مطالعو ڪندا تہ نہ رڳو سندن قلب عقيدت جي گلن سان معطر ٿيندو، پر سندن طبيعت تمام گهڻي خوش ۽ پر مسرت ٿيندي.

علم ۽ عالمن جو احقر خادم

مظهرالحق صديقي
وائيس چانسيلر
سنڌ يونيورسٽي، ڄام شورو.
٢٨-١٠-٢٠٠٢

# مهاڳ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ رَبِّ الۡعَالَمِيۡنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الۡاَنۡبِيَآءِ وَالۡمُرۡسَلِيۡنَ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصۡحَابِهٖ وَاُمَّتِهٖ اَجۡمَعِيۡنَ اَمَّا بَعۡدُ

## ڏڻيءَ جي دربار ۾:

ٻاجهاري ٻاجھہ ڌڻيءَ جا ڪروڙين ڪرم ۽ اڻ ڳڻيا احسان، جنهن مون جهڙي ڪمزور ۽ ادنيٰ انسان کي، پنهنجي منڙي محبوب، ڪائنات جي مقصود، ٻنهي جهانن جي سردار ۽ سچي سرواڻ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي ذات گرامي جي مدحت سرائي ۽ ثناخواني جو شرف بخشڻ لاءِ، سرزمين عرب جي مانائتي قلمڪار حضرت امام شرف الدين بوصيري رحمة الله عليه جي عشق و محبت سان سرشار جڳ مشهور، لاثاني شاهڪار **"قصيده برده"** تي رنديا روڙڻ جي توفيق بخشي آهي. مان پنهنجي هن ڪوشش ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ويو آهيان، ان جو فيصلو تہ پڙهندڙ ئي ڪري سگهن ٿا. پر شاعرن جي سرتاج، لاکيڻي لال، مرشد لطيف جي چوائي، جڏهن کو الستي عشق جي آستاني ۾ ويهي، محبت جو مچ مچائي، سوز ۽ سڪ جي تار تنواريندو ۽ اندر جا آلاپ اوريندو آهي، تہ اهي نغما ۽ گيت، ڪيترين ڪچاين ڦڪاين جي باوجود بہ ازل جي استاد وٽ اڻ توريا اگهامجي ويندا آهن.

**محبت پائي من ۾ رنديا روڙيا جن،**
**تن جو صرافن اڻ توريو ئي اگهائيو.**

"شاهہ"

مون هيٺي حال هوندي، پنهنجي وس آهر امام بوصيري رحمة الله عليه جهڙي قادرالڪلام شاعر جي فصيح ۽ بليغ ڪلام جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو، تشريح ۽ لفظي معنيٰ بہ پيش ڪئي آهي. واقعي امام بوصيري رحمة الله عليہ جي

ڪلام جي پيٽ ۾ منهنجا اشعار، سچ کي ڏيئو ڏيکارڻ برابر آهن، پر هاڻوڪي هن اونداهين ۽ اٺاٺ واري دور ۾ آقاءِ نامدار ﷺ جن جي عقيدت ۽ محبت جا اهي گل ڪنهن گلاب، موتئي ۽ چنبيلي جي گلدستي کان گهٽ نہ آهن. ڪو زمانو هو تہ اسان جا سنڌي ماڻهو ڪوڙن قصن، ڪهاڻين، افسانن ۽ ناولن بدران روحاني رهاڻيون رچائيندا هيا. ميلن ملاکڙن ۽ وهانءُ وڏاڻن ۾ مولود ۽ مداحن جي متوالن جا ميڙ متل هوندا هئا. پر هن گهماگهمي ۽ نفسانفسي واري زماني ۾ اجا بہ ڪڏهن ڪڏهن محبت جا مئخوار اهڙيون روح پرور محفلون رچائيندا اچن، جن جي سڳنڌ ۽ سرهاڻ سارو سنسار واسيو ڇڏي. اهڙين برڪتن ڀرين محفلن جي يادن جي خوشبوءِ اڄ بہ جيءَ اندر کي جياريو ۽ هانءَ اندر کي هٻڪاريو ڇڏي.

**ويٺي جنين وٽ، ڏڪندو ڏور ٿئي**
**تون تنين سين ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا.**

"شاهہ"

## من اندر جي ڪهاڻي:

رسيلي رهبر ﷺ جن جي ذات گراميءَ سان روحاني رشتو ازل کان ئي رڳ رڳ ۾ رچيل هو. عشق جي آگ اڳ ئي انگ انگ ۾ اڌما ڏيئي رهي هئي. من ۾ محبت جون ميخون مضبوط کان مضبوط تر مڙهيل هيون. اندر جي ڪيت ۾ پريت ۽ پيار جي پوک جون پاڙون پڪيون ۽ پختيون هيون. چڱيءَ طرح ياد اٿم تہ مدرسي ۾ درس نظاميءَ جي ابتدائي جماعتن ۾ پڙهندو هُيس. اجا پندرهن سالن جي ڄمار جو مس ئي هُيس، تہ مون ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جي عالي مرتبت مان ۽ شان ۾ سنڌي توڙي سرائڪي زبان ۾ نهايت پرتاثير نعتون ۽ غزل لکيا هيا. جيڪي نعت خوان حضرات وڏين وڏين روحاني محفلن ۽ ديني مجلسن ۾ پڙهي خوب داد حاصل ڪندا هئا. تنهن زماني ۾ منهنجي شاعري سنڌي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندي رهندي هئي. پر افسوس! منهنجي لاأُبالي طبيعت سبب آقاءِ نامدار ﷺ جن جي شان ۾ نذرانہ عقيدت جي انهن گلدستن جو ذخيرو اڄ مون وٽ موجود ناهي. جيتوڻيڪ اها ڪاوش زندگيءَ جي ابتدائي دؤر ۾ ڪيم، پر حقيقت ۾ اهي نعتون ۽ غزل عشق ۽ محبت سان گڏوگڏ شاعرانہ

خوبين ۽ عوامي تاثير سان لبريز هئا. گويا غزل ۽ نعت گوئي جي نعمت ازل کان ئي منهنجي دل ۾ وديعت ڪئي ويئي هئي. اهڙيءَ طرح ٻي شاعريءَ سان گڏ مدحت رسول ﷺ جي چاشني لڳاتار قائم رهي. وقت گذرڻ سان گڏ زماني جي ستمگرين باوجود محبت جون اهي ميخون ويتر ويون من اندر مضبوط ٿينديون، اندر جي اڻ تڻ ويئي چوٽ چڙهندي ۽ نينهن جا نيش ويا نروار ٿيندا. جيڪي آخرڪار هن قصيدي جي قلمڪاري جو باعث بڻيا.

مون پنهنجي ٻي شاعريءَ کي به ڇپائي عوام تائين آڻڻ جو پڪو پهه ڪيو آهي. دعا ڪجو ته شال ڏٺي سڳورو ڪچن ڦڪن خيالن ۽ پرخلوص جذبن کي سهيڙڻ ۽ سموهڻ جي توفيق عطا فرمائي. (**هُوَ الْمُعِيْنُ وَالْمُسْتَعَانُ**)

**اميد ہست کہ بيگانگی عرفی را**
**بدوستی سخن ہائے آشنا بخشند**

"عرفي"

## قصيده برده جو خيال:

ملڪان مشهور "قصيده برده شريف" مون گهڻا سال اڳ پڙهيو هو. هن قصيدي شريف جي پڙهڻ سان مون کي نه رڳو روحاني راحت حاصل ٿيندي هئي، پر حبيب خدا ﷺ جن جي ذڪر خير کي بار بار پڙهڻ سان منهنجون دنياوي حاجتون به پوريون ٿينديون رهيون ۽ اندر ۾ ايمان جي قوت به مضبوط کان مضبوط تر ٿيندي ويئي. ڪافي عرصي کان دل جي دروازي تي اهو خيال دستڪ ڏيندو رهيو ته هن املهه خزاني جو سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙو عام فهم ۽ آسان ترجمو ۽ تشريح ڪجي جو عربيءَ جي ڄاڻ رکندڙن سان گڏوگڏ انهيءَ زبان جي گهٽ ڄاڻ رکندڙ به هن بي بها ڪلام جي چاشني چکي سگهن ۽ حَظ حاصل ڪري عشق رسول ﷺ جون فضيلتون ۽ برڪتون ماڻي سگهن. اهو به خيال هيو ته ساڳي قصيدي شريف تي سنڌ سونهاري جي عظيم علمي ۽ ادبي شخصيت علامه سائين غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي رهنمائيءَ ۾ پي.ايچ ڊي ڪجي. پر دورِ دؤران جي هنگاماخيزين، زماني جي مصروفيتن ۽ خاص طرح اڳوڻي اوڀر پاڪستان ڏانهن ١٩٧١ع جي جنگ دوران بدلي تي وڃڻ سبب اها خواهش

اڌوري رهجي ويئي. بهرحال قصيدي شريف جي بار بار پڙهڻ سبب اها تڙپ ۽ تمنا هميشه موجزن رهي ته سنڌي ٻولي ۾ ڪجھ ڪم ڪري نه رڳو پنهنجي ٻولي ۽ ڌرتيءَ جو ادنيٰ حق ادا ڪريان، پر ان سان گڏوگڏ پاڻ ڪريمن ﷺ جن جو دامن گير ٿي نه رڳو پنهنجي دنياوي مشڪلاتن کان نجات حاصل ڪريان پر روحاني راحت ۽ قلبي سڪون سان گڏ پنهنجي عاقبت جي سڌاري لاءِ واهه وسيلو حاصل ڪريان. منهنجي مالڪ سائين جي اها وڏي ڪرم نوازي چئبي، جو اڄ آئون پنهنجي هن خواهش پوري ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي رهيو آهيان.

**اين سعادت بزور بازو نيست**
**تا نه بخشد خدائے بخشنده**

اها ڳالهه پٽ پڌري آهي ته ڪنهن وڏي شاعر جي خيالن ۽ جذبن کي ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ خاص طرح شاعريءَ جو شاعريءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. وري عربي زبان جي قادرالڪلام شاعر جي خيالن کي سنڌي ۽ سرائڪي شاعريءَ جو ويس پهرائڻ ناممڪن ته نه آهي، پر محنت طلب ضرور آهي. ڇاڪاڻ ته عربي ٻولي جي فصاحت، بلاغت، لفظن ۽ محاورن جي وسعتن تي ڪنهن ٻيءَ زبان جا پئمانا پورا پئجي نٿا سگهن. ڪڏهن ڪڏهن عربي ٻوليءَ جي هڪڙي لفظ لاءِ سنڌي زبان جو پورو جملو ادا ڪرڻو پوي ٿو. بهرڪيف جڏهن ڏٺي تعاليٰ پنهنجي ٻانهي کان ڪو ڪم وٺڻ گهرندو آهي، ته سندس دل جا دروازا کولي ڇڏيندو آهي. خاص طرح جڏهن حبيب خدا ﷺ جو ذڪر خير هجي ته پوءِ لفظن جا سدابهار گلاب ذهن جي زمين تي ائين ڦوهه ڏيئي ڦٽندا آهن جيئن چڙهندي سج تي سورج مکيءَ جا گل مرڪي مهڪندا هجن. مون قصيده برده شريف کي عام فهم ڪرڻ لاءِ پنهنجي پوري ڪوشش ڪئي آهي. هر شعر جو سنڌي توڙي سرائڪي زبان ۾ منظوم ترجمو پيش ڪيو اٿم. لفظن جي الڳ الڳ معنيٰ لکي، هر شعر کي نثري ترجمي ۽ تشريح سان کولي بيان ڪيو اٿم، ته جيئن قصيدي شريف جي اصل معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. جيتوڻيڪ امام بوصيري رحمة الله عليه جهڙي فصيح ۽ بليغ شاعر جي الهامي ڪلام "قصيده برده" کي سنڌي شاعريءَ ۾ سهيڙڻ جبل جهاڳڻ يا عقل جا پير پٽڻ ڪرڻ برابر آهي، پر تنهن هوندي به مون وس آهر

عربي شعرن جي ترجمي ڪرڻ وقت اصل عربي شعر جي لفظن ۽ محاورن جو پورو خيال ڪيو آهي ته جيئن شاعر جي خيالن کي آسان ۽ سلوڻي زبان ۾ پوريءَ طرح پيش ڪري سگهجي. سڀ کان اول عربي شعر، ان کان پوءِ سنڌي ۽ سرائڪي زبان ۾ منظوم ترجمي سان گڏ پڙهندڙن جي روح کي راحت پهچائڻ ۽ اندر جي اڃ اجهائڻ لاءِ عاشقِ رسول ﷺ حضرت عبدالرحمٰن جامي رحمة الله عليه جو فارسي ترجمو به آندو اٿم. ايترو ضرور چوندس ته جيڪڏهن ڪو پڙهندڙ شاعرانه حظ ۽ روحاني راحت حاصل ڪرڻ لاءِ رڳو منهنجي سنڌي يا سرائيڪي شعرن کي لڳاتار پڙهڻ جي ڪوشش ڪندو ته امام بوصيري رحمة الله عليه جي ڪلام جي لذت ۽ چاشني سان گڏ عشق ۽ محبت جو مزو ضرور ماڻيندو. جنهن به عاشق جي من ۾ عشق ۽ محبت جو جيترو وڌيڪ مچ ٻرندڙ هوندو، ڪيس اوترو ئي وڌيڪ لاڀ حاصل ٿيندو رهندو. منهنجو هيءُ ڪتاب **"جام ڪوثر"** پڙهندڙن لاءِ عربي، فارسي، سنڌي ۽ سرائيڪي زبان ۾ ڪنهن گلدستي کان گهٽ ناهي، هر شعر جي هر طرح سان کولي تشريح ڪرڻ جو مقصد پڙهندڙن جي من ۾ حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ جن جي ذات گرامي لاءِ محبت جون ميخون مضبوط ڪرڻ آهن. شال! ڌڻي تعالىٰ منهنجي هن ڪاوش کي حضور ﷺ جن جي صدقي قبول فرمائي، منهنجي دنيا ۽ آخرت سنواري ڇڏي.

منجهان منهنجي روح، جي وڃي ساڃن وسري
ته مر لڳي لوه، ٽر ٻاٻيهو ٿي مران.
"شاهه"

هن ايمان افروز ڪوشش ۾ منهنجي مهربان دوستن ڊاڪٽر گل حسن لغاري صاحب ۽ محترم محمد موسىٰ ڀٽو صاحب جن جو به وڏو ساٿ رهيو، جن جي وقت به وقت همت افزائي سبب حضور ﷺ جن جي شان ۾ عقيدت ۽ محبت جا اهي گل پيش ڪري، مون کي خريدارانِ يوسف جي صف ۾ شامل ٿيڻ جي سعادت نصيب ٿي. نوجوان دوست آزاد سميجو ڪتاب جي ڪمپوزنگ، پروف ريڊنگ ۽ ڇپائيءَ دؤران نهايت مؤثر ڪردار ادا ڪيو. الله تعالىٰ کين عشق رسول الله ﷺ جي نعمتن ۽ برڪتن سان مالامال ڪري ۽ دين ۽ دنيا جون

سموريون مرادون پوريون ڪري. (آمين)

دراصل سرڪار دو عالم ﷺ جن جي شان ۾ مان ۾ نعت لکي، سندن ثناخواني ۾ مدحت سرائي جو حق ادا ڪرڻ ناممڪن آهي، پر پنهنجي نعت کي پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي ذات گرامي سان منسوب ڪري، پنهنجن هنن ڪچن ڦڪن خيالن کي شرف ۾ شان ضرور ڏنو آهي. خداوند ڪريم کان دعا آهي ته شال قبول فرمائي.

مَا اِنْ مَدَحْتُ مُحَمَّدًا م بِمَقَالَتِىْ

وَ لٰكِنْ مَدَحْتُ مَقَالَتِىْ بِمُحَمَّدٍ

✪✪✪

**دين و دنيا جي سعادت آهي ذڪر - مصطفىٰ**

**رک سدا "سچاروي" ورد - زبان صل - علىٰ**

**غلام حسين "مشتاق" سچاروي**

**A-11** جي.او.آر ڪالوني،

حيدرآباد

# علامہ بوصيري رحمۃ اللہ عليہ جو تعارف

علامہ بوصيري رحمة الله عليہ جو نالو مبارڪ محمد بن سعيد بن عماد بن محسن بن عبدالله بن منهاج بن بلال منهاجي آهي. سندن ڪنيت ابوعبدالله هئي. ڪيس شرف الدين جي لقب سان ياد ڪيو ويجي ٿو. سندس ولادت پهرين شوال ٦٠٨هہ مطابق ٧ مارچ ١٢١٣ع ۾ مصر جي هڪ ڳوٺ دلاص ۾ عرب جي مشهور قبيلي منهاج ۾ ٿي، تنهنڪري ڪيس دلاصي ۽ منهاجي بہ ڪوٺين. بعد ۾ گهڻو وقت بوصير علائقي ۾ رهائش پذير هئڻ ڪري ڪيس بوصيري سڏيو ويجي ٿو. پاڻ ڏهن سالن جي ڄمار ۾ قرآن شريف حفظ ڪيائون، ان کان پوءِ اسلامي علوم جي تڪميل سان گڏ فڪر ۽ فلسفي جي علمن ۾ بہ مهارت حاصل ڪيائون. سندس ڪلام ۾ جن استعارن، تشبيهن، تلميحن ۽ اصطلاحن جو ذڪر ملي ٿو، تنهن مان آسانيءَ سان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ڪيس علم تفسير، حديث، سير- بديع ۽ بيان ۾ وڏو ڪمال حاصل هو. سندس ڪلام جو طرز بيان عرب جي وچئين دؤر جي شاعرن سان ملي ٿو. هن جي ڪلام ۾ عرب جي قديم شاعرن جي شان وشوڪت جو اٿاهہ سمنڊ بہ ڇوليون هڻي رهيو آهي تہ اسلامي تهذيب ۽ تمدن جي سونهري دؤر جو درياءُ بہ موجزن آهي. قادرڪلامي ۽ سهل بياني ۾ هن جهڙا ورلي شاعر ملندا. فصاحت ۽ بلاغت، تمثيل ۽ تشبيهہ جي ميدان ۾ سندس مثال ملڻ مشڪل آهي. مطلب تہ سندس شاعريءَ ۾ روحاني رمزن سان گڏ علم، ادب ۽ فڪر جو درياءُ موجون هڻي رهيو آهي. سندس ڪلام جي مجموعي "ديوان بوصيري" کي عربي زبان ۾ وڏي حيثيت حاصل آهي. سندس پيدائش ۽ پرورش، تعليم ۽ تربيت ۽ عملي زندگي اهڙي انقلابي دؤر ۾ گذري، جنهن ۾ هُن ڪيترائي لاها چاڙها ڏٺا. ڪيترين ئي سلطنتن جا عروج ۽ زوال سندس اکين آڏو ٿيا. ڪيس وقت جي حاڪمن تائين گهڻو وقت رسائي رهي. بادشاهن ۽ حاڪمن جي شان ۾ قصيدا لکي خوب داد حاصل ڪيو. امام بوصيري رحمة الله عليہ عقيدتمندن ۽ شاگردن جو هڪ وڏو حلقو ڇڏيو. جيڪي پنهنجي دؤر جا وڏا عالم ۽ فاضل رهيا، جن علم، ادب، فڪر ۽ فهم جي ميدان ۾ پاڻ مڃايو. امام بوصيري رحمة الله عليہ جي تمام علمي ادبي ڪارنامن مان عظيم ۽ لازوال ڪاوش سندس هي قصيدو آهي، جيڪو ڪيس هِن

توڙي هُن جهان ۾ هميشہ عزت ۽ شرف جو مقام ڏياريندو رهندو. هن حاجي خليفي جي روايت مطابق سنہ ٦٩٤ھ، امام سيوطيءَ جي روايت موجب سنہ ٦٩٥ھ ۽ مقريزي ۽ ابن شاڪر جي روايت موجب سنہ ٦٩٤ھ ۾ اسڪندريہ ۾ وفات ڪئي. ۽ فسطاط جي مقام وٽ حضرت امام شافعي رحمة الله عليہ جي مزار پرسان ڪين ابدي آرام حاصل آهي. ڪجھ روايتن مطابق سندن مزار اسڪندريہ ۾ آهي ۽ حضرت امام شافعي رحمة الله عليہ جي مزار پرسان مدفون ڪو ٻيو بوصيري آهي.

## قصيده برده جي ڪهاڻي:

دنيا ۾ ڪهڙي ٻولي آهي، جيڪا ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جن جي ثناخواني ۽ واکاڻ کان واندي هجي. سموري دنيا جي مسلمان شاعرن رسول الله ﷺ جن جي شان ۾ ساراھ ڪي پنهنجي شاعري جو فرض سمجهيو آهي. خاص طور عربي، فارسي ۽ اردو زبانن ۾ نعتن ۽ مولودن جو وڏو ذخيرو موجود آهي. حضرت حسان بن ثابت ۽ حضرت ڪعب بن زهير رضی الله تعالیٰ عنهما کان وٺي جامي، رومي، سعدي، حافظ، شيرازي، غالب ۽ اقبال تائين هر وڏي مسلمان شاعر پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي شان ۾ عقيدت جا گل نڇاور ڪيا آهن. اسان جا سنڌي شاعر بہ هن ميدان ۾ گهڻو اڳتي رهيا آهن. شاھ، سچل ۽ گرهوڙي جا رسالا عشق رسول جا خزانا آهن.

قصيدي شريف جو مصنف امام شرف الدين بوصيري پنهنجي وقت جو وڏو شاعر، عالم ۽ اديب هو. هن ٻي شاعريءَ سان گڏ بادشاهن ۽ اميرن جي تعريف ۾ وڏا وڏا قصيدا لکيا. آخري ڄمار ۾ کيس فالج جو مرض لاحق ٿيو، جنهن سبب سندس جسم جي هيٺئين ڌڙ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ هو هلڻ چلڻ کان عاجز ٿي ويو. زندگيءَ جي هن موڙ تي کيس پنهنجي عمر ڀر جي ڪيل ڪمائيءَ تي غور و فڪر ڪرڻ جو موقعو مليو. ساري ڄمار بادشاهن ۽ اميرن جي ثناخواني ۾ قصيدا لکندي ۽ سندن خدمت ڪرڻ تي کيس ڏاڍو افسوس ۽ پشيماني ٿي، کيس دل ئي دل ۾ هڪدم خيال آيو تہ چو نہ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي شان ۾ ڪجھ لکي آخرت لاءِ ثمر ڪٺو ڪري وٺان ۽ دنيا ۾ موذي مرض کان جان ڇڏائڻ جي دعا گهران. اهڙيءَ طرح هن قصيدي شريف لکڻ جو آغاز ڪيو ۽ ڪل ١٦٢ شعر لکي قصيدو پورو ڪيو.

هڪڙي رات خواب ۾ کيس حضور ﷺ جن جي زيارت نصيب ٿي. پاڻ سڳورن ﷺ جن کيس فرمايو ته اي بوصيري! اهو قصيدو پڙهي ٻڌاءِ جنهن جي تو "**اَمِنْ تَذَكُّرِ جِيْرَانٍ م بِذِيْ سَلَمٖ**" سان شروعات ڪئي آهي. امام بوصيري رحمة الله عليه پاڻ سڳورن ﷺ جن جي حڪم جي بجاآوري ڪندي نهايت عقيدت، احترام ۽ محبت سان قصيدي شريف کي پڙهڻ شروع ڪيو. پاڻ سڳورن ﷺ جن پورو قصيدو ڏاڍي ڌيان سان ٻڌو ۽ ڪيترن ئي شعرن تي جهومندا رهيا. جڏهن امام بوصيري رحمة الله عليه قصيدو پڙهي پورو ڪيو ته ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ نهايت شفقت ۽ پيار سان امام بوصيري رحمة الله عليه جي جسم تي پنهنجا هٿ مبارڪ گهمايا ته سندس مرض دور ٿي ويو ۽ بلڪل صحتياب ٿي ويا. صبح سوير امام بوصيري رحمة الله عليه ننڊ مان سجاڳ ٿيو ته پاڻ کي تندرست پاتائين. بستري تان اٿي نماز پڙهڻ لاءِ مسجد ڏانهن ويو. رستي ۾ کيس هڪ درويش مليو، جنهن کيس قصيدي پڙهي ٻڌائڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. امام بوصيري رحمة الله عليه وراڻيو ته مون ڪوڙ سارا قصيدا ۽ نعتون لکيون آهن، توکي ڪهڙو قصيدو ٻڌايان. جنهن تي هُن اَهل دل انسان وراڻيو ته اهو قصيدو ٻڌاءِ، جيڪو تو رات حضور ڪريم ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ پيش ڪيو هو، جنهن کي پاڻ ڪريمن ﷺ ڏاڍو پسند فرمايو. امام بوصيري رحمة الله عليه کيس ساڳيو قصيدو پڙهي ٻڌايو. اهڙيءَ طرح انهيءَ قصيدي شريف جو چرچو عام ٿي ويو. نيٺ اها خبر ملڪُ الطاهر جي وزير بهاءُالدين وٽ پهتي، جنهن قصيدو شريف لکرائي پاڻ وٽ رکيو ۽ فيصلو ڪيائين ته هُو اگهاڙي پير ۽ مٿي ڏاڍي ادب ۽ احترام سان ويهي، اهو قصيدو شريف پڙهندو رهندو. اهڙيءَ طرح هو دين ۽ دنيا جون دولتون حاصل ڪندو رهندو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ وزير موصوف جي هڪڙي فرمان نويس سعد الدين جي اکين ۾ سور پئجي ويو، جيڪو علاج ڪرائڻ باوجود گهٽجڻ بدران وڌندو ويو. ايتري تائين جو کيس اکين جي بصارت ختم ٿيڻ جو خطرو ٿي ويو. خواب ۾ هڪڙي رات کيس الهام ٿيو ته بهاءُالدين وٽ وڃ ۽ ان کان برده شريف وٺي، پنهنجي اکين تي گهماءِ. هو هڪدم بهاءُالدين وٽ آيو ۽ پنهنجي خواب جي پوري ماجرا بيان ڪري ٻڌايائينس. بهاءُالدين چيس ته برده جي ته خبر ناهي، پر پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي شان ۾ لکيل هڪڙي نعت مون وٽ ضرور موجود آهي. آخرڪار اها نعت شريف يعني قصيده برده آندو ويو ۽ سعدالدين جي اکين

تي گهمايو ويو. ٿوري دير ۾ سندس اکيون بلڪل صحيح سالم ٿي ويون. اها ڳالهه درست آهي ته قصيده برده شريف جو مصنف امام بوصيري رحمة الله عليه انهيءَ وزير موصوف بهاءُالدين جو همعصر آهي. بهاءُالدين به سنه ٥٨١هه ۾ مڪي پاڪ جي آس پاس پيدا ٿيو ۽ سنه ٦٥٦هه ڌاري قاهره ۾ وفات ڪيائين. هن حلب، دمشق ۽ قاهره ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. تنهن مان معلوم ٿيو ته امام بوصيري رحمة الله عليه به انهن هنڌن تي ويو هوندو.

## نعت تي قصيده برده جو نالو ڇو پيو؟:

هن نعت شريف کي قصيده برده سڏڻ جا ڪيترائي ڪارڻ ٻڌايا ويا آهن، جن مان هڪڙو مشهور سبب هيءُ آهي ته امام بوصيري رحمة الله عليه جڏهن خواب ۾ پهرين پيري اها نعت شريف پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض ڪئي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن کي نعت شريف ايڏي ته وڻندي ويئي، جو پاڻ هر بيت تي جهومندا رهيا. جڏهن امام صاحب قصيدو پڙهي پورو ڪيو ته حضور ڪريم ﷺ جن پنهنجي چادر مبارڪ ڪڍي امام بوصيري رحمة الله عليه جي بدن تي وڌي، ته هو صحتياب ٿي ويو. عربي ٻوليءَ ۾ "برده" چڻن واري چادر کي چوندا آهن . اها ڳالهه بلڪل ائين آهي جيئن پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجي حياتيءَ ۾ حضرت ڪعب بن زهير رضی الله عنه کي سندن شان ۾ لکيل قصيدو "قصيده بانت سعاد" پڙهڻ وقت عطا ڪئي هئي. اها ڳالهه مشهور آهي ته حضرت ڪعب بن زهير رضی الله عنه اسلام آڻڻ کان پوءِ پنهنجن ڪيل ڏوهن جي معافيءَ لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي شان ۾ "قصيده بانت سعاد" جي نالي قصيدو شريف لکي، سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ پڙهي ٻڌايائين ۽ پڙهندي پڙهندي جڏهن هن شعر:

إِنَّ الرَّسُوْلَ لَسَيْفٌ يُسْتَطَاعُ بِـهٖ
مُهَنَّـدٌ مِنْ سُيُوْفِ اللّٰهِ مَسْلُوْلٌ

ترجمو: رسول الله ﷺ جن ڌڻي سڳورن جي اگهاڙين تلوارن مان هڪ آهن، جنهن مان هدايت جي روشنيءَ جون لاٽون نڪري رهيون آهن.

تي پهتا ته پاڻ سڳورن ﷺ جن خوشيءَ مان کيس پنهنجي چادر مبارڪ ڍڪائي هئي. حضرت اميرمعاويه رضی الله عنه کي پنهنجي دؤر امارت ۾ جڏهن هن چادر جو پتو پيو ته هُن اها چادر حضرت ڪعب بن زهير رضی الله عنه کان

خريد ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪئي، پر حضرت ڪعب رضی الله تعالیٰ عنہ حضور ڪريم ﷺ پاران مليل سوکڙي وڪڻڻ کان انڪار ڪيو. حضرت ڪعب رضی الله تعالیٰ عنہ جي وفات کان پوءِ ساڳي چادر سندس وارثن کان حضرت امير معاويہ رضی الله عنہ ويھہ هزار درهمن عيوض خريد ڪئي، جيڪا پوءِ ڪافي وقت اموي ۽ عباسي خاندان ۾ موجود رهي. وقت جي خليفن جي تاج پوشيءَ وقت اها چادر شريف برڪت خاطر سندس ڪلهن تي رکي ويندي هئي. عين ممڪن آهي تہ حضور پاڪ ﷺ جن جي چادر مبارڪ کي، وقت جي خليفن جي تاج پوشي وقت ڪلهن تي رکڻ واري هن روايت جي نسبت سان سنڌ ۾ اڄ تائين هر معزز ۽ مانَ واري مهمان کي اجرڪ پارائي ويندي آهي. اجرڪ بہ اصل ۾ ازرق آهي، جنهن جي معنيٰ رنگ برنگي ۽ چٽڪمري چادر آهي. برده بہ دراصل عربيءَ ۾ چٽڪمري ۽ رنگ برنگي چادر کي سڏيو ويندو آهي. ڪن راوين جو خيال آهي تہ اها چادر شريف اموي دؤر ۾ ئي گم ٿي ويئي هئي. عباسي دؤر ۾ جنهن چادر جو ذڪرملي ٿو، سا ڪا ٻي چادر آهي. قصيده برده شريف کي برده يعني ”چادر وارو قصيدو“ سڏڻ جو ڪارڻ بہ شايد مٿي ذڪر ڪيل اها روايت ٿي سگهي ٿي.

ڪن جو چوڻ آهي تہ هن نعت کي چادر واري نعت ان ڪري سڏيو وڃي ٿو جو برده جي معنيٰ آهي چٽڪمري يا رنگ برنگي چادر. جو تہ قصيدي بردي جي مصنف رحمة الله عليہ، سيد الڪونين ﷺ جي شان ۾ هي نعت لکندي مختلف باب ٻڌا آهن. ڪٿي حضور ﷺ جن جي شان ۽ عظمت جو ذڪر ملندو تہ ڪٿي سندن معجزن جو بيان آهي. ڪٿي حضور ﷺ جي معراج جو ذڪر آهي تہ ڪٿي وري جهاد النبي ﷺ جي ڳالهہ آهي. ڪٿي اصحاب سڳورن جي بهادرين جا جوهر بيان ٿيل آهن تہ ڪٿي قرآن حڪيم جي حڪمتن ۽ معجزن جو ذڪر ٿيل آهي. مطلب تہ ”برده“ يعني رنگ برنگي چادر وانگر هن نعت شريف ۾ بہ طرح طرح جا باب ٻڌا ويا آهن.

ڪن راوين جو خيال آهي تہ برده لفظ ”برد“ معنيٰ راحت کان ورتل آهي. هن قصيدي جي پڙهڻ سان بہ، نہ رڳو امام بوصيري رحمة الله عليہ کي

مرض الموت جهڙي بُري بيماريءَ مان راحت ملي، پر اڄ تائين هن قصيدي کي عقيدت ۽ محبت سان هر پڙهندڙ ماڻهوءَ کي راحت نصيب ٿئي ٿي. هن کان سواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي روايتون آهن. (والله اعلم بالصواب)

## قصيدي بردي شريف جي مقبوليت:

هي قصيدو پنهنجي بيشمار شاعرانہ خوبين ۽ عشق رسول ﷺ جي اڻ کٽ خزانن سبب دنيا ڀر ۾ مشهور آهي. مصنف رحمة الله عليہ هن قصيدي شريف کي ڪُل ڏهن بابن ۾ تقسيم ڪيو آهي. هر باب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي سهڻي سيرت ۽ صورت نئين رنگ ۽ انداز ۾ بيان ٿيل آهي. عاشقان رسول ﷺ لاءِ هي روحاني تحفو، نهايت انمول سرمايو آهي. هن ۾ ڪل ١٦٢ شعر آهن. هرشعر ۾ روحاني غذا ۽ ايماني قوت جا انبار ڀريل آهن. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هاڻي دنيا ۾ ورلي ڪا اهڙي ٻولي ملندي، جيڪا هن قصيدي شريف جي ترجماني کان محروم هجي. اڄ تائين انگريزي، جرمني، لاطيني، فرانسيسي، ملائي، ترڪي، فارسي، اردو، سنڌي، پنجابي ۽ سرائيڪي ٻولين ۾ هن بابرڪت قصيدي شريف جا بيشمار ترجما ٿي چڪا آهن. رڳو عربي ٻوليءَ ۾ ٥٠ کن شرحون موجود آهن. هيءُ قصيدو شريف هر دؤر ۾ وڏي چاهہ ۽ محبت سان پڙهيو وڃي ٿو. ڪيترائي حاجتمند هن جي ورد وسيلي دين ۽ دنيا جون بيشمار نعمتون حاصل ڪندا رهيا آهن. حضرت امام بوصيري رحمة الله عليہ کي جنهن خاص نوازش ۽ شفقت سان نوازيو ويو آهي، اهو هن قصيدي شريف جي سعادت جو ئي نتيجو آهي. هي قصيدو شريف سيد الڪونين ﷺ جن پاڻ امام بوصيري رحمة لله عليہ جي واتان ٻڌو ۽ کيس پنهنجي چادر ڍڪائي نہ رڳو جسماني صحت ۽ سلامتي عطا ڪيائون، پر روحاني فيض سان بہ کين سرشار ڪري ڇڏيائون. مطلب تہ هن قصيدي شريف کي هر دؤر ۾ ممتاز حيثيت حاصل رهي آهي. اها محفل ئي اڌوري چئبي، جتي حضور پُرنور ﷺ جن جو ذڪر خير هجي ۽ امام بوصيري رحمة الله عليہ جي قصيدي شريف جو حوالو نہ اچي. هن قصيدي شريف کي عالم، مشائخ، اهل دل ۽ حاجتمند انسان خاص ورد طور پڙهن ٿا ۽ پنهنجون دنياوي حاجتون توڙي ديني سعادتون ۽ فضيلتون حاصل ڪن ٿا.

## قصيده برده شريف پڙهڻ جا آداب:

هن قصيدي شريف جي برڪتن مان پوريءَ طرح فيضياب ٿيڻ لاءِ ضروري آهي تہ هر پڙهندڙ، هن قصيدي شريف جي شروع ڪرڻ کان اڳ، قصيدي شريف جي پڙهڻ دوران ۽ قصيدي شريف جي پوري ٿيڻ کان پوءِ وارن سمورن شرطن تي پوري طرح پابند رهي. هيءُ قصيدو شريف نهايت عجز، انڪساري ۽ دل جي حضور ۽ محبت سان پڙهڻ گهرجي. قصيدي شريف شروع ڪرڻ کان اڳ غسل ۽ وضو ڪري پاڪ ڪپڙا پائي، قبلي طرف منهن ڪري ويهي پڙهي يا وري بيهي ننگي سر ۽ ننگي پير پڙهي. هر شعر کي شعر جي انداز ۾ پڙهي، صحيح تلفظ سان پڙهي ۽ هر شعر جي پڙهڻ وقت ان جي معنيٰ، مطلب کي ذهن ۾ آڻيندو رهي. قصيدي پڙهڻ کان اڳ هن قصيدي کي ورد ڪرڻ لاءِ ڪنهن ماذون (عامل) کان اجازت حاصل ڪرڻ بهتر آهي. جيڪڏهن اهڙو خدا جو نيڪ بندو نظر نہ اچي، تہ پوءِ روحاني طرح حضرت امام بوصيري رحمة الله عليہ کان اجازت حاصل ڪري. جنهن ڏينهن هن قصيدي شريف جو ورد شروع ڪري، ان ڏينهن پنهنجي توفيق آهر ڪجهہ مسڪينن ۽ محتاجن کي ڪاڌو کارائي، ڪاڌي ۾ مٺو ۽ نمڪين هئڻ وڌيڪ مناسب آهي. ڪپڙن کي خوشبوءِ لڳائي ۽ قصيدي شريف شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ توڙي اختتام وقت سترهن- سترهن پيرا هي درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

درود شريف کان پوءِ هي شعر پڙهي قصيدو شروع ڪري.

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ مُنْشِى الْخَلْقِ مِنْ عَدَمٍ
ثُمَّ الصَّلٰوةُ عَلَى الْمُخْتَارِ فِى الْقِدَمِ

✪✪✪

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

جنهن شعر ۾ حضور پاڪ ﷺ جن جو مٺو نالو اچي، ان شعر کي ٽي ڀيرا دهرايو وڃي ۽ هر ڀيري مٿي ذڪر ڪيل درود شريف پڙهڻ گهرجي. ڇو ته امام بوصيري رحمة الله عليه به حضور ﷺ جن جي خدمت اقدس ۾ هي نعت پيش ڪرڻ وقت بوصيري درود "مَوْلَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ .....الخ" بار بار پڙهندو رهيو. ان ڪري قصيدي شريف کي ورد ڪري پڙهڻ واري لاءِ لازمي آهي ته هو انهيءَ درود شريف جو قصيدي شريف جي پڙهڻ دوران بار بار ورد جاري رکي. قصيدي شريف ۾ آيل انهن شعرن جو بار بار تڪرار ڪري، درود شريف پڙهي، جن شعرن جو مطلب ۽ مفهوم سندس حاجت روائي، مشڪل ڪشائي ۽ مقصد جي حصول سان ٺهڪي ايندو هجي، قصيدي شريف جي ٻڌايل ترتيب مطابق پوري ٿيڻ کان پوءِ خداوند جي حضور نهايت عجز ۽ انڪساري سان دعا گهري ۽ حضور ﷺ جي طفيل الله تعالیٰ کان پنهنجي حاجت روائي، گناهن جي بخشش ۽ نعمتن ۽ نوازشن جي حصول لاءِ ٻاڏائي. بزرگن جو چوڻ آهي ته ٻڌايل طريقي سان هن قصيدي شريف جو ورد نهايت مجرب نسخو آهي، جيڪو صدين کان مسلمانن جي ورد زبان رهيو آهي. شرط اهو آهي ته قصيدي شريف جو ورد ڪندڙ نهايت يقين ۽ ايمان جي خلوص، سچي محبت، توجهه، عجز ۽ انڪساريءَ سان هن قصيدي کي اهڙيءَ طرح پڙهي، ڄڻ هو اها نعت شريف، حضور ﷺ جن جي دربار ۾ حاضر ٿي پيش ڪري رهيو آهي ۽ ڄڻ پاڻ ڪريم ﷺ جن هن نعت شريف کي ٻڌي رهيا آهن. جيڪڏهن قاري اهڙو محبتي ماحول پيدا ڪري هن قصيدي شريف کي سرڪار دوعالم ﷺ جي دربار ۾ پيش ڪري ۽ حضور ﷺ جي رحمتن، شفقتن ۽ محبتن جي فيض سان فيضياب ٿي، خداوند رؤف و رحيم جي بارگاهه ۾ سوال جا هٿڙا کڻي دعا گهري ته انشاءَ الله تعالیٰ قبول ٿي ويندي.

## قصيده برده شريف جو سرسري جائزو:

امام بوصيري رحمة الله عليه عرب جي روايتي شاعريءَ کي زنده رکندي پنهنجي هن مشهور قصيدي شريف جي شروعات به "ذي سلم" جي پاڙيسري دوستن جي يادگيري ۾ رت جا ڳوڙها ڳاڙيندي ڪئي آهي، جنهن ۾ هو خبر هوندي به بي خبر بڻجي تجاهل عارفانه طور عاشق - زار کان سندس زار و قطار روئڻ ۽ رت جا نير وهائڻ جو سبب معلوم ڪندي پُڇي ٿو ته ڀلا اي عاشق

زار! تنهنجي هن بيقراري، بي خوابي ۽ بيتابيءَ جو ڪهڙو ڪارڻ آهي. آخرڪار ڪهڙو سبب آهي جو تنهنجون اکڙيون روڪڻ باوجود روئڻ ۽ رت جا نير وهائڻ بند نٿيون ڪن ۽ تنهنجي دل بار بار تسلي ڏيڻ جي باوجود بيتاب ۽ بي حال بڻيو وڃي. جيڪڏهن توکي عشق جو پيڙو نہ آهي تہ پوءِ ڪهڙو سبب آهي جو تون هر وقت حيران پريشان رهين ٿو. آخرڪار عاشق - زار اقرار ڪندي چوي ٿو تہ ها! يار جي يادن سارو سڪون حرام ڪري ڇڏيو آهي، مان پنهنجي وس ۾ ناهيان. مون مجبور ۽ لاچار کي ملامت اجائي آهي. ڇاڪاڻ تہ مون پنهنجن اڇن وارن ۽ پيريءَ جي ملامت ٻڌي، اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي آهي. حالانڪہ پيري جي ملامت ۽ ٽوڪ سيني ملامتن کان وڌيڪ اثر رکندڙ آهي. هاڻي اوهان جي ملامت مون تي ڪهڙو اثر ڪندي، جڏهن منهنجو نفس نافرمان تي چڪو آهي. رات ڏينهن برائي ۽ بڇڙائيءَ تي آماده ڪرڻ جا وڏا وس پيو ڪري. هو مون کي هر هر ڪڌن ڪرتوتن جي ڪوڙڪين ۾ ڦاسائي، پنهنجون سموريون خواهشون بہ پوريون ڪري رهيو آهي ۽ هاڻي منهنجو اهڙو ڪو بہ همدرد نہ آهي، جو مون کي نفس جي هن چار مان بچائي سگهي. هن نفس بڇڙي جو مثال ٻار وانگر آهي، جيڪڏهن ٻار کي ٿڃ پيئڻ کان نہ روڪبو تہ هو جوانيءَ تائين بہ ٿڃ پيئندو رهندو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن نفس کي گناهہ ڪرڻ کان نہ روڪبو، تہ هو وڌيڪ گناهہ ڪرڻ جي خواهش ڪندو رهندو. اهو سوچي نفس کي گناهن جي ميدان ۾ کلي ڇٽي ڏيڻ تہ آخرڪار گناهہ ڪري ڪري ٿڪجي پوندو ۽ گناهہ ڪرڻ کان اڪتائجي ويندو. بلڪل اهڙيءَ طرح غلط آهي جهڙيءَ طرح ڪو ماڻهو ايئن سمجهي تہ گهڻي ڪاڌي کائڻ کان پوءِ ڪاڌي کائڻ جي خواهش گهٽجي ويندي، حالانڪہ گهڻي کائڻ سبب کائڻ جي اڃا وڌيڪ خواهش پيدا ٿيندي آهي، ان ڪري نفس ۽ شيطان جي مڪرن کان هميشہ محفوظ رهڻ گهرجي. نفس جي ٻُک توڙي ڍؤ دوران طرح طرح جي مڪرن ۽ نيڪ ڪمن ۾ رياءُ ڪرڻ واري فريب کان بچڻ گهرجي. نفس ۽ شيطان انسان جا ازلي دشمن آهن، جن کان ڪڏهن بہ ڇڱائي جي اميد رکي نٿي سگهجي.

امام بوصيري وڌيڪ لکي ٿو تہ قول ۽ فعل ۾ هميشہ هڪجهڙائي هئڻ گهرجي. ٻين کي ڏگهيون تقريرون ڪرڻ ۽ پاڻ ان تي عمل نہ ڪرڻ وڏو گناهہ آهي. هر حالت ۾ حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ جن جي اطاعت ڪجي. سندن سنت جي پيروي ڪجي، فرضي عبادتن سان گڏوگڏ نفلي عبادتن لاءِ بہ وقت

ڪڍڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته سيدالڪونين ﷺ جن به راتين جو جاڳندي ايتري عبادت ڪندا هئا جو سندن پير مبارڪ سڄي ويندا هيا. اُها ذات گرامي ﷺ جنهن لاءِ مديني شريف جا جبل به انتظار ۾ هوندا هئا، ته اشارو ٿئي ته سون ٿي پئون، پر پاڻ پيٽ تي پٿر ٻڌي وقت گذاريندا رهيا ۽ جبلن جي اهڙي خواهش کي ٺڪرائي ڇڏيائون.

امام بوصيري رحمة الله عليه هن تمهيدي بيان کان پوءِ ساقي- ڪوثر ﷺ جن جي ذات گرامي تي عقيدت ۽ احترام جا گل نڇاور ڪندي، سندس ساراهه ۾ لکي ٿو ته ٻنهي جهانن جا سردار ﷺ جن يتيمن جا يار، اڙيلن جا آڌار ۽ هر مصيبت ۾ مددگار آهن. پاڻ ﷺ جن سيرت توڙي صورت ۾ سڀني نبين کان نروار آهن. سندن شرافت ۽ علم جو مقابلو ڪرڻ ڪنهن بني بشر جي وس جي ڳالهه ناهي. سمورا نبيٰ سڳورا سندن رحمت جي درياءَ مان هڪ چرون ۽ سخا جي بارش مان هڪ قطري لاءِ اوسيئڙي ۾ آهن. اهي سمورا نبي ساقي- ڪوثر جي مقابلي ۾ اهڙي حيثيت جا مالڪ آهن جهڙي حيثيت علم جي اٿاهه سمنڊ مان هڪ ٽبڪي يا نقطي کي يا وري حڪمت ۽ دانائي جي خزاني ۾ اعراب يعني هڪڙي زير يا زبر يا پيش کي حاصل آهي. ساري ڪائنات ۾ اخلاق توڙي آداب ۾ ڪير به سندن شريڪ يا همنوا ڪونهي.

سندن حسن جو جوهر غيرمنقسم آهي. سمورن نبين سڳورن جي سونهن ۽ سوڀيا سندن حسن جو پرتو آهي. سندن ساراهه ۾ جيترا به ويهي ڳڻ ڳائجن، ٿورا آهن. خدا جو شريڪ يا همنوا بنائڻ کان سواءِ سندن شان ۽ مان ۾ جيڪو ڪجهه بيان ڪجي، گهٽ آهي. دنيا جهان جا انسان سندن حقيقت سمجهڻ کان لاچار آهن. حقيقت محمدي جو ادراڪ صرف الله جي ذات کي آهي. ڪابه زبان سندن ثناخواني جو حق ادا ڪري نٿي سگهي. سمورن نبين کي معجزا ۽ فضيلتون حضور ڪريم ﷺ جن جي معرفت مليا آهن. هو هڪڙي روشن سج وانگر آهي ٻيا سڀ نبي سندس مقابلي ۾ روشن ستارا آهن، جيڪي سندس ئي نور سان منور آهن.

پاڻ ڪريم ﷺ جن هڪ اهڙو چمڪدار موتي آهن، جنهن جي سونهن ۽ سوڀيا هر حال ۾ دائم قائم آهي. سندن ولادت باسعادت سان ئي دشمنن جون وايون بتال ٿي ويون. ڪسريٰ جي محل ۾ ڏار پئجي ويا. ساوه جو درياءُ خشڪ ٿي ويو، ايران جا آتش ڪده اجهامي ويا. آسمانن جا شهاب ثاقب

ٽٽي شيطانن تي ڪرڻ لڳا. ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جن جي معجزن جي ڳالهه ڪهڙي ڪجي. سندن اشاري تي وڻ پيرن بنا ٽڙن تي هلندا آيا، هٿ ڦيرائڻ ۽ دم ڪرڻ سان بيمار ۽ مجنون ماڻهو تندرست ۽ توانا ٿي ويا، سخت ڏڪار وارا سال سندن دعا سان سڪر ۽ خوشحالي وارا سال بڻجي ويا. پلر جي پالوٽ سان هر طرف ساوڪ ۽ سڪار ٿي ويو. مطلب ته سندن ذات بابرڪات جي ظهور سان وڏا وڏا معجزا ظاهر ٿيا. سندن سڀ کان وڏو معجزو قرآن حڪيم آهي، جنهن جا اکر ۽ لفظ ۽ نزول جو زمانو ته برابر حادث آهن، پر سندس معنائون، مفهوم ۽ پيغام قديم آهن. هن ڪامل ڪتاب جون آيتون پنهنجي حڪمن ۾ بلڪل واضح ۽ مڪمل آهن. جن کي ڪنهن به شارح جي تشريح جي ضرورت ناهي. هُن جا احڪام هر وقت ۽ هر دؤر لاءِ حرف آخر جي حيثيت رکن ٿا. اهي آيتون ڪنهن هڪڙي وقت سان لاڳاپيل ناهن، پر اُهي قديم هجڻ جي ناتي هِن جهان توڙي اڳئين جهان جي خبر ڏين ٿيون. معراج النبي ﷺ جو ذڪر ڪندي ٻڌائن ٿا ته پاڻ ڪريم ﷺ رات جي ڪجهه حصي ۾ بيت الله کان بيت المقدس جو سير ڪري وري موٽي آيا. اک ڇنڀ ۾ قاب قوسين جو قرب حاصل ڪيائون. انهيءَ سفر دؤران هو جنهن مقام ۽ مرتبي تي پهتا، ان جو عقل تصور به ڪري نٿو سگهي. ڪين اهڙي ته قربت وارو اعلىٰ مقام حاصل ٿيو، جنهن جو بيان زبان ۽ قلم جي وس کان ٻاهر آهي. سندن رفعت ۽ قربت جو اعلىٰ مقام، اکين جي ڏسڻ ۽ عقل جي تصور ڪرڻ کان مٿانهون آهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجن اطاعت گذار پاڪيزه صفات، اصحاب سڳورن سان گڏجي احد، بدر ۽ حنين جي لڙاين ۾ جرئت ۽ بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريا ۽ ڪافرن کي جهنم رسيد ڪري اسلام جو علم بلند ڪيو. جنگ جا اهي ميدان اڄ به سَندن شجاعت ۽ بهادريءَ جي چٽي تصوير پيش ڪري رهيا آهن.

حضور ﷺ جن جي ذات بابرڪات هن امت لاءِ هڪ مضبوط اجهو ۽ اوٽ مثال آهي. پاڻ ڪريم ﷺ پنهنجي امت کي پنهنجي ملت جي حرز ۽ حفاظت ۾ اهڙيءَ طرح محفوظ پناهه ۽ اجهو عطا ڪيو آهي، جهڙيءَ طرح جهنگل ۾ شينهن پنهنجن ٻچن جي حفاظت ڪندو آهي. پاڻ ڪريم ﷺ جن جي نصرت ۽ مدد جنهن به ماڻهوءَ جي شامل حال آهي، ان آڏو جهنگل جا چيتا شينهن به ڪنڌ جهڪائي ڪناره ڪشي ڪري هليا وڃن ٿا. سندن در تان ڪو به سوالي خالي نه وريو آهي ۽ نه وري ڪو به حاجتمند محروم ۽ نامراد ٿي موٽيو

آهي. سندن دشمن هميشہ ذليل و خوار ۽ دوست ڪامياب و ڪامران رهيا آهن. سندن رحمت ۽ شفقت جو بحر- بي پايان عام آهي. اهڙي رحمت عالم ۽ هاديء عالم ﷺ جي مدحت سرائي ڪري، سندن دامن گير ٿيڻ جو شرف حاصل ڪريانِ ٿو تہ جيئن مون کي دين ۽ دنيا جون سموريون نعمتون ۽ برڪتون حاصل ٿي سگهن ۽ منهنجون دنيا ۽ آخرت جون سڀ مشڪلاتون ۽ مصيبتون دور ٿي وڃن ۽ قيامت جي ڏينهن سندن شفاعت نصيب ٿئي. آخر ۾ شاعر نهايت عجز ۽ انڪساريءَ سان پنهنجي مهربان پروردگار جي بارگاهہ ۾ حاضرٿي دعا گهري ٿو تہ اي منهنجا رب! جيستائين هي دنيا قائم آهي ۽ جيستائين سوز و ساز جا نغما ۽ زندگيءَ جا قافلا روان دوان آهن، تيستائين تون پنهنجي پياري حبيب ﷺ ۽ سندن آل، اصحاب ۽ تابعين ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين تي پنهنجي رحمتن ۽ صلوٰة و درود جا بادل زوردار ۽ لڳاتار وسائيندو رهہ. (آمين)



**جبل سان مٿو چو هٽين ٿو هتيلا، محمد جو ثاني بشر ڪونہ ٿيندو**
**ڪروڙين تون رنگين پٿر پسين پر، ڪو هيري جو همسر حجر ڪونہ ٿيندو**



**هي سنسار ساري جي جلوه نمائي، محمد جي هڪ وار جي روشنائي**
**ستاره گياره جي ساري ضيائي، برابر هي شمس و قمر ڪونہ ٿيندو**

"سچاروي"



وَمَآ اَرْسَلْنَاكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ

# جام کوثر

شرح

## "قصیدہ بردہ شریف"

بَلَغَ الْعُلٰی بِکَمَالِہٖ
کَشَفَ الدُّجٰی بِجَمَالِہٖ
حَسُنَتْ جَمِیْعُ خِصَالِہٖ
صَلُّوْا عَلَیْہِ وَ آلِہٖ

غلام حسین "مشتاق" سچاروی

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

هي درود شريف قصيده برده شريف جي اول ۽ آخر ۾ قبلي شريف ڏانهن منهن
ڪري سترهن - سترهن ڀيرا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ
الْاُمِّيِّ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

ان کان پوءِ هي اشعار پڙهي، قصيده شريف شروع ڪري.

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ مُنْشِى الْخَلْقِ مِنْ عَدَمٍ
ثُمَّ الصَّلٰوةُ عَلَى الْمُخْتَارِ فِى الْقِدَمِ

شڪر رب جا جنهن عدم مان خلق ڪي پيدا ڪيو
پڻ صلاتون ان سڳوري تي جو اڳ ۾ ئي هيو

مَوْلَاىَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

منهنجا مولا دائما موڪل صلاتون ۽ سلام
پنهنجي پياري دوست تي خير الوریٰ خير الانام

# باب پهريون — سوز و سازِ عشق و گداز

(١)

آمِنْ تَــذَكُّـرِ جِيْـرَانٍ بِـذِيْ سَلَمٖ
مَـزَجْتَ دَمْعًـا جَرٰى مِنْ مُّـقْـلَـةٍ بِـدَمٖ

✪✪✪

ذي سلم جي پاڙيوارن دوستن جي ياد کان
خون وارا لڙڪ تنهنجي چشم تر مان ٿيا عيان

✪✪✪

ذي سلم دي پاڙي والي دوستان دي ياد نال
تيڏي اکڙيان چون روان ٿئي، خون والي لڙک لال

✪✪✪

اے ز ياد - صحبت - يارانت اندر ذی سلم
اشک - چشم آميختی با خوں رواں گشتہ بہم

✪✪✪

**ترجمو:** ڇا ذی سلم جي پاڙيسرين جي يادگيريءَ سبب تو پنهنجا ڳوڙها جيڪي اکين جي گوشي مان جاري آهن، خون آلوده ڪري ڇڏيا آهن؟

**لفظي معنيٰ: آ:** حرف استفهام، ڇا. **مِنْ:** حرف جار. کان. **تَذَكُّرِ:** ورتل ذڪر ڪان. يادگيرو، ياد ڪرڻ، تذڪرو. **جِيْرَانٍ:** جمع آهي جار جو. پاڙيسري. **ذِيْ سَلَمٖ:** هڪ جاءِ يا هنڌ جو نالو جيڪو مدينه منوره ۽ مڪي مڪرمه جي درميان آهي. **ذِيْ:** وارو. **سَلَمٖ** : ٻير جو وڻ. اهڙو هنڌ، جتي ٻير جا گهڻا وڻ هجن يا هڙي هجي. **مَزَجْتَ** فعل ماضي مخاطب، تو ملايو. **دَمْعًا:** ڳوڙها. **جَرٰى** فعل ماضي غائب، جاري ٿيا. روان ٿيا. وهن ٿا. **مُقْلَةٍ:** اک جو گوشو، پڇڙي. مراد اک ئي آهي. **دَمٖ:** خون رت.

**تشريح:** عاشق حالِ زار کي روئندو ۽ رت جا ڳوڙها ڳاڙيندو ڏسي، سندس همدرد ۽ حال پڇندڙ. تجاهل- عارفانہ طور يعني ساري خبر هوندي بہ گويا بي خبر ٿي، ڪانئس پڇي ٿو تہ هي جو پلا تنهنجي اکڙين مان خون جا نير جاري آهن، ڇا اهي "ذی سلم" مقام جي پاڙيسرين، جن سان ڪجهہ وقت تون گڏ رهيوآهين، جي يادگيريءَ سبب جاري آهن؟ ياد رهي تہ عرب جا ماڻهو بہ سنڌ جي ترين ۽ ڪوهستانين وانگر برسات جي موسم ۾ پنهنجا جانور انهيءَ هنڌ ڪاهي وڃي لڏو لاهيندا هئا. جتي برسات سبب گهڻو گاهہ ۽ چارو موجود هوندو هو. "ذی سلم" بہ اهڙو مقام آهي، جتي ٻيرن جا تمام گهڻا وڻ موجود هئا ۽ جتي عرب قبيلا مينهن جي مند ۾ مال ڪاهي ايندا هئا ۽ هڪ ٻئي جي ويجهو پنهنجا خيما کوڙي ڪجهہ وقت قيام ڪندا هئا. انهيءَ عرصي دوران چاهت ۽ محبت وارين اکڙين ۽ دلين جو پڻ پاڻ ۾ ميلاپ ٿيندو هو. اهڙيءَ طرح محبتن ۽ عشق جا داستان جنم وٺندا هئا. ڪجهہ عرصي کان پوءِ جڏهن گاهہ ختم ٿي ويندا هئا ۽ ماڻهو پنهنجن پنهنجن ڳوٺن ڏانهن روانا ٿيندا هئا، تہ ڪين اتي محبت واريون گڏ گهاريل گهڙيون ستائينديون هيون ۽ هو دوستن سان گڏ گذاريل ساعتن کي ياد ڪري، رت جا ڳوڙها ڳاڙيندا هئا. عرب جا شاعر پنهنجي شاعري جي شروعات گهڻو ڪري اهڙن جذباتي واقعن سان ڪندا آهن، جيڪي نهايت دردِيلا ۽ رقت آميز هجن. حضرت امام بوصيري رحمة الله عليه بہ عرب شاعرن جي انهيءَ روايت کي زندهہ رکندي، پنهنجي هن قصيدي جي شروعات بہ ذی سلم جي پاڙيسري دوستن جي ياد ۾ ڳوڙها ڳاڙي ڪئي آهي. پر امام بوصيري رحمة الله عليه جي هت "ذی سلم" وارن پاڙيسري دوستن مان مراد، حضرت محمد مصطفیٰ ﷺ جن جي ذات والا صفات آهي. هو سندن ياد ۾ ڳوڙها ڳاڙي پنهنجي عشق ۽ محبت جو اظهار ڪري رهيو آهي.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪



## اَمْ هَبَّتِ الرِّيْحُ مِنْ تِلْقَآءِ كَاظِمَةٍ
## اَوْ اَوْمَضَ الْبَرْقُ فِى الظَّلْمَآءِ مِنْ اِضَمٖ

✪✪✪

كاظمه جي پار کان آهي گهلي يا هير ڪا
يا اضم پاسي انڌيري ۾ ڪنوڻ چمڪي پيلا

✪✪✪

يا گهلي هي ڪاظمه دي پار تون اهڙي هوا
يا اضم پاسي انڌيري وچ ڪنوڻ چمڪي پيلا

✪✪✪

يا مگر از ڪاظمه بادے وزيد از ڪوئے دوست
يا مگر در نيم شب برقے جهيده از اضم

✪✪✪

**ترجمو:** يا تنهنجي انهيءَ زاروقطار روئڻ جو سبب اها هير آهي، جيڪا ڪاظمه جي پار کان گهلي آهي يا اها ڪنوڻ آهي جا اضم پهاڙ جي انڌيرن ۾ چمڪي آهي.

**لفظي معنيٰ: اَمْ:** يا. **هَبَّتْ:** فعل ماضي غائب مؤنث. گهلي. لڳي. **تِلْقَآءِ:** طرف، پار. **اَلرِّيْحُ:** هوا، هير. **كَاظِمَةٌ:** مدينه منوره جو نالو، هڪ هنڌ جو نالو. **اَوْ:** يا **اَوْمَضَ:** فعل ماضي غائب. چمڪي، بجلي جي چمڪ ٿي. **اَلْبَرْقُ** بجلي، ڪنوڻ. **اَلظَّلْمَآءُ** جمع آهي ظلمت جو، انڌيرا، اونداهي. **اِضَمِ** مدينہ منوره لڳ هڪ جبل جو نالو.

**تشريح:** يا تہ تنهنجي روئڻ جو سبب اها هير آهي، جيڪا مدينہ منوره جي پار کان گهلي آهي يا اها ڪنوڻ آهي، جيڪا مدينہ منوره لڳ جبل اضم جي اونداهين ۾ چمڪي آهي. يعني اي عاشق- زار تنهنجي هن لڳاتار روئڻ ۽ رت جا نير وهائڻ جو سبب، يقيناً ذی سلم ۾ توسان چار ڏينهن گڏ گذاريندڙ محبوب جي يادگيري

آهي يا ڪاظمه (مدينہ منوره) جي پار ڪان ايندڙ اها هيرآهي يا اضم پهاڙ (جيڪو مدينه منوره جي پرسان آهي) جي اونداهين ۾ چمڪندڙ ڪنوڻ آهي، جن کي محسوس ڪري ۽ ڏسي، توکي پنهنجن پيارن محبوبن جي ياد ستائي ٿي ۽ تون روئڻ شروع ڪري ٿو ڏين. هنن ٽن سببن کان سواءِ تنهنجي روئڻ جو ڪو ٻيو سبب ٿي نٿو سگهي.

٣

فَمَا لِعَيْنَيْكَ اِنْ قُلْتَ اكْفُفَا هَمَتَا
وَ مَا لِقَلْبِكَ اِنْ قُلْتَ اسْتَفِقْ يَهِمِ

✪✪✪

ڇا ٿيو اکڙين کي روڪڻ سان روئڻ رڪجي نٿو
دل چري سڌرڻ بجا ويتر وڃي ٿي بگڙيو

✪✪✪

ڪيا ٿيا تيڏي اکيان ڪون، جو روئڻ رڪدا نهين
دل ڪون آکو هوش وچ آ، هوش وچ آندي نهين

✪✪✪

چيست چشمت را چہ گوئی خشک شو گریاں شود
چيست دل گوئی بہوش آ، شيفتہ گردد ز غم

✪✪✪

**ترجمو:** تہ پوءِ ڀلا تنهنجي اکڙين کي ڇا ٿي ويو آهي جو اهي تنهنجي روڪڻ جي باوجود بہ ڳوڙها ڳاڙي رهيون آهن ۽ تنهنجي دل کي ڇا ٿي ويو آهي، جو جڏهن تون چوين ٿو تہ ذرا هوش ۾ اچ، تہ هو وڌيڪ چري، مست ۽ مدهوش ٿيو وڃي ٿي.

**لفظي معنيٰ: فَ:** پوءِ، ف فصيحيه آهي ۽ جواب آهي شرط محذوف جو. يعني جيڪڏهن تنهنجي روئڻ جو سبب مٿي ذڪر ڪيل ڪارڻ نہ آهي تہ. **مَا:** ڇا. **عَيْنَيْكَ:** تنهنجي ٻنهي اکين کي. **عَيْنٌ:** اک. **اِنْ:** حرف شرط، جيڪڏهن. **قُلْتَ:** فعل ماضي مخاطب قول کان. تو چيو. **اُكْفُفَا:** فعل امر كف کان. ٻئي

رڪجي وڃو، روئڻ بند ڪريو. **هَمَتَا:** فعل ماضي غائب. نير جاري ٿيا، ڳوڙها ڳاڙين ٿيون. **قَلْبِكَ:** تنهنجي دل. **اِسْتَفِقْ:** فعل امر افاقه ڪان. هوش ۾ اچ، افاقي ۾ اچ. **يَهِمِ:** فعل مضارع وهم ڪان. دل جو بي اختيار مائل ٿي پوڻ، چريو ٿيڻ.

**تشريح:** جيڪڏهن تنهنجي روئڻ جو ڪارڻ مٿي ذڪر ڪيل ٿهي سببن مان ڪو به هڪ نه آهي، ته پوءِ تون پاڻ ئي ٻڌاءِ ته پلا آخرڪار تنهنجي اکڙين کي ڇا ٿي ويو آهي، جو جڏهن تون کين روئڻ کان روڪڻ جي ڪوشش ڪرين ٿو، ته ان جي باوجود تنهنجن نيڻن مان نير جاري آهن ۽ ساڳيءَ طرح تنهنجي هن چري دل کي ڇا ٿي ويو آهي، جو جڏهن تون پاڻ کيس هوش ۾ اچڻ ۽ ضبط ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪرين ٿو ته ان جي باوجود به هو چري، مدهوش ۽ مستان ٿي وڃي ٿي. سائين منهنجا! آخر ڪهڙو ڪارڻ آهي، جو تنهنجون پنهنجون اکڙيون ۽ تنهنجي پنهنجي دل به تنهنجي چوڻ ۾ ناهن.

## ٤

**اَ يَحْسَبُ الصَّبُّ اَنَّ الْحُبَّ مُنْكَتِمٌ**
**مَّا بَيْنَ مُنْسَجِمٍ مِّنْهُ وَ مُضْطَرِمٍ**

✪✪✪

**عشق مخفي رهندو، ڇا عاشق جو هي آهي گمان**
**چشم گريان ۽ دل - بريان جي آهي درميان**

✪✪✪

**عشق مخفي رهه نه سگهسي، ڪر نه عاشق اي خيال**
**رڙنديان اکيان، تے جلدا دل، سڻاون تيڏا حال**

✪✪✪

**اے تو پنداری که عشق - عاشقاں پنهاں شود**
**باوجود - آتش - دل سوز و آب - چشم نم**

✪✪✪

**ترجمو:** ڇا عاشق سمجهي ٿو تہ محبت لڪڻ جهڙي شيءِ آهي. جڏهن تہ سندس اکڙين مان ڳوڙهن جا نير جاري آهن ۽ دل مان باهہ جا اُلا نڪري رهيا آهن.

**لفظي معنىٰ: آ:** حرف استفهام، ڇا. **يَحْسَبُ:** فعل مضارع حسب کان. سمجهي ٿو، گمان ڪري ٿو. **اَلصَّبُّ:** عاشق. **مُنْكَتِمٌ:** اسم فاعل انڪتام کان. پوشيده رکندڙ، ڳجهو رکندڙ، لڪائيندڙ. **اَلْحُبَّ:** محبت. **مَا بَيْنَ:** درميان، وچ ۾ **مُنْسَجِمٌ:** اسم فاعل انسجام کان. ڳوڙها ڳاڙيندڙ، نير وهائيندڙ يعني اکيون. **مُضْطَرِمٌ:** اسم فاعل اضطرام کان. باهہ ٻڙڪائيندڙ، الا ڪڍندڙ يعني دل.

**تشريح:** جيڪڏهن عاشق اهو سمجهي ٿو تہ سندس عشق ۽ محبت ٻين کان پوشيده آهي ۽ پاڻ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ سندس عشق جي بلڪل خبر ناهي، تہ اها سندس ڀل آهي، ڇوتہ هو ٻہ مضبوط شاهدن، نير وهائيندڙ اکڙين ۽ باهہ جا الا ڪڍندڙ دل جي درميان آهي. جيڪي بار بار سندس عشق ۽ محبت جو وڏي واڪي اعلان ڪري رهيون آهن ۽ هرهر چئي رهيون آهن تہ جناب **"عشق و مشک نتوان نہفت"** عشق ۽ مشڪ لڪائي نٿا سگهجن. تنهنڪري خواهہ مخواهہ جا حيلا بهانا ڪرڻ ۽ محبت کي لڪائڻ مان ڪجهہ بہ حاصل ڪونہ ٿيندو.

⑤

**لَوْلَا الْهَوٰى لَمْ تُرِقْ دَمْعًا عَلٰى طَلَلٍ**
**وَّ لَا اَرِقْتَ لِذِكْرِ الْبَانِ وَالْعَلَمِ**

✪✪✪

**ناهي پيڙو عشق جو ويراني تي روئين نہ ها**
**رات پر بان ۽ علم جي ياد ۾ جاڳين نہ ها**

✪✪✪

**آجا هو وين عشق تون ويراني تي، رو وين نہ ها**
**ياد ڪر بان و علم ڪون، تون ڪڏهن جاڳين نہ ها**

✪✪✪

گر نہ بُودے عشق، اشکت بر طلل کے ریختی
کے بُد ے بے خواب چشمت، از غم - بان و علم



**ترجمو:** جيڪڏهن توکي عشق جي چوٽ لڳل نہ هجي ها، تہ پوءِ ڦٽل ڊڙن ۽ کنڊرات تي اهڙي طرح ڳوڙها نہ ڳاڙين ها ۽ نہ وري بان وڻ ۽ اضم جي پهاڙ جي ياد ۾ راتين جا اوجاڳا ڪاٽين ها.

**لفظي معنيٰ: لَوْلَا:** جيڪڏهن نہ هجي ها. **اَلْهَوٰى:** محبت، عشق. **لَمْ تُرِقْ:** فعل مضارع . تون نہ وهائين ها. **دَمْعًا:** ڳوڙها. **طَلَلٍ:** ويران جڳهہ، ڦٽل ڊڙا، کنڊرات . **لَا اَرِقْتَ:** فعل ماضي منفي مخاطب ارق کان. تون بي خواب نہ ٿئين ها، تون نہ جاڳين ها. **ذِكْرِ:** يادگيري. **اَلْبَانِ:** وڻ جيڪو محبوب جي قد سان مشابهت رکي ٿو. **اَلْعَلَمِ:** مان مراد اضم جو جبل آهي، جيڪو مدينہ منوره جي پرسان آهي.

**تشريح:** عاشق تي وڏيڪ جرح ڪندي، پڇندڙ کيس چوي ٿو تہ جيڪڏهن توکي محبت جو مرض لڳل نہ هجي ها، تہ پوءِ تون ويران ۽ ڦٽل ڊڙن تي اهڙي طرح نير نہ وهائين ها ۽ نہ وري بان وڻ کي، جيڪو تنهنجي محبوب جي دراز قد سان مشابهت رکي ٿو ۽ مدينہ منوره جي پر واري اضم پهاڙ کي جتي پنهنجي محبوب سان ملندو هئين ياد ڪري، اهڙي طرح پنهنجون ننڊون حرام نہ ڪرين ها ۽ نہ وري اوجاڳا ڪڍين ها. يقينن تنهنجي اندر ۾ محبت جو مچ متل آهي. ان ڪري تنهنجي اکڙين مان رت جا نير جاري آهن ۽ تنهنجي دل مان باهہ جا الا ڀڙڪي رهيا آهن. اهوئي ڪارڻ آهي جو تون انهن ويران جاين تي جتي ڪجهہ ڏينهن اڳ تنهنجو محبوب رهائش پذير هو، کي ياد ڪري، حيران ۽ پريشان ٿي رهيو آهين.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ



٦

فَكَيْفَ تُنْكِرُ حُبًّا بَعْدَ مَا شَهِدَتْ
بِهِ عَلَيْكَ عُدُوْلُ الدَّمْعِ وَالسَّقَمِ

✪✪✪

عشق و الفت کان پلا نهکر کري سگهندين ڪٿان
شاهدي ڳوڙها ۽ بيماري ڏين تنهنجي مٿان

✪✪✪

تون محبت دا کڏهن انکار کر سگهدا نهين
لڙک تي بيماري هن، تيڏي اتون شاهد ڏوهين

✪✪✪

چوں کنی انکار - عشقش چوں گواہی میدہند
برتو اشک - چشم، دیگر زردئ - روئے سقم

✪✪✪

**ترجمو:** تون محبت جو ڪهڙي طرح انڪار ڪري سگهين ٿو، جڏهن ته ٻه سچا شاهد، هڪ ڳوڙها ٻيو من اندر جي بيماري تنهنجي محبت جي گواهي ڏئي رهيا آهن.

**لفظي معنيٰ: فَكَيْفَ:** ۾ فا فصيحي آهي ۽ استفهام انڪاري آهي. ٻوءِ ڪهڙي طرح . مطلب ته تون انڪار ڪري نٿو سگهين. **تُنْكِرُ:** فعل مضارع مُخاطب انڪار ڪان . تون انڪار ڪري سگهندين. **حُبًّا:** محبت، عشق . **بَعْدَ مَا:** هن ڪان پوءِ به. **شَهِدَتْ:** فعل ماضي. شاهدي ڏني. **بِهِ:** ان محبت جي. **عَلَيْكَ:** تنهنجي مٿان. **عُدُوْلُ:** جمع عادل جو. معتبر گواهه، سچا عادل شاهد. **اَلدَّمْع:** لڙڪ، ڳوڙها. **السَّقَمِ:** بيماري.

**تشريح:** اي عاشق – نادان! تون پنهنجي عشق ۽ محبت ڪان پلا ڪهڙي طرح انڪار ڪري سگهين ٿو، جڏهن تنهنجي عشق ۽ محبت جي شاهدي ڏيڻ لاءِ تنهنجي اکين مان وهندڙ لڙڪ ۽ تنهنجي اندر جي بيماري ۽ بيقراري جهڙا ٻه نهايت سچا ۽ معتبر شاهد تنهنجي عشق ۽ محبت جي گواهي ڏئي رهيا آهن. پوءِ به هرويرو اهڙي عظيم محبت ڪان انڪار ڪرڻ ٺيڪ نه آهي.



# وَ اَثْبَتَ الْوَجْدُ خَطَّىْ عَبْرَةٍ وَّ ضَنًى
# مِثْلَ الْبَهَارِ عَلٰى خَدَّيْكَ وَالْعَنَمِ

✪✪✪

**عشق جا اهڃاڻ ڳوڙهن ۽ ضعيفي مان عيان**
**چڻ تيا تنهنجي ڳلن تي زرد ۽ ڳاڙها نشان**

✪✪✪

**درد پاتے، لڙک تے بيماري دي، هن ڏون نشان**
**ڳاڙهي پيلي گل مثل تيڏي ڳلان تي ٿئي عيان**

✪✪✪

**عشق ثابت کرد بررُو خط - اشک و لاغری**
**چون بہار - روئے یا رو سرخیءِ شاخ - عنم**

✪✪✪

**ترجمو:** عشق ۽ غم، ڳوڙهن ۽ ضعيفي جي ٻن ليڪن ( نشانن) کي، تنهنجي ٻنهيءَ ڳلن تي، ڦڪي گل ۽ ڳاڙهي گل جي ٽاري وانگر ظاهر ڪري ڇڏيو آهي.

**لفظي معنيٰ: اَثْبَتَ:** فعل ماضي. ثابت ڪيو، ظاهر ڪيو. عطف آهي شهدت تي. **اَلْوَجْدُ:** غم، درد. مراد عشق ۽ محبت جو غم. **خَطَّىْ:** تثنيه خط جو، ٻه ليڪا، نشان. **عَبْرَةٍ:** ڳوڙها، لڙڪ. **ضَنًى:** بيماري يا ضعيفي سبب رنگ زرد يا ڦڪو ٿيڻ. **اَلْبَهَارِ:** زرد، ڦڪا گل . **خَدَّيْكَ:** تنهنجي ٻنهي ڳلن تي. **اَلْعَنَمِ:** ڳاڙهن گلن واري شاخ يا ٽاري. شاعر ڪمزور ۽ لاغر چهري جي زرديءَ کي بهار جي زرد گل سان ۽ غم سبب وهندڙ ڳاڙهن ڳوڙهن کي عنم جي ڳاڙهي گل سان تشبيه ڏني آهي.

**تشريح:** هاڻي تون ڪهڙي طرح پنهنجي عشق ۽ محبت جو انڪار ڪري سگهين ٿو، جڏهن ته تنهنجي محبت جي غم وارن ڳاڙهن خون آلوده ڳوڙهن ۽ تنهنجي چهري جي ڪمزوري ڪري ڳاڙهي ۽ پيلي رنگ جا ٻہ، ڳاڙها ۽ پيلا

ليڪا يا نشان تنهنجي ٻنهي ڳلن تي بلڪل اهڙي طرح صاف ۽ چٽا ظاهر تي چڪا آهن، جهڙي طرح زرد گل ( بهار) ۽ ڳاڙهن گلن وارا وڻ ( عنم) زرد ۽ ڳاڙها نظر ايندا آهن. بلڪل ساڳي طرح تنهنجي ڳلن تي به ڳوڙهن جي ڳاڙهي لڪير ۽ ڪمزوري جي ڦڪي لڪير، پري کان ئي پڌريون آهن.

## ٨

**نَعَمْ سَرٰى طَيْفُ مَنْ اَهْوٰى فَاَرَّقَنِىْ**
**وَ الْحُبُّ يَعْتَرِضُ اللَّذَّاتِ بِالْاَلَمِ**

✪✪✪

**ها خيال - يار ساري رات جاڳا ئي رکيو**
**۽ محبت هر خوشيءَ کي غم ۾ بدلائي ڇڏيو**

✪✪✪

**ياد گيري يار دي، جاڳايا ميکون رات دا**
**عشق چوڙيا لذتان کون درد وچ بدلا صفا**

✪✪✪

**چوں خيال - دلبرم آمد مرا بے خواب کرد**
**عشق آرد درميان - خرّمی رنج و الم**

✪✪✪

**ترجمو:** ها اهو سچ آهي ته مان جنهن سان محبت ۽ پيار ڪريان ٿو، ان جو خيال ۽ تصور جڏهن دل ۾ آيو ته مونکي بي خواب ۽ بيقرار بڻائي ويو. واقعي عشق ۽ محبت لذتن کي غم ۽ الم ۾ بدلائي ڇڏين ٿا.

**لفظي معنىٰ: نَعَمْ:** ها، ڪلمء ايجاب آهي. **سَرٰى:** فعل ماضي رات جو آيو . **طَيْفُ:** خيال، تصور. **مَنْ:** جنهن سان **.اَهْوٰى:** فعل مضارع متڪلم. مان محبت ڪريان ٿو. **فَ:** پوءِ **.اَرَّقَنِىْ:** فعل ماضي. مونکي ننڊ مان جاڳايو، بي قرار بڻايو. **يَعْتَرِضُ:** فعل مضارع. بدلائي ڇڏي ٿو. **اَللَّذَّاتِ:** لذتون، مزا، عيش. **اَلْاَلَمِ:** ڏک، سور، پيڙاوا.

**تشريح:** جڏهن سوال ڪندڙ، عاشق کان سندس محبت جي انڪار جون سڀ راهون بند ڪري ڇڏيون ۽ ڪيس عشق ۽ محبت جا پورا پورا ثبوت مهيا ڪيا، ته پوءِ عاشق مجبور ٿي چوڻ لڳو ته هائو يار برابر! رات جو اوچتو منهنجي محبوب جو تصور ۽ خيال منهنجي دل ۾ داخل ٿيو، جنهن مونکي بي خواب ۽ بيقرار بڻائي ڇڏيو ۽ منهنجي ننڊ حرام ڪري ڇڏي. واقعي ان ڳالهه ۾ ڪوشڪ ناهي ۽ اها حقيقت سو في صد سچ آهي ته جڏهن ڏک، سور ۽ پيڙاوا ايندا آهن ته پوءِ سموريون خوشيون، لذتون ۽ راحتون اڏامي وينديون آهن ۽ ننڊ نيٽين حرام ٿي ويندي آهي. برابر منهنجو اهڙو حال، عشق ۽ محبت جي ڪري ئي ٿيو آهي.

٩

**يَا لَآئِمِىْ فِى الْـهَوَى الْـعُذْرِيِّ مَعْذِرَةً**
**مِّـنِّـىْ اِلَيْكَ وَ لَوْ اَنْـصَفْـتَ لَمْ تَلُمِ**

✪✪✪

**ناصحا ! ڪر عذر منهنجو عشق اڻ ٽر ۾ قبول**
**جيڪڏهن انصاف سان سوچين، ملامت آ فضول**

✪✪✪

**عذر ميڏا ڪر محبت وچ ملامت گر قبول**
**تون ڪرين انصاف جيڪر، اے ملامت هے فضول**

✪✪✪

**اے کہ در عشقم ملامت می کنی معذور دار**
**گر ترا انصاف باشد عذر آری از کرم**

✪✪✪

**ترجمو:** اي اڻ ٽر عشق ۾ ملامت ڪرڻ وارا منهنجو عذر ۽ مجبوري قبول ڪر، جيڪڏهن تون انصاف پسند هجين ها ته پوءِ مونکي هرگز ملامت نه ڪرين ها.

**لفظي معنيٰ: يَا لَآئِمِىْ:** اي مونکي ملامت ڪندڙ. **لَآئِمٌ** اسم فاعل آهي **اَ-ءِ-مٌّ** جو. **فِىْ:** ۾ . **اَلْـهَوٰى:** محبت، عشق. **اَلْـعُذْرِيِّ:** اهڙي محبت جيڪا وس

کان ٻاهر هجي، اڻ تر محبت. **اَلـعُذۡرِيّ:** منسوب آهي بني عذره ڏانهن. جيڪو يمن جو هڪ قبيلو هيو. هن قبيلي جا مرد عشق ۾ ڏاڍا مشهور هيا ۽ گهڻي عشق ۽ محبت سبب سندن عمر تيهہ سالن کان وڌيڪ نہ ٿيندي هئي. هو عشق جي پيڙائڻ سبب جواني ۾ ئي مري ويندا هئا. تنهنڪري سندن پورو قبيلو بني عذره، "**اَلعِشۡقُ الـعُذۡرِيّ**" سان مشهور ٿي ويو. **مَعۡذِرَةً:** معذرت يا عذر. **مِـنِّيۡ:** منهنجي طرفان. **اِلَيۡكَ:** تو ڏانهن . **وَلَوۡ:** ۽ جيڪڏهن . **اَنۡـصَفۡـتَ:** فعل ماضي حاضر. تون انصاف ڪرين ها، انصاف پسند هجين ها، انصاف جي نظر سان ڏسين ها. **لَمۡ تَلُمِ:** فعل مضارع حاضر. تون ملامت نہ ڪرين ها.

**تشريح:** عاشق آخرڪار ملامتن ڪندڙ جي ملامت ۽ طعنن کان تنگ ٿي ڪيس مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ مونکي معاف ڪر . ڇوتہ محبت ڪرڻ منهنجي مجبوري آهي ۽ آءٌ انکان ڪنهن بہ صورت ۾ رهي نٿو سگهان. تنهنڪري توکي منهنجي مجبوري ڏسي اها معذرت قبول ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن تو وٽ ذرا برابر بہ انصاف آهي تہ پوءِ توکي ڪنهن بہ صورت ۾ مونکي ملامت ڪرڻ نہ گهرجي. خبر ناهي تہ ڇو، تون منهنجين مجبورين کي نظر انداز ڪري، انصاف کان منهن موڙي، رڳو ملامت ڪرڻ ۾ رڌل آهين.

(١٠)

**عَدَتۡكَ حَالِيَ لَا سِرِّيۡ بِمُسۡتَتِرٍ**
**عَنِ الۡوُشَاةِ وَ لَا دَآئِيۡ بِمُنۡحَسِمٖ**

✪✪✪

**چغلخورن کان ڳجهو ناهي رهيو اسرار عشق**
**حال دل معلوم توکي، لادوا بيمار عشق**

✪✪✪

**حالِ دل معلوم تيکون، چغلخورون کون پتا**
**اے مرض ميڈا چنڻ والا نهين، هے لادوا**

✪✪✪

حال - من وز تو گذشته، سرّ - من از دشمنان
نيست پنهان درد - من زائل نه گشته از دلم

✪✪✪

**ترجمو:** منهنجو حال تو وٽ پهچي چڪو آهي ۽ منهنجو راز (عشق چغلخورن کان ڳجهو نہ رهيو آهي ۽ نہ وري منهنجو عشق وارو مرض ختم ٿيڻ وارو آهي.

**لفظي معنيٰ: عَدَتْكَ:** فعل ماضي مؤنث غائب. تو وٽ پهچي چڪو آهي. **حَالِيَ:** منهنجو حال . **لَاسِرِّيْ:** نہ منهنجو راز، نہ منهنجو عشق. **مُسْتَتِرٍ:** اسم فاعل ستر کان. ڍڪيل ، ڳجهو، لڪل، مخفي. **اَلْوُشَاةِ** جمع **واش** اصل **وَشْيَةٌ** کان. ڪپڙي تي ڇٽ، نقش ڪڍڻ، جوتہ چغلخور بہ پنهنجي قول کي ڪوڙ سان ڇٽيندو ۽ تاهيندو آهي. **دَائِيْ:** منهنجي بيماري ( عشق، محبت). **مُنْحَسِمٍ** اسم فاعل انحسام کان. معنيٰ انقطاع. ختم ڪرڻ، گهٽجڻ، منقطع ٿيڻ وارو.

**تشريح:** اصل حقيقت اها آهي تہ منهنجو سارو حال تو تائين پهچي چڪو آهي. يا ڪٿي ائين چئجي تہ اجان تو کان بہ گذري ٻين تائين پهچي چڪو آهي ۽ هينئر اهو منهنجو راز ۽ محبت جو قصو چغلخورن ۽ عيب ڳوليندڙن يا طعنا ڏيندڙن کان ڳجهو نہ رهيو آهي ۽ نہ وري منهنجي عشق جي اها بيماري ختم ٿيڻ واري يا منقطع ٿيڻ واري آهي. هي لاعلاج بيماري آهي جا ڪنهنجي نصيحت يا مشوري سان ختم ٿي نٿي سگهي ۽ نہ وري ڪنهن جي ٽوڪ، ملامت يا چغلخوري سان ختم ٿي سگهي ٿي. عشق ۽ محبت اهڙي شيءِ آهي جا ڪوشش ڪرڻ جي باوجود لڪي ۽ ڇپي بہ نٿي سگهي ۽ نہ وري ڪنهن جي چوڻ، نصيحت ڪرڻ يا ملامت ڪرڻ سان ختم ٿي سگهي ٿي.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪



مَحَضْتَنِیْ النُّصحَ لٰکِنْ لَّسْتُ اَسْمَعُهٗ
اِنَّ الْمُحِبَّ عَنِ الْعُذّالِ فِیْ صَمَمٖ

✪✪✪

تو نصيحت نيڪ ڪئي، پر مان ٻڌڻ چاهيان نہ تو
چوتہ عاشق، هر ملامت گر ڪان ڇڻ ٻوڙو ٿيو

✪✪✪

ھے نصیحت نیک تیڈي، مین نھین سٹندا مگر
ٻوڑي عاشق تي نھین، کوئي ملامت دا اثر

✪✪✪

تو نصیحت می کنی نیکو و من می نشنوم
عاشقاں باشند دائم از ملامت در صمم

✪✪✪

**ترجمو:** تو برابر مونکي صحيح، سچي ۽ نيڪ نصيحت ڪئي آهي، پر مان اها ٻڌڻ ئي ڪونہ ٿو گهران. ڇوتہ بيشڪ عاشق ملامت ڪندڙن ڪان ٻوڙو هوندو آهي.

**لفظي معنیٰ: مَحَضْتَنِیْ النُّصحَ:** تو مونکي خالص ۽ سچي نصيحت ڪئي. **مَحَضْتَ:** فعل ماضي حاضر، تو صحيح ڪئي، تو سچي نصيحت ڪئي. **اَلنُّصحَ:** نصيحت. **لٰکِنْ:** ليڪن، پر . **لَّسْتُ اَسْمَعُهٗ:** مان ٻڌڻ نٿو گهران. **لَّسْتُ** فعل ناقص. **اَسْمَعُ** فعل مضارع متڪلم **سَمِعَ** ڪان. ٻڌڻ. **الْمُحِبَّ:** عاشق. **عَنِ الْعُذّالِ:** ملامت ڪندڙن ڪان ، جمع آهي **عَاذِلٌ** جو . **صَمَمٍ:** ٻوڙو هجڻ. ڪنن جو ڳرو هجڻ، ٻڌڻ جي صلاحيت نہ رکڻ.

**تشريح:** اي ناصح ! تون برابر مونکي نهايت صحيح، سچي ۽ نيڪ نصيحت ڪري رهيو آهين. جنهن ۾ ڪو بہ شڪ شبهو ناهي. پر مان تنهنجي اها نصيحت ٻڌڻ لاءِ هرگز تيار نہ آهيان ۽ ڪنهن بہ صورت ۾ تنهنجي نصيحت ۽ ملامت سبب عشق و محبت جي راهہ هرگز ڇڏڻ وارو نہ آهيان. تو کي اها خبر هئڻ گهرجي تہ

سچا عاشق ملامت ڪندڙن جي ملامت کان ۽ چغلخورن جي چغلي کائڻ کان ٻوڙا هوندا آهن ۽ هو اهڙين نصيحتن تي ڪن ڌرڻ وارا نہ آهن.

(١٢)

## اِنِّی اتَّهَمْتُ نَصِیْحَ الشَّیْبِ فِیْ عَذَلِیْ
## وَ الشَّیْبُ اَبْعَدُ فِیْ نُصْحٍ مِّنَ التُّهَمِ

✪✪✪

مون نصيحت پيري جي تهمت هٽي ڪئي اڻ ڀڏي
گرچہ پيري جي نصيحت دور تهمت کان هئي.

✪✪✪

مين بزرگي دي نصيحت رد ڪتي، تهمت لگا
گرچہ پيري دي نصيحت هے سدا تهمت سوا

✪✪✪

شيب پندم داد و من بردم گمان - بد برو
ورچہ شيب اندر نصيحت دور باشد از تهم

✪✪✪

**ترجمو:** پيري مونکي ملامت ڪري جيڪا نصيحت ڪري ٿي، مان ان جي هر نصيحت پري ملامت کي بہ ڪانہ ڪا تهمت هٽي رد ڪري ڇڏيان ٿو. حالانڪ پيري پاران ڪيل نصيحت هر تهمت ۽ ڦتڪار کان گهڻو پري ۽ آجي هوندي آهي.

**لفظي معنیٰ: اِتَّهَمْتُ:** فعل ماضي متڪلم اتهام کان. مون تهمت لڳائي رد ڪئي. مون تهمت هٽي ڇڏي. **نَصِیْحَ:** بمعنیٰ ناصح: نصيحت ڪندڙ. **اَلشَّیْبِ:** پيري، بزرگي. **عَذَلِیْ:** مونکي ملامت ڪرڻ . **اَبْعَدُ:** اسم تفضيل. گهڻو پري. **نُصْحٍ** : نصيحت. **اَلتُّهَمِ:** تهمت، ملامت، ڦتڪار.

**تشريح:** حقيقت ۾ منهنجي پيري ۽ منهنجا اڇا وار، بار بار منهنجي غلطين ۽ گناهن تي مونکي ٺوڪين ٿا ۽ ملامت ڪن ٿا، تہ هاڻي تنهنجي اها عمر نہ رهي

آهي، جو تون اهي پنهنجون ارڏايون اجان وڌيڪ جاري رکين. وار اڃا تي ويا آهن. مرڻ جو وقت ويجهو اچي ويو آهي. آخرت ۾ حساب ڪتاب ٿيڻو آهي. ڪجهه خدا جو خوف رکي، هنن اڇن وارن جي لڄ رکندي، هاڻي براين کان پاسو ڪر. پر افسوس جو مون پيريءَ جهڙي نهايت سچي ۽ مخلص دوست جي هن خالص ۽ نيڪ نصيحت تي به پنهنجي بدگماني ظاهر ڪري، ڪانه ڪا تهمت هڻي، رد ڪري ڇڏيو ۽ ان کي قبول ڪونه ڪيو. حالانڪ پيري جي نصيحت بلڪل سچي، خالص ۽ نيڪ هئي. اها هر تهمت ، ملامت ۽ بدگماني کان پاڪ صاف هئي. پر منهنجو اماره نفس ڪونه ڪو بهانو ڏئي، مونکي براين ڪرڻ لاءِ تيار رکندو اچي.

هل هنئين سين هوت ڏي - پيرين پنڌ وسار
قاصيداڻي ڪار ڪين رسائي ڪيچ کي

✪✪✪

هل هنئين سين هوت ڏي سسي ڪڻ م ساڻ
جنين پانيوپاڻ، سي آراڻيا اوري رهيون

✪✪✪

سڪن واري سڌ، متان ڪا مونسان ڪري
اندر جنين اڌ، ڏونگر سي ڏوريندين

✪✪✪

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

# باب پهريون — نفس ۽ شيطان کان بيزاري

(۱۳)

فَاِنَّ اَمَّارَتِیْ بِالسُّوْٓءِ مَا اتَّعَظَتْ
مِنْ جَهْلِهَا بِنَذِيْرِ الشَّيْبِ وَالْهَرَمِ

✪✪✪

نفس امارو جهالت مان برائي ڏي سڏي
ڊپ ڏيارڻ واري پيري جي نصيحت کي ڇڏي

✪✪✪

نفس امارا برائي دا حکم ڏيندا رهي
وت جهالت چون، بزرگي دي نصيحت نان سُڻي

✪✪✪

نفس فرماں دہ بہ بدہا میکند دینم خراب
وز جہالت پند نپذیرد ز پیری و ہرم

✪✪✪

**ترجمو:** منهنجو امارو نفس جيکو براين لاءِ مونکي زوري حکم ڏئي ٿو، اهو پنهنجي جهالت جي ڪري منهنجي پيري ۽ بزرگي واري، ڊپ ڏيارينڙ نصيحت کي قبول نٿو ڪري.

**لفظي معنيٰ: اَمَّارَتِیْ:** مونکي سختي سان حڪم ڪندڙ. اماره مبالغہ جو صيغہ آهي. نفس اماره. سرڪش نفس. **اَلسُّوْٓءِ:** برائي ، بڇڙائي. **اَمَّارَةٌ بِالسُّوْٓءِ:** هي لفظ قرآن حڪيم ۾ نفس اماره لاءِ آيو آهي. جيڪو برائي ڪرائڻ جو سختي سان حڪم ڏيندو آهي. زبردستي برائي ڪرائيندو آهي. **مَا اتَّعَظَتْ:** فعل ماضي مؤنث نفي. نصيحت حاصل نہ ڪئي. **جَهْلِهَا:** پنهنجي جهالت جي ڪري، پنهنجي بيوقوفي جي ڪري. **نَذِيْرِ:** اسم فاعل، برن ڪمن

کان ڊيڄاريندڙ، برائي جي برن نتيجن کان ڊيڄاريندڙ. **الشَّيبِ:** پيري ، بزرگي. **اَلۡهَرَمِ:** پيري، کهن سالي.

**تشريح:** منهنجو سرڪش نفس جيڪو مون کي هميشه برايون ڪرڻ لاءِ، زوري آماده ڪندو رهي ٿو، اهو نفس اماره پنهنجي جهالت ۽ ناداني جي ڪري، منهنجي پيري ۽ بزرگي جي، ان ڊپ ڏياريندڙ نصيحت کي به قبول نٿو ڪري، جيڪا دراصل منهنجي فائدي ۾ آهي، جو ته پيري بار بار برن ڪمن جي برن نتيجن کان ڊيڄاري؛ چڱي راهه اختيار ڪرڻ جي نيڪ ۽ مخلص نصيحت ڪري رهي آهي، پر منهنجو نفس اماره، پنهنجي سرڪشي ۽ جهالت جي ڪري اهڙي نيڪ نصيحت ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي ۽ هو هميشه مونکي براين ڏانهن همٿائيندو رهي ٿو ۽ برايون ڪرائيندو رهي ٿو. ياد رهي ته قرآن حڪيم ۾ نفس اماره براين جو زوري حڪم ڏيندڙ، نفس لوامه براين کان ٽوڪيندڙ ۽ نفس مطمئنه اطمينان ڏياريندڙ، نفس جو ذڪر ٿيل آهي، شاعر هت رڳو نفس اماره جي ڳالهه ڪري ٿو.

## ١٤

**وَ لَا اَعَدَّتۡ مِنَ الۡفِعۡلِ الۡجَمِيۡلِ قِرٰی**
**ضَيۡفٍ اَلَمَّ بِرَأۡسِیۡ غَيۡرَ مُحۡتَشَمِ**

✪✪✪

نيڪ عملن ساڻ ان جي ڪا به مهماني نه ڪئي
گرچه سر ۾ آيو پيري جو مهان مهمان لهي.

✪✪✪

نيڪ عملان نال مهمان دي نه مهماني ڪتس
توڙي پيري دا مهان مهمان متي دي وچ لٿس

✪✪✪

ہم نہ کرد او کار نیکو بہر مہمانی او
برسرم آمد فرود از من نگشتہ محتشم

✪✪✪

**ترجمو:** هن نيڪ عملن سان ان مهمان گرامي جي ضيافت ۽ مهمان داري جي پوري طرح تياري نہ ڪئي. جيڪو مهمان ( اڇا وار ۽ پيري) منهجي سر ۾ بي تڪلف ٿي نازل ٿيو يا هو جنهن وقار ۽ مان جو لائق هيو سو نہ ملڻ باوجود بہ اچي نازل ٿيو.

**لفظي معنيٰ: وَلَا اَعَدَّتْ:** فعل ماضي مؤنث غائب. هن نفس تياري نہ ڪئي، ڪجھ نسخن ۾ هو **اَعَدْتُّ:** ماضي متڪلم بہ آيو آهي. مون تياري نہ ڪئي. **اَلْفِعْلُ الْجَمِيْلُ:** سٺا ڪم، نيڪ ڪم. **قِرٰى:** ضيافت مهماني . **ضَيْفٍ:** مهمان. **اَلَمَّ:** فعل ماضي مذڪر غائب. نازل ٿيو، لهي آيو. **بِرَأْسِيْ:** منهنجي سر ۾. **مُحْتَشَمِ:** المعظم، عزت وارو مانائتو. **غَيْرَ مُحْتَشَمِ:** وقار ۽ مان مطابق نہ هجي، بي تڪلف جي معنيٰ سان بہ اچي ٿو.

**تشريح:** منهنجي نفس ( يا مون) ان محترم ۽ باوقار مهمان (پيري) جو جيڪو منهنجي مٿي ۾ اچي نازل ٿيو. سندس وقار ۽ مان مطابق ضيافت ۽ مهمانداريءَ جو اهتمام نہ ڪيو. حقيقت حال اها هئي تہ هي بزرگي ۽ پيريءَ وارو مهمان نهايت باوقار ۽ معزز هيو. جيڪو منهنجو مهمان ٿي، منهنجي مٿي ۾ اچي لٿو هيو. درحقيقت منهنجي نفس کي گهربو هيو تہ هو اهڙي معزز مهمان جي مان ۾ چڱن ڪمن ۽ نيڪ عملن جي نهايت شاندار ضيافت ۽ مهمانداري جو، سندس مان مطابق اهتمام ڪري ها، پر هن ائين نہ ڪيو ۽ پيري جي اچڻ وقت بہ هو نيڪ ڪمن بدران برن ڪمن ۾ ئي رڌل رهيو. جنهن ڪري هن معزز مهمان يا بي تڪلف مهمان جي خاطر خواھ مهمانداري ٿي نہ سگهي. سر ۾ لهڻ مان مراد آهي تہ وار گهٽو ڪري پهريائين مٿي جا اڇا ٿيندا آهن ان ڪري پيري گويا پهريائين مٿي ۾ نازل ٿيندي آهي يا سر ۾ لهڻ معنيٰ اوچتو اچڻ، جيئن سنڌي زبان ۾ بہ چوندا آهن سر تي سوار ٿي آيو آهي. اوچتو آيو آهي، غير محتشم جو لفظ بي تڪلف جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿئي ٿو ۽ جنهن وقار جي لائق هجي اهو وقار نہ ڏجي تہ بہ غير محتشم سڏبو آهي.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

(۱۵)

لَوْ كُنْتُ اَعْلَمُ اِنِّیْ مَآ اُوَقِّرُهٗ
كَتَمْتُ سِرًّا بَدَا لِیْ مِنْهُ بِالْكَتَمِ

✪✪✪

جيڪڏهن ڄاڻان ها ڏئي سگهندس نہ ان کي عز و آب
مان ڍڪيان ها عيب پنهنجو لائي وارن کي خضاب

✪✪✪

جيڪڏهن سمجهان ها، ڪر سگهسان نہ، اونهندا احترام
وال ڪالي ڪر ڍڪان ها عيب اپڻي مين تمام

✪✪✪

گر بدانستم کہ مہماں را نمیدارم عزیز
کردمے تغییر اسفیدیٔ مویم ازکتم

✪✪✪

**ترجمو:** جيڪڏهن مونکي اهو معلوم هجي ها تہ مان پيري جهڙي معزز مهمان جي مناسب عزت آبرو ڪري نہ سگهندس تہ پوءِ مان ان راز (عيب) کي جيڪو منهنجي اندر اچن وارن جي صورت ۾ ظاهر ٿيوهو، خضاب هٽي لڪائي ڇڏيان ها.

**لفظي معنيٰ: لَوْ كُنْتُ اَعْلَمُ:** فعل مضارع **كَانَ** فعل ناقصي سان، جيڪڏهن مونکي خبر هجي ها. جيڪڏهن مان اهو ڄاڻان ها. **مَآ اُوَقِّرُهٗ:** فعل مضارع وقار ڪان، ان کي وقار ۽ عزت نہ ڏئي سگهندس . **كَتَمْتُ:** فعل ماضي متڪلم. مان لڪايان ها. **سِرًّا** راز ، اچن وارن وارو راز. ڪجھ نسخن ۾ آيو آهي: **دَآئِیْ:** منهنجي بيماري. **بَدَا:** فعل ماضي غائب. ظاهر ٿيو. **كَتَمِ:** خضاب، رنگ.

**تشريح:** جيڪڏهن مونکي اها خبر هجي ها، تہ مان پنهنجي جهالت ۽ بي وقوفي سبب پيري ۽ بزرگي جهڙي معزز مهمان جي، ڇڱن ڪمن ڪرڻ ۽ بڇڙن ڪمن کان روڪجڻ ذريعي، مناسب عزت ۽ احترام ڪري نہ سگهندس يا اهڙو معزز مهمان

جنهن عزت ۽ مان جو لائق آهي، سو ڪيس مهيا ڪري نہ سگهندس، تہ پوءِ مان ان راز ڪي جيڪو اچن وارن جي صورت ۾ منهنجي سر ۾ اچي ويو آهي يا ان بيماري ڪي جيڪا اچن وارن جي صورت ۾ منهنجي مٿي ۾ نازل ٿي آهي ۽ منهنجي پيري ۽ بزرگي جي ظاهر ٿيڻ جو اعلان ڪري رهي آهي، ان ڪي خضاب ڪري لڪائي ڇڏيان ها. تہ گهٽ ۾ گهٽ ان تهمت کان تہ بچي وڃان ها تہ مون پيري جهڙي مهمان ڪي پنهنجي اڪين سان پنهنجي مٿي ۾ ڏٺو ۽ پوءِ بہ ان جي عزت نہ ڪئي.

## ١٦

مَنْ لِـىْ بِـرَدِّ جِمَاحٍ مِـنْ غَوَايَتِهَا

كَمَا يُرَدُّ جِمَاحُ الْـخَيْلِ بِاللُّـجُمِ

✪✪✪

**آهي ڪوئي نفس سرڪش ڪي گناهن کان جهلي**

**جيئن لغام سان سرڪشي گهوڙي جي قابو ٿي ڪجي**

✪✪✪

**نفس سرڪش کون گناهان تون جهلڻ والا ملي**

**گهوڙي سرڪش کون لگام دے نال جيوين کو جهلي**

✪✪✪

**نفس سرکش را ز بے راہی کہ می آرد براہ**

**چوں لگامے اسپ - سرکش آورد از راہ ہم**

✪✪✪

**ترجمو:** ڪو آهي جيڪو منهنجي نفس جي سرڪشي ڪي، جيڪا هو پنهنجي گمراهي سبب ڪري رهيو آهي، اهڙي طرح روڪي سگهي، جهڙي طرح گهوڙي جي سرڪشي لغام سان روڪي ويندي آهي.

**لفظي معنىٰ:** **مَنْ:** ڪو اهڙو ماڻهو آهي. **لِىْ:** مون لاءِ، منهنجي لاءِ. **رَدِّ:** روڪڻ، موٽائڻ. **جِمَاحٍ:** گهوڙي جي سرڪشي، نفس جي سرڪشي. **غَوَايَتِ:** گمراهي. **كَمَا:** جهڙي طرح. **يُرَدُّ:** فعل مضارع مجهول. روڪي وڃي

تي. **اَلْـخَيْلُ**: گهوڙو. **لُجُمِ**: لجام، لغام، لگام.

**تشريح:** ڪو منهنجو اهڙو همدرد ۽ مددگار آهي، جيڪو منهنجي نفس جي سرڪشي کي، جيڪا سندس گمراهي سبب پيدا ٿي آهي، اهڙي طرح روڪي منهنجي قبضي ۾ آڻي ۽ مونکي ان کان بچائي سگهي. جهڙي طرح ڪنهن سرڪش ۽ اڙٻي گهوڙي جي سرڪشي ۽ اڙٻائي لگام ڏيئي روڪي ويندي آهي، ڇوته منهنجو سرڪش نفس به هڪ سرڪش گهوڙي وانگر زوردار ٿي ويو آهي، جيڪو منهنجي قابو ۾ اچڻ کان ٻاهر آهي. هاڻي ان جي سرڪشي ۽ اڙٻائي کان بچائڻ لاءِ ڪير منهنجو مددگار آهي جيڪو منهنجي مدد ڪري سگهي.

(١٧)

**فَلَا تَرُمْ بِالْـمَعَـا صِـيْ كَسْـرَ شَـهْـوَتِـهَا**
**اِنَّ الطَّعَـامَ يُـقَـوِّیْ شَـهْـوَةَ النَّـهَمِ**

✪✪✪

**ڪثرت-عصيان سان گهٽجي ڪونه ٿو شوق- گناه**
**جيئن گهٽي ڪائڻ سان، ڪاڏي جو جنون ٿئي بي پناه**

✪✪✪

**نفس دي خواهش گناهان نال ڪجه گهٽدي نهين**
**جيئن گهٽا ڪائو گهٽي ڪاوڻ تون دل هٽدي نهين**

✪✪✪

**پس مجو بر فعل - عصيان ڪسر شهو تهائے نفس**
**زانڪه قوت مي دهد شهوت طعام اندر شڪم**

✪✪✪

**ترجمو:** تون ائين نه سمجهه ته گناهه گهڻا ڪرڻ سان نفس ۾ گناهن ڪرڻ جي خواهش گهٽجي ويندي. ( گناهن ڪان هن جو پيٽ پرجي ويندو) پر اها ويتر وڌندي ويندي، جهڙي طرح گهڻي ڪائڻ سان ڪاڏي ڪائڻ جو حرص اجان وڌيڪ تيندو آهي.

**لفظي معنیٰ: لَا تَرُمْ:** فعل نهي. تون اهو نہ سمجھہ ، تون اهو ارادو نہ ڪر، ائين نہ چاهہ. **اَلْـمَعَاصِيُ:** گناهہ، ڏوهہ. **ڪَسْرَ:** ڀڃڻ ، ٽوڙڻ، ختم ڪرڻ. **شَهْوَةِ:** خواهش. **اَلنَّـهَمِ:** وڌيڪ کائڻ جو حرص.

**تشريح:** جيڪڏهن تون پنهنجي نفس جي سرڪشي ختم ڪرڻ گهرين ٿو، تہ پوءِ تون اهو خام خيال پنهنجي دل ۽ دماغ مان ڪڍي ڇڏ تہ گناهن جي گهٽي ڪرڻ سان تنهنجو نفس آخرڪار وڌيڪ گناهہ ڪرڻ جي خواهش ڇڏي ڏيندو ۽ گهڻا گناهہ ڪري ڪري هن جو پيٽ ڀرجي ويندو. هو وڌيڪ گناهہ ڪرڻ تي آماده نہ ٿيندو ۽ گناهہ ڪرڻ جي خواهش بلڪل ڇڏي ڏيندو. اهو سوچڻ بلڪل اهڙي طرح غلط آهي، جهڙي طرح گهٽي کائڻ سان کاڌي کائڻ جي خواهش گهٽبي نہ آهي، پر اجان بہ وڌيڪ ٿيندي آهي. جوتہ گناهہ ڪرڻ سان نفس وڌيڪ طاقت ور ٿيندو آهي ۽ جيترا گهڻا گناهہ ڪبا اوترو وڌيڪ مضبوط ٿيندو. تنهن ڪري نفس تي ڪنٽرول ڪري ڪيس گناهن کان روڪڻ گهرجي.

### ۱۸

وَالنَّـفْـسُ كَالطِّـفْـلِ اِنْ تُهْمِلْـهُ شَبَّ عَلٰى
حُبِّ الرِّضَاعِ وَ اِنْ تَـفْـطِمْـهُ يَنْـفَطِمِ

✪✪✪

خواهشن ۾ نفس آهي مثل طفل - شير خوار
تيج نہ ڇڏرايو جواني ۾ بہ چاهيندو پيار

✪✪✪

ٻال وانگر عادتان وچ، نفس پيي هے بے عنان
تيج نہ روڪو، پيندا رهسي، ٿي وڃي بيشڪ جوان

✪✪✪

نفس چوں طفل است گر شيرش دہی دائم خورد
ورنہ شيرش بازداری او نخواہد هيچ دم

✪✪✪

**ترجمو:** نفس جو مثال ٻار وانگر آهي، جيڪڏهن ٻار کي ڇڏي ڏبو تہ جواني تائين ماءُ جي ٿڃ ( کير) پيئندو رهندو. پر جيڪڏهن (ننڍي هوندي ئي) ان جي ٿڃ ڇڏرائبي تہ هو کير پيئڻ ڇڏي ڏيندو.

**لفظي معنيٰ: اِنْ تُهْمِلْـهُ:** فعل مضارع جو شرطيہ جملو آهي. جيڪڏهن تون ان کي ڇڏي ڏيندين. **شَبَّ:** فعل ماضي غائب. جوان ٿيو. **رِضَاع:** ماءُ جو کير پيئڻ، ٿڃ پيئڻ. **اِنْ تَفْـطِمْهُ:** جملو شرطيہ آهي، فعل مضارع. جيڪڏهن تون ٻار جو کير ڇڏرائيندين، ٿڃ بند ڪرائيندين. **يَنْـفَطِمِ:** هو ( ٻار) کير پيئڻ بند ڪري ڇڏيندو. ٿڃ وٺڻ بند ڪري ڇڏيندو.

**تشريح:** نفس جو حال بہ بلڪل ننڍڙي کير پياڪ ٻار جي مثال آهي. جهڙي طرح اوهان ڪنهن ننڍي ٻار کي ٿڃ پيارڻ بند نہ ڪريو تہ هو ماءُ جو کير پيئندو رهندو ۽ جواني تائين ٿڃ وٺڻ جي خواهش رکندو. بلڪل اهڙي طرح نفس بہ پنهنجي خواهش جو غلام هوندو آهي، جيڪڏهن اوهان سندس گناهہ ڪرڻ واري عادت کي روڪڻ جي ڪوشش نہ ڪندا تہ هو وڌيڪ گناهہ ڪرڻ جو خواهش مند رهندو ۽ اهڙي طرح گناهن ۾ پلجي ٻار مان جوان ٿي ويندو. پر جيڪڏهن هن کي گناهہ ڪرڻ کان روڪي ڇڏيندؤ تہ هو رڪجي ويندو ۽ وڌيڪ گناهن جي خواهش نہ ڏيکاريندو. جهڙي طرح ٻار کي بہ ماءُ جي ٿڃ پيارڻ کان روڪبو آهي تہ هو بہ چار ڏهاڙا خواهش ڏيکاري آخرڪار ان جي تمنا ڇڏي ڏيندو آهي، بلڪل اهڙي طرح نفس کي بہ گناهن کان روڪبو تہ هو آخرڪار رڪجي ويندو. پر جيڪڏهن ٿڃ بند ڪرڻ بدران ٿڃ ڏيڻ جو سلسلو جاري رکبو تہ پوءِ ٻار جواني تائين ٿڃ پيئڻ جي خواهش رکندو ايندو. ان ڪري سٺو آهي تہ شروع ۾ ئي نفس جو علاج ڪجي ۽ کيس وڌيڪ گناهہ ڪرڻ کان روڪڻ گهرجي تہ جيئن گناهن جو عادي ٿي جوان نہ بڻجي وڃي.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

(١٩)

فَاصْرِفْ هَوَاهَا وَ حَاذِرْ اَنْ تُوَلِّـيَهُ
اِنَّ الْـهَوٰى مَا تَـوَلّٰـى يُصْمِ اَوْ يَصِمِ

✪✪✪

نفس جي خواهش کي قابو رک نہ کر بااختيار
چوتہ ماري يا ٽي کاري، جنهن تي خواهش ٿي سوار

✪✪✪

نفس دي خواهش کون کر قابو نہ ڏينوس اختيار
يا تہ مارس، يا تہ کارس، جنهن تي خواهش ٿي سوار

✪✪✪

باز گيرش از ہوا بر خود ہوا حاکم مکن
چون ہوا حاکم شود دينت پسد يا گشت کم

**ترجمو:** تون نفس جي خواهش کي روڪ ۽ ان کي پنهنجو حاڪم بنائڻ کان بچندو رهہ. ڇوتہ خواهش جڏهن حاڪم بڻجي وڃي تہ پوءِ يا هلاڪ ڪري ٿي ڇڏي يا عيبدار بڻايو ڇڏي.

**لفظي معنيٰ: اَصْرِفْ :** فعل امر. هڪ طرف کان ٻئي طرف ڦيري ڇڏ. ختم ڪر، روڪي ڇڏ. **هَوَاهَا:** ان نفس جي خواهش . **حَاذِرْ:** فعل امر. دپ ڪر، بچاءُ ڪر، پاڻ کي بچاء.**اَنْ تُوَلِّـيَهُ:** فعل مضارع حاضر. تون ان کي پنهنجو والي يا حاڪم بڻائين. ان کي بااختيار ڪرين . **مَا تَـوَلّٰـى:** فعل ماضي. جنهن ان کي والي يا حاڪم بڻايو. **يُصْمِ:** فعل مضارع. اصل ۾ يصمي هو. شڪار کي ماري ٿو، ختم ڪري ٿو، **يَصِمِ:** فعل مضارع وصم کان. عيبدار ڪري ٿو، ڪاري ٿو.

**تشريح:** جڏهن توکي بڇڙي نفس جي اصل حقيقت معلوم ٿي وئي آهي تہ هو برن ڪمن کان روڪجڻ سان رڪجي وڃي ٿو ۽ نہ روڪڻ يا ڪيس ڍگهي مهار

ڏيڻ سان وڌيڪ ارڏو ۽ سرڪش ٿئي ٿو ۽ گناهه ڪرڻ لاءِ وڌيڪ آماده ٿئي ٿو تہ پوءِ توکي پنهنجي نفس جي معاملي ۾ نهايت احتياط سان ڪم وٺڻ گهرجي. ان کي پنهنجي مٿان حاڪم ۽ والي بنائڻ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي. ڇوتہ جنهن تي بہ نفس غالب ٿي ويو ۽ کيس پنهنجي حڪمراني ۾ هلائڻ لڳو تہ پوءِ هو ان کي يا تہ هميشه هميشه لاءِ ماري ختم ڪري ڇڏيندو يا کيس مختلف گناهن ۾ وڪوڙي عيبدار ۽ داغدار بڻائي ڇڏيندو. تنهن ڪري شروع کان ئي نفس جي خواهش کي هر حالت ۾ پورو ٿيڻ نہ ڏجي ۽ ان کي پنهنجي قابو ۾ رکجي.

٢٠

وَ رَاعِهَا وَهِيَ فِي الْاَعْمَالِ سَآئِمَةٌ
وَّ اِنْ هِيَ اسْتَحْلَتِ الْمَرْعٰى فَلَا تُسِمِ

✪✪✪

شوق سان بيشڪ چڱاين جي چراگاهہ ۾ چري
جيڪڏهن ان مان مزو ماڻي، تہ رک ان کان پري

✪✪✪

نيڪ عملان دے چراگاہ وچ يلي چردا رهي
روڪ اونهن ڪون، جي مزي گهن گهن اٿان ڦردا رهي

✪✪✪

نفس را مقهور کن چوں در عمل جولاں کنی
وربہ چيزے انس گيرد باز دارش از ستم

✪✪✪

**ترجمو:** جڏهن نفس نيڪ ڪمن جي چراگاهہ ۾ چري رهيو هجي تہ تون ان جي نگراني ڪر ۽ مٿس نظر رک . کيس يلي چرڻ ڏي. پر جڏهن تنهنجو نفس نيڪ عملن مان مزو ۽ چس حاصل ڪرڻ لڳي تہ پوءِ تون ان کي ان کان روڪي ڇڏ ۽ کيس چرڻ نہ ڏي.

**لفظي معنيٰ: رَاعِهَا:** فعل امر. ان کي چرڻ ڏي، ان کي چرندي ڏسندو رهہ،

ان تي نظر رک. **اَلْاَعْمَالِ:** جمع عمل جو. مراد نيڪ عمل. **سَآئِمَةٌ:** اسم فاعل. چرندڙ. **اِسْتَحْلَتْ:** فعل ماضي. شيرين ۽ لذيذ سمجهي مزو حاصل ڪري. **اَلْمَرْعٰى:** چراگاهه، وي. **لَا تُسِمِ:** فعل نهي. نه چرڻ ڏي.

**تشريح:** جڏهن تنهنجو نفس نيڪين ۽ چڱاين جي چراگاهه ۾ چري رهيو هجي يعني خوب نيڪيون ڪري رهيو آهي ته پوءِ تون ان کي بلاشڪ انهن نيڪين جي چراگاهه ۾ چرڻ ڇڏي ڏي. پر تون ان تي پنهنجي پوري طرح نظر داري ڪندو رهه. ڇوته جڏهن تون اهو محسوس ڪرين ته هاڻي تنهنجو نفس انهن نيڪين مان به ڪا لذت حاصل ڪري رهيو آهي ۽ پنهنجي مفاد لاءِ ناجائز فائدو حاصل ڪري، مزو ماڻي خوب موٽو ۽ تڪڙو ٿي رهيو آهي ته پوءِ توکي اهڙين نيڪين جي چراگاهه ۾ چرڻ جي اجازت ڏيڻ بدران کيس روڪڻو پوندو. ڇوته ڪڏهن نفس عبادت ۽ نيڪين ۾ به رياڪاري ۽ خود نمائي جهڙي بدخواهش پيدا ڪري پاڻ کي موٽومتارو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ ان عبادت جو اجر ملڻ بدران الٽو ڏوهه لکجڻ شروع ٿي ويندا آهن ۽ اهو ئي نفس جو اصل مقصد هوندو آهي، ان ڪري ڪنهن به صورت ۾ نفس کي تازو توانو ۽ موٽو متارو ٿيڻ نه ڏجي. جهڙي طرح گناهه ڪرڻ وقت کيس روڪجي، اهڙي طرح عبادت مان جڏهن هو چس حاصل ڪرڻ لڳي ته ان کان به بچڻ گهرجي.

**عارف ۽ عشاق پسڻ گهرن پرينءَ جو**
**جنت جا مشتاق ايان اورانهان ٿيا**

✪✪✪

**مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

✪✪✪

۲۱

## كَمْ حَسَّنَتْ لَذَّةً لِلْمَرْءِ قَاتِلَةً
## مِنْ حَيْثُ لَمْ يَدْرِ اَنَّ السَّمَّ فِى الدَّسَمِ

✪✪✪

نفس، مهلڪ لذتن کي خوشنما تاهيو ڇڏي
تربتر کاڌي ۾ گويا زهر اڇلايو ڇڏي

✪✪✪

نفس، قاتل لذتان ڪون پيي سٺا اهدا رهي
زهر، سٺيي ڪاڌي دي وچ چڻ ملا ڏيندا رهي

✪✪✪

لذتے کاں با مضرت باشد آرايد بخلق
آنچناں کو در نيابد ايں کہ زہر اندر دسم

✪✪✪

**ترجمو:** نفس اڪثر اهڙي لذت کي پسند ڪندو آهي، جيڪا انسان لاءِ موتمار هوندي آهي، جهڙي طرح انسان کي اها خبر نہ هوندي آهي تہ سٺيپ وارن ۽ تربتر کاڌن ۾ ڪو زهر پيل آهي.

**لفظي معنيٰ:** **كَمْ**: اڪثر، گهڻو. **حَسَّنَتْ**: فعل ماضي تحسين ڪان. پسند ڪيائين. **لِلْمَرْءِ** : مرد لاءِ ، ماڻهوءَ لاءِ. **قَاتِلَةً**: اسم فاعل موتمار ، مارينڌڙ ، قاتل . **مِنْ حَيْثُ**: جهڙي طرح، جيئن. **لَمْ يَدْرِ**: فعل مضارع نفي جحد. نہ ڄاتائين، خبر نہ هيس. **اَلسَّمَّ**: زهر. **فِى الدَّسَمِ**: سٺيي ڪاڌي ۾، مرغن غذا ۾.

**تشريح:** نفس نامراد ڪيترائي پيرا ماڻهن جي نظرن ۾ اهڙين لذتن کي جيڪي دراصل انسان لاءِ قاتل آهن، نهايت سينگاري سنواري ۽ خوشنما بڻائي، انهن آڏو پيش ڪري ٿو، جنهن سبب ماڻهو ان جي ظاهري سونهن سوڀيا تي موهجي، انهن

لذتن کي حاصل ڪرڻ لاءِ تن من جي بازي لڳائي ڇڏين ٿا. حالانڪ انهن شين جي ظاهري زيب و زينت، رونق ۽ رعنائي، اهڙي طرح خطرناڪ ۽ دوکو ڏيندڙ آهي جهڙي طرح ڪنهن کي اها خبر نہ هجي تہ مرغن کاڌي ۾ زهر مليل آهي. هو ان کاڌي جي ظاهري ڪشش کي ڏسي کائڻ شروع تو ڪري. پر اهو مرغن ۽ سٺي وارو لذيذ کاڌو جنهن ۾ زهر مليل آهي، آخرڪار کائيندڙ جي لاءِ موتمار ثابت ٿو ٿئي. اهڙي طرح نفس پاران بہ پرڪشش ۽ خوشنما شيون ۽ لذتون ظاهري طرح تہ برابر نهايت وڻندڙ لڳن ٿيون، پر اهي اصل ۾ زهر قاتل برابر آهن، جيڪي آخرڪار موتمار ثابت ٿين ٿيون. جيڪو نفس جي خواهش موجب انهن کي پنهنجي لاءِ پسندڪري ٿو، گويا نفس جون پسنديده ۽ لذيذ شيون دراصل انسان لاءِ موتمار ۽ قاتل آهن.

## ٢٢

**وَ اخْشَ الدَّسَائِسَ مِنْ جُوْعٍ وَّ مِنْ شِبَعٍ**
**فَرُبَّ مَخْمَصَةٍ شَرٌّ مِّنَ التُّخَمِ**

✪✪✪

**بک هجي يا ڍؤ، ٻنهي جي مڪر کان ڪر اجتناب**
**ڪجهہ بکون بدهاضمي کان پيي زياده ٿيون خراب**

✪✪✪

**بک تے ڍؤ دي، تون ڳجهان مڪران ڪٹون پيي آپ پل**
**بک ڪٹون بدهاضمي پيي هي پيلي ڪنهن ڪنهن مهل**

✪✪✪

**تو بترس از حیلہ ہائے نفس چوں جوع و شبع**
**گاہ باشد گشنگی بدتر ز سیری و تخم**

✪✪✪

**ترجمو:** نفس جي ان برن وسوسن ۽ ڳجهن مڪرن کان هميشه ڊڄ، جيڪي بک يا ڍؤ جي ڪري پيدا ٿين ٿا. ڇوتہ ڪيترا ڀيرا بک ڪاٽڻ بہ نفس لاءِ گهٽي

کائڻ سبب بدهضمي ٿيڻ کان بہ وڌيڪ خراب هوندي آهي.

**لفظي معنیٰ: اِخْشَ:** فعل امر خشية کان. ڊپ ڪر، ڊڄ، پاڻ کي محفوظ رک. **اَلدَّسَائِسَ:** جمع آهي دسيسه جو، دل ۾ برن خيالن جو اچڻ. مڪر ۽ فريب سان سوچڻ. **جُوْعٍ:** بک . **شِبَعٍ:** پيٽ ڀري کائڻ، گهڻو کائڻ . **رُبَّ :** اڪثر، ڪيترا ڀيرا. **مَخْمَصَةٍ:** بکيو رهڻ ، بک کائڻ. **شَرٌّ:** خراب. **اَلتُّخَمِ:** گهڻو کائڻ، بدهاضمي ٿيڻ.

**تشريح:** تون پاڻ کي نفس جي انهن ڳجهن چالن، وسوسن ۽ مڪرن کان هميشہ محفوظ رک ۽ ڊڄندو رهہ. جيڪي ڪڏهن گهٽي بک ڪاٽڻ يا گهڻو پيٽ ڀري کائڻ جي ڪري پيدا ٿين ٿا، ڇوتہ نفس ٻنهي صورتن ۾ انسان کي گمراهہ ڪرڻ لاءِ ڪانہ ڪا راهہ ڳولي ڪڍي ٿو. جيتوڻيڪ نفس کي بکون ڏيڻ چڱي شيءِ آهي، پر جيڪڏهن ان بک مان بہ پنهنجي لاءِ ڪا راهہ ڳولي وٺي تہ پوءِ اهڙي بک کان بہ پرهيز ڪرڻ گهرجي. ڇوتہ ڪڏهن رياڪاري ۽ خود نمائي واريون بکون، جن سان نفس موٽو متارو ٿو ٿئي، بک نہ ڪاٽڻ کان خراب آهن. تنهڪري اهڙي بک دراصل ان بدهاضمي يا وڌيڪ کائڻ کان بہ خطرناڪ آهي، جنهن بک سبب نفس متارو ۽ روح ڪمزور ٿو ٿئي، ان ڪري بک ڪاٽڻ يا کاڌي کائڻ وقت هميشہ نفس تي نظر رکڻ گهرجي تہ هو ان بک يا ڍؤ مان پنهنجي لاءِ ڪو خاص فائدو تہ حاصل نہ ڪري رهيو آهي، جيڪڏهن ائين هجي تہ پوءِ نفس جي خوشين کي ختم ڪرڻ لاءِ ان بک کان بہ بچڻ گهرجي. هميشہ اهو خيال رهي تہ انسان جو نفس سندس نيڪي مان پنهنجي لذت جو سامان نہ ٺاهي سگهي. جيڪڏهن ائين ٿيو تہ پوءِ اها نيڪي ۽ بک ڪاٽڻ واري مشق، سڀ بيڪار ۽ بي سود آهن.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

٢٣

وَاسْتَفْرِغِ الدَّمْعَ مِنْ عَيْنٍ قَدِ امْتَلَأَتْ
مِنَ الْمَحَارِمِ وَالْزَمْ حِمْيَةَ النَّدَمِ

✪✪✪

روئي روئي صاف ڪر اکڙيون گناهن ساڻ پر
رک پشيماني سندي، پرهيز لازم عمر ڀر

✪✪✪

خوب رو رو صاف ڪر، اکيان گناهان نان ڀريل
رک پشيماني سندي پرهيز لازم هر محل

✪✪✪

پس ببار از ديدگاں اشکت که چشمت پر شده
از محارم پس ملازم شو بدرگاه - ندم

✪✪✪

**ترجمو:** جيڪا اک حرام ۽ غير شرعي شين جي ڏسڻ سان ٽمٽار ٿي چڪي آهي، ان کي ڳوڙها ڳاڙي ڳاڙي صاف ۽ خالي ڪر. توبه ۽ پشيماني جي پرهيز کي هميشہ لازم بڻائي ڇڏ.

**لفظي معنیٰ: اِسْتَفْرِغْ:** فعل امر . وهائي ڇڏ، جاري ڪري ڇڏ. **اَلدَّمْعَ:** ڳوڙها، لڙڪ. **عَيْنٍ:** اک. **قَدِ امْتَلَأَتْ:** فعل ماضي. جيڪا ٽمٽار ٿي چڪي آهي، جيڪا ڀرجي وئي آهي، لبريز ٿي وئي آهي. **مِنْ:** کان. **اَلْمَحَارِمِ:** حرام ، ناشائستہ، غير شرعي ۽ ناجائز. **اَلْزَمْ :** فعل امر . لازم ڪر . **حِمْيَةَ:** پرهيز، بچاء. **نِدَمِ:** شرمساري، توبه، ندامت.

**تشريح:** تنهنجي اک جيڪا حرام، ناجائز ۽ غير شرعي شين جي ڏسڻ سان ٽمٽار ۽ لبريز ٿي چڪي آهي ۽ هر وقت رڳو حرام، ممنوع ۽ ناجائز شين جي ڏسڻ ۾ رڌل آهي. تون پنهنجن انهن گنهگار اکڙين کي خدا وند ڪريم جي حضور

۾ روئي روئي ڳوڙهن سان ڌوئي صاف ڪر. اڪثر انسان پنهنجي اکڙين جي ڏوهن ۾ مبتلا هوندو آهي ۽ هو ائين سمجهندو آهي ته مان رڳو ڏسان ٿو. ڪريان ته ڪجهه ڪونه ٿو. پوءِ ان ۾ ڪهڙو حرج آهي. حالانڪ اکڙين کي به اها اجازت نه آهي ته هو حرام ۽ ممنوع شين ڏانهن ڏسنديون رهن. جهڙي طرح ارشاد باري تعاليٰ آهي ته "وَاللّٰهُ يَعْلَمُ خَائِنَةَ الْاَعْيُنِ" ( الله تبارڪ وتعاليٰ اکڙين جي خيانت کان واقف آهي) اکڙين سان جيڪڏهن ڪو ممنوع ڪم ڪبو ته، ان جو حساب ڪتاب ضرور ڏيڻو پوندو. ان ڪري سڄي عمر تو پنهنجن اکڙين کي ممنوع ۽ حرام ڪمن سان لبريز ڪري ڇڏيو آهي، هاڻي ان جو علاج صرف اهو آهي ته خدا جي آڏو دل جي سچائي ۽ گهرائي سان توبه تائب ٿي، پنهنجي گناهن جي معافي وٺ ۽ اکڙين مان ايترو نير وهاءِ جو اهي تنهنجي اکڙين ۾ موجود گناهن کي ڌوئي صاف ڪري ڇڏي. ان کان پوءِ تون اها توبه ۽ شرمساري واري پرهيز ۽ ڪري پنهنجي لاءِ هميشه لازم ۽ ضروري بڻائي ڇڏ.

## ٢٤

### وَ خَالِفِ النَّفْسَ وَالشَّيْطَانَ وَاعْصِهِمَا
### وَ اِنْ هُمَا مَحَضَاكَ النُّصْحَ فَاتَّهِمِ

✪✪✪

**نفس و شيطان جو مخالف ٿج ، نه ٿي طاعت گذار**
**پل نصيحت نيڪ ڪن پر تون غلط سمجهي ڌڪار**

✪✪✪

**نفس تي شيطان دا هرگز نه ٿي طاعت گذار**
**او نصيحت نيڪ آکن، پر نه کر تون اعتبار**

✪✪✪

**برخلاف - نفس و شيطاں باش فرمانش مبر**
**ور نصيحت ميڪنندت قول شاں داں متهم**

✪✪✪

**ترجمو:** تون نفس ۽ شيطان جي مخالفت ڪر ۽ سندن ڪڏهن به چوڻ نه مڃ. جيڪڏهن اهي ٻئي توکي خالص ۽ سچي نصيحت به ڪن ته به ان کي ڪوڙو سمجهي ڇڏي ڏي.

**لفظي معنيٰ: خَالِفْ:** فعل امر آهي مخالفت ڪان. مخالفت ڪر. **وَاعْصِهِمَا:** انهن ٻنهي جي نافرماني ڪر. **اِعْصِ:** فعل امر عصيان گان آهي. **مَحَضَاكَ:** توکي محض خالص ۽ سچي (نصيحت) ڪن . **اَلنُّصْحَ:** نصيحت، وعظ. **اِتَّهَمِ:** ان کي تهمت ڏئي رد ڪر، ڪوڙو سمجهي، تهمت ڏئي رد ڪر.

**تشريح:** تون نفس ۽ شيطان جي پوري طرح مخالفت ڪر ۽ انهن ٻنهيءَ جو ڪنهن به صورت ۾ چوڻ نه ڪر. بلڪ سندن نافرماني ڪر. ڀلي هو توکي ڪجهه به چون، انهن جي اطاعت ڪرڻ بدران سندن انحرافي ڪندو رهه. ڇوته اهي ٻئي تنهنجا ازلي دشمن آهن ۽ انهن کان توکي ڪڏهن به ڇڱائي نصيب نه ٿيندي. توڙي ڪٿي اهي تنهنجا سجڻ ٿي توکي نيڪ نصيحت به ڪن ۽ ڪنهن نيڪي جي ڪم جي دعوت به ڏين ته به تون ان کي پنهنجن ازلي دشمنن جي چال ۽ مڪر سمجهي، قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏ. هنن جي دام کان هميشه بچندو رهه. ڇوته هي تنهنجا ازلي ويري آهن. هنن کان ڪڏهن به ڇڱائي ٿي نه سگهندي. تنهنڪري هنن جي ڄار ۾ ڦاسڻ کان هميشه پاڻ کي بچائي رک.

منڪر ۽ نڪير کي جڏهن ڏٺائين
اڳيان اٿي ان کي پنهون پڇيائين
ادا اهائين ڪو وئو ساٿ سڄڻ جو

✪✪✪

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

۲۵

وَ لَا تُطِعْ مِنْهُمَا خَصْمًا وَّلَا حَكَمًا
فَاَنْتَ تَعْرِفُ كَيْدَ الْخَصْمِ وَالْحَكَمِ

✪✪✪

تنهنجا منصف يا مخالف تي اچن انڪار ڪر
مڪر منصف ۽ مخالف جا تو ڄاڻين خوبتر

✪✪✪

هوو ڀ منصف يا مخالف ڪر نہ تون آڪڻ قبول
مڪر منصف تي مخالف دي ڪرن تيڪون ملول

✪✪✪

ترک کن فرمان ایشاں خصم، باشند یا حکم
زانکہ می دانی تو مکر - خصم و ہم مکر - حکم

✪✪✪

**ترجمو:** نفس ۽ شيطان يلي دشمن جي روپ ۾ اچن يا ثالث، ٺياڪڙ ۽ منصف بڻجي اچن، هر حالت ۾ تون انهن جي اطاعت ڪرڻ ۽ ڳالهہ مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏ، ڇوتہ تون اهڙن مخالفن ۽ منصفن جي مڪر ۽ فريب کي چڱي طرح ڄاڻين ٿو.

**لفظي معنيٰ: لَا تُطِعْ:** فعل نهي اطاعت ڪان، اطاعت نہ ڪر، چوڻ نہ مڃ، تابعداري نہ ڪر. **مِنْهُمَا:** انهن ٻنهي مان (نفس ۽ شيطان مان) **خَصْمًا:** مخالف، دشمن، لڙاڪو. **حَكَمًا:** منصف، ثالث، ٺياڪڙ. **تَعْرِفُ:** فعل مضارع حاضر. تون ڄاڻين ٿو، توکي معلوم آهي. **كَيْدَ:** مڪر ، چال، فريب. **اَلْخَصْمِ** : دشمن، مخالف، جهيڙالو.

**تشريح:** تون نفس توڙي شيطان ٻنهيءَ جي ڪنهن بہ صورت ۾ تابعداري ۽ اطاعت قبول نہ ڪجانءِ ۽ انهن جي چوڻ ۾ هرگز نہ اچجانءِ. يلي اهي ٻئي تنهنجا مخالف ٿي، سامهون اچن يا هو منصف ۽ ثالث بڻجڻ جي ڪوشش ڪن. پر تون

هر حالت ۾ انهن ٻنهيءَ کان پاڻ کي بچائي رکڻ جي ڪوشش ڪر، ڇوته اهي ٻئي، نفس توڙي شيطان تنهنجا ازلي ويري آهن ۽ انهن کان ڪڏهن به ڇڱائي جي اميد رکڻ اجائي آهي. هو پلي ڪهڙو به ويس بدلي اچن. تون پاڻ کي انهن جي دام کان بچائي رک. ڇوته تون انهن ٻنهي جي دشمني توڙي منصف ٿي اچڻ واري چال ۽ مڪر کي چڱي طرح ڄاڻين ٿو. اهي ٻئي وڏا مڪار آهن، جنهن رنگ ۾ به اچن ، دشمن ٿي ايندا.

## ٢٦

**اَسْتَغْـفِرُ اللّٰهَ مِنْ قَـوْلٍ بِلاَ عَمَـلٍ**
**لَّقَدْ نَسَبْتُ بِهٖ نَسْلاً لِّـذِیْ عُقُمٖ**

✿✿✿

**تو چوان استغفر الله بي عمل گفتار کان**
**سنڍ عورت کي ڪجي منسوب جيئن ڪنهن ٻار سان**

✿✿✿

**بي عمل گفتار تون، الله شل ڏيوے پناهہ**
**جيوين نسبت ٻال دي ڪنهن سنڍ عورت ڏي گناهہ**

✿✿✿

**مى کنم استغفر الله از کلام - بے عمل**
**بچہ مى خواہم ازاں زن گو بود صاحب عقم**

✿✿✿

**ترجمو:** مان الله رب العالمين جي بارگاهہ مان اهڙي قول ۽ گفتار جي معافي گهران ٿو، جنهن تي مان پاڻ عمل نٿو ڪريان. دراصل قول بنا عمل بلڪل اهڙي طرح آهي جهڙي طرح ڪنهن سنڍ عورت ڏانهن اولاد جي نسبت ڪجي.

**لفظي معنیٰ: اَسْتَغْـفِرُ اللّٰهَ:** مان الله کان معافي گهران ٿو، توبه ڪيان ٿو، بخشش گهران ٿو. **اَسْتَغْـفِرُ:** فعل مضارع متڪلم آهي. **نَسَبْتُ:** فعل ماضي متڪلم. مون نسبت ڪئي، مون منسوب ڪيو. **عُقُمٖ:** سنڍ عورت، جنهن ۾

اولاد ڄڻ جي صلاحيت نہ هجي.

**تشريح:** مان هميشه پنهنجي رب کان اها دعا گهران ٿو ۽ معافي گهران ٿو تہ هو مونکي اهڙي گفتار ۽ قول کان پنهنجي حفاظت ۽ پناهہ ۾ رکي، جنهن تي مان پاڻ عمل ڪرڻ کان قاصر آهيان. گويا آءٌ ٻين کي نصيحت ڪريان پر مان پاڻ ان جي ابتڙ ڪم ڪريان. جيڪو وڏو گناهہ آهي. مون کي ڊپ ٿو ٿئي تہ مان قرآن حڪيم جي هن ارشاد هيٺ گرفت ۾ نہ اچان. "**اَ تَأمُرُوْنَ النَّاسَ بِالْبِرِّ وَ تَنْسَوْنَ اَنْفُسَكُمْ**" ڇا ٻين کي تہ نيڪي جو حڪم ڪريو ٿا پر اوهان پاڻ غفلت ۾ رهو ٿا. "**لِمَ تَقُوْلُوْنَ مَا لَا تَفْعَلُوْنَ كَبُرَ مَقْتًا عِنْدَ اللّٰهِ اَنْ تَقُوْلُوْا مَا لَا تَفْعَلُوْنَ**" (اهڙي ڳالهہ ڇو ٿا چئو جيڪا اوهان پاڻ ڪونہ ٿا ڪريو. خدا وٽ اهو وڏو گناهہ آهي تہ اهڙي ڳالهہ چئو جيڪا پاڻ نہ ڪريو.) قول بلا عمل بلڪل اهڙي طرح آهي جهڙي طرح سنڍ عورت ڏانهن، جنهن کي اولاد پيدا ڪرڻ جي صلاحيت نہ هجي، ڪنهن ٻار يا اولاد جي نسبت ڪجي. جيڪڏهن اها ڳالهہ غلط ۽ ناممڪن آهي تہ پوءِ اهڙي طرح گفتار بنان ڪردار جي بہ بلڪل غلط ۽ ناروا آهي. گويا شاعر هاڻي اهو محسوس ٿو ڪري تہ هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ٻين کي تہ خوب نصيحت ڪئي آهي، پر پاڻ ان تي عمل ڪونہ ڪيو آهي. ان ڪري هو پنهنجي هن فعل تي شرمسار ٿي، ان کان بيزاري ظاهر ڪري ٿو ۽ پنهنجي رب کان معافي گهري ٿو.

## ٢٧

**اَمَرْتُكَ الْخَيْرَ لٰكِنْ مَّا ائْتَمَرْتُ بِهٖ**
**وَ مَا اسْتَقَمْتُ فَمَا قَوْلِیْ لَكَ اسْتَقِمِ**

✪✪✪

**توکي نيڪي جو چيم پر پاڻ نيڪي کان پري**
**راهہ کان ڀٽڪيل، ٻين جي رهبري کهڙي ڪري**

✪✪✪

**ڏس ڏنم نيڪي ڏاتيڪون، مين نہ خود نيڪي ڪران**
**راهہ تون بي راهہ خود، رستا توسان ڪون ڪيئن ڏسان**

✪✪✪

امر کردم من بخیرت خود نہ کردم ہیچ چیز
راستی در دیں نہ کردم پس چہ سود از گفتنم

✪✪✪

**ترجمو:** توکي تہ ڀلائي ڪرڻ لاءِ چيو پر مون پاڻ ان تي عمل ڪونہ ڪيو. جڏهن مان پاڻ ان تي قائم رهي نہ سگهيس تہ پوءِ توکي ان تي قائم رهڻ لاءِ چوڻ جو ڪهڙو فائدو؟ يا جڏهن مان پاڻ سڌي رستي تي نہ ٿو هلان تہ پوءِ توکي اهو چوڻ تہ تون سڌي رستي تي هل. ان جو ڪهڙو فائدو .

**لفظي معنيٰ: اَمَرْتُكَ:** فعل ماضي متڪلم. مون توکي چيو، مون توکي حڪم ڏنو. **اَلْـخَيْرَ** : چڱائي ، نيڪي. **مَا ائْـتَمَرْتُ:** فعل ماضي منفي متڪلم، مون پاڻ حڪم نہ مڃيو، مون پاڻ ائين نہ ڪيو. **مَا اسْتَقَمْتُ:** فعل ماضي متڪلم استقامه کان. پاڻ قائم رهي نہ سگهيس، مان پاڻ سڌي راهہ تي هلي نہ سگهيس. **فَمَا قَوْلِيْ:** پوءِ منهنجي چوڻ جو ڇا فائدو. **لَكَ:** توکي. **اِسْتَقِمِ:** فعل امر ، قائم رهہ، سڌي راهہ تي هل.

**تشريح:** مون توکي نيڪي ڪرڻ جو حڪم تہ ڏنو. پر مان پاڻ ان نيڪي ڪرڻ کان قاصر رهيس ۽ جيڪي ڪجهہ توکي چيم اهو مان پاڻ ڪري ڪونہ سگهيس. اهو وڏو ڏوهہ آهي. جڏهن مان پاڻ سڌي راهہ تي هلڻ لاءِ تيار نہ آهيان تہ پوءِ توکي سڌي راهہ تي هلڻ جو حڪم ڏيڻ ڪهڙي معنيٰ رکي ٿو. اهڙو فعل بلڪل غلط ۽ بي جا آهي. ڇوتہ پاڻ خود نہ ڪرڻ ۽ ٻين کان ان جي ڪرڻ جي گهر ڪرڻ، منافقت کان گهٽ نہ آهي. اهڙو قول جيڪو بي عمل آهي، سو ڪنهن کي بہ پسند نہ آهي.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ کُلِّهِمِ

✪✪✪

٢٨

وَ لَا تَزَوَّدْتُّ قَبْلَ الْمَوْتِ نَافِلَةً
وَلَمْ اُصَلِّ سِوٰى فَرْضٍ وَّ لَمْ اَصُمِ

✪✪✪

موت کان اڳ مون نہ ڪئي نفلي عبادت زاد-راھ
فرض روزن ۽ نمازن کان سواءِ پيو ڪجھ بہ ناھ

✪✪✪

موت تون اڳ، ڪجھ نھين نفلي عبادت دا ثمر
فرض روزے تے نمازان دے سوا ڇڻ بي خبر

✪✪✪

توشۂ ہرگز نہ کردم بہر زاد - آخرت
وز نمازو روزہ جز فرضی نیامد در تنم

✪✪✪

**ترجمو:** مون مرڻ کان اڳ نفلي عبادت ادا ڪري پنھنجي آخرت جو سامان (زادِ راھ) تيار نہ ڪيو آھي ۽ فرضي نماز ۽ روزن کانسواءِ وڌيڪ ڪجھ بہ نہ ڪيو آھي.

**لفظي معنیٰ: لَا تَزَوَّدْتُّ:** فعل ماضي متڪلم. عطف آھي استقمت تي. مون زاد – راھ تيار نہ ڪيو آھي، مون آخرت لاءِ ڪوبہ سامان تيار نہ ڪيو آھي. **قَبْلَ الْمَوْتِ:** موت کان اڳ. **نَافِلَةً:** نفلي عبادت. **لَمْ اُصَلِّ:** فعل مضارع جحد متڪلم. اصل ۾ **لَمْ اُصَلِّیْ** : مون نماز نہ پڙھي. **لَمْ اَصُمِ:** جحد متڪلم. اصل ۾ **لَمْ اَصُوْمْ.** مون روزو نہ رکيو.

**تشريح:** مون فرض عبادت کانسواءِ نفلي عبادت اصل کانہ ڪئي آھي، حالانڪ فرض، واجب ۽ سنت مؤڪده جھڙين ضروري عبادتن کان علاوه نفلي

عبادت ڪرڻ بہ لازمي آهي. ڇوتہ فرض عبادت ۾ جيڪڏهن ڪا گهٽائي واقع ٿي وڃي تہ پوءِ نفلي عبادت ڪرڻ سان ان گهٽتائي جو ازالو ٿيو وڃي. پر مون ڏٺو فرض نماز ۽ روزن جي ادائگي تي انحصار ڪيو ۽ نفلي عبادت ڏانهن ڪو بہ توجهہ نہ ڏنو. حالانڪ نفلي عبادت بہ نهايت ضروري شيءِ آهي. شاعر جو مطلب آهي تہ انسان ڪي فرضي عبادت کان علاوه نفلي عبادت بہ ضرور ڪرڻ گهرجي. ڇوتہ ان کان سواءِ گويا عبادت اڻ پوري آهي.

**جا سنهو نہ سڪي، سا مر رنڊا ئي روڙي**

**سُٽ تنين جو سڦرو ويا ترازي توري**

**تلهي ۽ توري - ويچاري سان وڙ ٿيا**

✪✪✪

**محبت پائي من ۾ رنڊا روڙيا جن**

**تن جو صرافن اڻ توريو ئي اگهائيو**

✪✪✪

**چائت پائي چت ۾ سنهو ڪتيو جن**

**تن جو صرافن دڪو داخل نہ ڪيو**

✪✪✪

**مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**

**عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

✪✪✪

# باب ٽيون — حضور پرنور ﷺ جي مدح و ثنا

(٢٩)

ظَلَمْتُ سُنَّةَ مَنْ اَحْيَى الظَّلَامَ اِلٰى
اِنِ اشْتَكَتْ قَدَمَاهُ الضُّرَّ مِنْ وَرَمٍ

✪✪✪

جنهن ڪيا روشن انڌيرا ان جي سنت سان ستم
آيا شب بيداري سببان جنهن جي پيرن تي ورم

✪✪✪

جنهن ڪتي روشن انڌيري، اونهن دي سنت تي ستم
آئے، شب بيداري خاطر، جنهن دي قدمان تي ورم

✪✪✪

من ستم کردم بسے بر سنت - خير الرسل
آنکہ از احيا ئے شبہا پائے و ے کرد ے ورم

✪✪✪

**ترجمو:** مون آنحضرت ﷺ جن جي سنت پاڪ سان ظلم ۽ زيادتي ڪئي آهي. يعني مون رسول الله ﷺ جن جي سنت پاڪ کي ترڪ ڪري پاڻ سان وڏو ظلم ڪيو آهي. جيڪو رات جي انڌيرن کي جاڳي جاڳي زنده رکندو هيو. ايتري قدر جو نماز ۾ گهٽي قيام سبب سندن قدم مبارڪن تي ورم ۽ سوج اچي ويندي هئي.

**لفظي معنيٰ:** **ظَلَمْتُ:** فعل ماضي متڪلم. مون ظلم ڪيو. **اَلظُّلْمُ:** وضع شيءِ في غير محله، ظلم چئبو آهي ڪنهن به شيءِ کي پنهنجي مقصد مطابق استعمال نہ ڪرڻ. **مَنْ:** جنهن شخصيت، جنهن ذات پاڪ. **اَحْيَى:** فعل ماضي. زنده رکيو. مراد آهي جاڳي جاڳي راتين کي زنده رکيو. **اَلظَّلَامَ:** اونداهي، رات

جي تاريڪي. **اِشْتَكَتْ**: فعل ماضي. تڪليف پيدا ٿي، شڪايت ٿي پئي.
**قَدَمَاهُ**: هن جي ٻنهي قدم مبارڪن. **اَلضُّرَّ**: تڪليف ، ضرر. **وَرَمٍ**: ورم، سوڄ.

**تشريح:** مون حضور ﷺ جن جي عمدي طريقي ۽ سنت نبوي تي يا پنهنجي نفس تي وڏو ظلم ڪيو آهي، جو اهڙي رسول ﷺ جي سنت ۽ طريقي کي ترڪ ڪيو اٿم. جنهن رات جي انڌيرن کي پنهنجي عبادت ۽ رياضت سان جاڳي جاڳي زنده رکيو، رات جو نماز ۾ تمام گهڻي قيام سبب سندن قدم مبارڪن ۾ ورم اچي ويندا هيا ۽ پير مبارڪ سڄي ويندا هيا. مونکي ته دراصل ان نبي امي ﷺ جن جي سنت پاڪ جي پيروي ڪندي، وڌيڪ عبادت ۽ رياضت ڪرڻ گهرجي ها. پر افسوس جو مون رڳو فرض نمازن ۽ روزن تي بس ڪئي ۽ اهڙي محسنِ انسانيت ﷺ جي بهترين سنت ۽ طريقِ حيات تي هلڻ بدران ان کي ترڪ ڪيو. حضرت عائشه صديقه ۽ حضرت مغيره بن شعبه رضي الله تعالیٰ عنهما کان روايت آهي ته آنحضرت ﷺ رات جو ايتري قدر ته نماز پڙهندا هيا، جو تمام گهڻي قيام ڪرڻ سبب، سندن قدم مبارڪن تي ورم اچي ويندا هيا. اهڙي صورت حال ۾ پاڻ ڪريمن ﷺ جن کي عرض ڪيو ويو ته جڏهن خداوند ڪريم اوهان جا اڳيان ۽ پويان سڀ گناهه معاف ڪري ڇڏيا آهن ته پوءِ ايتري تڪليف وٺي عبادت ڇوٿا ڪريو، ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته ڇا مان خدا وند ڪريم جي انهيءَ نعمت جو شڪرانو ادا نه ڪريان ۽ سندس شڪر گذار ٻانهو نه ٿيان. مطلب ته مونکي ته اڃان به وڌيڪ خدا جو شڪر ادا ڪرڻ گهرجي، جنهن مونکي اهڙي نعمت سان نوازيو آهي، شاعر جو مطلب آهي، ته انسان کي فرض عبادتن کان پوءِ نفلي عبادتن تي به توجهه ڏيڻ گهرجي ڇوته ائين ڪرڻ سنت نبوي آهي.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪



وَ شَدَّ مِنْ سَغَبٍ اَحْشَآءَهٗ وَ طَوٰی
تَحْتَ الْحِجَارَةِ كَشْحًا مُّتْرَفَ الْاَدَمِ

✪✪✪

بک جي شدت کان بچڻ لئي، پيٽ سان سندرو ٻڌو
نرم و نازک چيلهه سان پٿر لپيٽي ور وڌو

✪✪✪

سندرا ٻڌ پيٽ تي، روڪيندا بک بدحال کون
چيلهه نازک تي ٻڌي پٿر، وڪڙ ڏي شال کون

✪✪✪

سنگ بستے برشکم آں نازنین از گشنگی
صرف کردے در رہ - حق جملہ دینار و درم

✪✪✪

**ترجمو:** جنهن ذات پاڪ ﷺ بک سبب پنهنجي پيٽ مبارڪ کي مضبوط ڪشي ۽ ٻڌي رکيو ۽ پنهنجي نازڪ جلد ۽ پهلوتي پٿر ٻڌي رکيا.

**لفظي معنيٰ: شَدَّ** : فعل ماضي شدت کان. مضبوط ٻڌي رکيو. **سَغَبٍ:** بک . **اَحْشَآءَ:** پيٽ آندا، آنتڙيون وغيره. **طَوٰی:** فعل ماضي. ويڙهي رکيو، ٻڌي رکيو. **تَحْتَ:** هيٺ : **اَلْحِجَارَةِ:** پٿر. **كَشْحًا** : پهلو ، پاسريون. **مُّتْرَفَ:** اسم مفعول اتراف کان. ناز پرورده، نرم نازڪ. **اَدَمِ:** جلد، کل، چمڙي.

**تشريح:** دراصل مون زيادتي ڪئي آهي ان حضور پرنور ﷺ جن جي سنت مبارڪ ۽ اسوهء حسنہ سان جنهن بک سبب پنهنجي شڪم مبارڪ کي سندري سان مضبوط ڪش ڏئي ٻڌي رکيو تہ جيئن گهٽي بک سبب جسم ۾ سستي ۽ ڪاهلي پيدا نہ ٿئي ۽ جنهن ذات اقدس ﷺ پنهنجي جسم اطهر جي نازڪ پهلو ۽ نرم نازڪ جلد سان پٿر لپيٽي ڪيس مضبوط ٻڌي ڇڏيو تہ جيئن ڪمزوري کي روڪڻ جو سهارو ملي ۽ خدا جي رسالت ۽ نبوت جي بجا آوري ۽ نماز ۽

روزن جي ادائگي ۾ توري بہ رڪاوٽ پيش نہ اچي. حضرت طلحہ رضي الله عنه جو قول آهي تہ هڪ دفعو اسان حضور ﷺ جن سان پنهنجي بک جي شڪايت ڪئي ۽ کين ڪپڙو مٿي ڪٽي پنهنجا پنهنجا پيٽ ڏيکاريا، جن تي هڪ هڪ پٿر ٻڌل هيو، ان تي پاڻ ڪريمن ﷺ جن پنهنجي شڪم مبارڪ تان ڪپڙو مٿي ڪٽي ڏيکاريو تہ سندن پيٽ مبارڪ ۽ پهلو پاڪ تي بہ پٿر ٻڌل هئا. جنهن مان معلوم ٿيو تہ نبي ڪريم ﷺ ، جنهن جي ڪري هي ڪائنات پيدا ٿي، ان بہ بک ۽ ڏک ۾ پيٽ سان پٿر ٻڌي، پنهنجي شان بي نيازي ۽ دل جي تونگري جو مظاهرو ڪيو. ياد رهي تہ ايڏي فاقہ ۽ بک بہ سندن عبادت ۽ رياضت ۾ ڪڏهن بہ حائل ڪونہ ٿيا . پاڻ ڪريمن ﷺ هر مشڪل ۽ ڏکئي وقت جو نهايت جرئت ۽ مردانگي سان مقابلو ڪيو. مشڪل کان مشڪل وقت ۾ بہ خدا جي عبادت ۾ ڪابہ ڪمي ڪونہ آندائون. دراصل اهڙي نبي ﷺ جي سنت کي زنده رکڻ ئي ايمان جي اصل پرک آهي.

## ٣١

وَ رَاوَدَتْهُ الْجِبَالُ الشُّمُّ مِنْ ذَهَبٍ
عَنْ نَفْسِهٖ فَاَرَاهَا اَيَّمَا شَمَمٍ

✪✪✪

پيش خدمت ۾ ٿيا سارا وڏا سونا جبل
پر نبي ڏيکاري تن کي بي نيازي بي مثل

✪✪✪

آئے حضرت تيڏي خدمت وچ وڏي سوني جبل
پر نبي اکرم ﷺ ڏکائي بي نيازي بي مثل

✪✪✪

کوه از زر کرد خود را عرض تا گردد قبول
روئے گردانید ازاں زر مصطفیٰ خیر الشیم

✪✪✪

٣٢

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن کي سون جي بلند بالا پھاڙن بار بار درخواست کئي ۽ پاڻ ڏانھن متوجہ کيو. پر ( قربان وڃان ان ذات اقدس مٿان) پاڻ سڀ‍ڳورن پنھنجي شان – بي نيازي جي کھڙي نہ بلندي ڏيکاري.

**لفظي معنىٰ:** **رَاوَدَتْهُ:** فعل ماضي مراودت کان. ھن کي درخواست کئي، ھن ڏانھن ارادو کيو، ھن کي پاڻ ڏانھن متوجہ کيو. **اَلْجِبَالُ:** جبل پھاڙ. **اَلشُّمُّ:** بلند، بالا . **ذَهَبٍ:** سون. **عَنِ النَّفْسِ:** پنھنجي ذات ڏانھن، پاڻ ڏانھن . **اَرَاهَا:** فعل ماضي. انھن کي ڏيکاريائين، انھن تي ظاھر کيائين. **اَيَّمَا:** کھڙي نہ، واھ جو. **شَمَمٍ:** بلندي، شان – بي نيازي.

**تشريح:** مون ظلم کيو آھي، اھڙي نبي پاڪ ﷺ جي سنت سان جنھن ڏينھن جا ڏينھن بکون ڪاٽي ھڪ طرف پيٽ سان پٿر ٻڌا تہ ٻئي طرف وري سون جي وڏن وڏن پھاڙن درخواست تي ڪئي ۽ پاڻ ڏانھن سندن توجہ مبذول تي ڪرايو تہ ھو اھڙي مشڪل وقت ۽ تنگ حالت ۾، ھر خدمت ڪرڻ لاءِ حاضر آھن. پر پاڻ ڪريمن ﷺ دنيا ۽ ان جي دولت کان منھن موڙي فقر کي تونگري ۽ دولت تي ترجيح ڏيندي، انھن سون جي بلند بالا جبلن تي پنھنجي شان – بي نيازي جي اھڙي تہ جھلڪ ڏيکاري، جو ان جو کھڙو بيان ڪجي. پاڻ ڪريمن ﷺ انھن سون جي جبلن جي ھن پرڪشش گذارش تي ڪو توجہ نہ ڏنو. مٿن پنھنجي شان – بي نيازي جو مظاھرو ڪندي، سندن انھيءَ درخواست کي رد ڪري ڇڏيو. اھڙي نبي امي ﷺ جي سنت جي پيروي اختيار نہ ڪرڻ ۽ سندن ٻڌايل زندگي جي زرين اصولن کي نہ اپنائڻ ھڪ وڏو ظلم آھي ۽ شاعر ھتي پنھنجي ان ڪوتاھي ڏانھن اشارو ڪري ٿو.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

٣٢

وَ اَكَّدَتْ زُهْدَهٗ فِيْهَا ضَرُوْرَتُهٗ
اِنَّ الضَّرُوْرَةَ لَا تَعْدُوْ عَلَى الْعِصَمِ

✪✪✪

زهد پختو ۽ پڪو ٿيو حاجتن جي باوجود
حاجتون توڙي سگهيون هرگز نه تقوىٰ جا حدود

✪✪✪

حاجتان بيشڪ ڪتا هے، زهد ڪون زياده پڪا
حاجتان دا ڪو اثر اونهن دے نه تقوىٰ تي ٿيا

✪✪✪

با ضرورتها ڪه بودش ميل بر دنيا نه ڪرد
از ضرورت خسته نبود آنڪه دور است از حرم

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جي ضرورتن ۽ حاجتن سندن زهد ۽ تقويٰ کي ويتر وڌيڪ مضبوط بڻايو. ڇوته ( سندن) ضرورت ۽ حاجت سندن پاڪيزگي ۽ معصوميت تي غالب نٿي ٿي سگهي.

**لفظي معنىٰ: اَكَّدَتْ:** فعل ماضي تاڪيد ڪان. مضبوط ڪيو، پڪو پختو ڪيو. **زُهْدَ:** عدم رغبت، شين ڏانهن رغبت ۽ لاڙو گهٽ هجي. **ضَرُوْرَةُ:** حاجت، ضرورت. **لَا تَعْدُوْ:** فعل مضارع. زيادتي نه ٿي ڪري، حد نٿي ٽپي وڃي، غالب نٿي اچي. **اَلْعِصَمِ:** عصمت، پاڪدامني، پرهيزگاري، معصوميت.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي دنياوي ضرورتن ۽ حاجتن جيڪي سندن بشري تقاضائون هيون، سندن زهد، تقوىٰ ۽ دنياداري ڪان بي نيازي واري قوت کي اجان وڌيڪ مضبوط ڪيو ۽ هو ڪڏهن به دنياوي ضرورتن ۽ حاجتن سبب دنيا داري جي رغبت واري ڄار ۾ ڪونه ڦاٿا. انهن حاجتن ۽ ضرورتن، سندن شانِ

بي نيازي، غنا ۽ پاڪدامني کي وڏيڪ مضبوط بڻايو. عام طرح سان ماڻهو دنيا جي ضرورتن ۽ حاجتن سبب دنيا داري جي ڦندن ۾ ايترو تہ ڦاسي ويندا آهن، جو پوءِ دنيا داري جي چار مان سندن نڪرڻ نهايت مشڪل هوندو آهي. پر هن سلسلي ۾ انبياءِ ڪرام عليهم السلام خاص طرح سان آنحضرت ﷺ جن جي ذات پاڪ تہ انسانيت جو اهڙو بهترين ۽ اشرف نمونو آهن، جو هو ڪڏهن بہ دنيا داري جي رغبتن ۽ ضرورتن جي ڦندي ۾ڪونہ ڦاٿا. بلڪ ان جي برعڪس، دنياداري جي انهن ضرورتن ۽ حاجتن سندن زهد ۽ شان - بي نيازي کي ويتر وڏيڪ پڪو پختو ڪيو ۽ ڪڏهن بہ ڪنهن ضرورت ۽ حاجت سبب سندن تقوىٰ ۽ پاڪدامني تي حرف نہ آيو.

## ٣٢

## وَكَيْفَ تَدْعُوْٓ اِلَى الدُّنْيَا ضَرُوْرَةُ مَنْ لَوْلَاهُ لَمْ تَخْرُجِ الدُّنْيَا مِنَ الْعَدَمِ

✪✪✪

**ڪيئن ڪندو دنيا ڏي مائل ان کي فڪر - روزگار**
**جنهن جي آمد سان عدم کان آهي عالم آشڪار**

✪✪✪

**ڪرنهين سگهدي ضرورت اونهندا دنيا ڏي ڏيان**
**جنهن دي آنوڻ دي ڪري ،پيدا تيا سارا جهان**

✪✪✪

**چوں تواند خواند بر دنيا ضرورت زانکہ گر**
**نامدے، دنيا گہے بيروں نہ گشتے از عدم**

✪✪✪

**ترجمو:** يلا ضرورت ۽ حاجت اهڙي نفس اقدس ﷺ کي ڪهڙي طرح دنيا ڏانهن راغب ڪري سگهي ٿي ۽ سڏي سگهي ٿي، جا ذات پاڪ ﷺ جيڪڏهن هن دنيا ۾ تشريف فرما نہ ٿئي ها، تہ هي دنيا عدم کان وجود ۾ اچي نہ سگهي ها.

**لفظي معنىٰ: كَيْفَ:** ڪهڙي طرح. **تَدْعُوْٓ:** فعل مضارع. سڏي ٿي، راغب

ڪري ٿي. **اِلٰــی**: طرف، ڏانهن. **مَنْ**: اسم موصول. ان شخص کي. **لَوْلَاهُ**: حرف شرط. جيڪڏهن هو نہ هجي ها . **لَمْ تَخْرُجْ**: فعل مضارع جحد. خارج نہ ٿئي ها، ظهور پذير نہ ٿئي ها، نہ نڪري ها، وجود ۾ نہ اچي ها.

**تشريح**: ڀلا اهو ڪهڙي طرح ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ جنهن عظيم هستيءَ جي ڪري هي دنيا عدم کان وجود ۾ آئي آهي ۽ جنهن جي ڪري هي ساري ڪائنات پيدا ٿي آهي، ان عظيم هستي جي ذات پاڪ کي سندس ضرورت هن دنيا ڏانهن متوجہ ڪري، جيڪا سندن ذات گراميءَ جو پرتو يا عڪس آهي ۽ جيڪا سندن طفيل ئي وجود ۾ آئي آهي. حديث شريف ۾ آهي "لولاڪ لما خلقت الافلاڪ". جيڪڏهن اوهان جي ذات اقدس ﷺ جي آمد مبارڪ مقصود نہ هجي ها تہ پوءِ افلاڪ بہ پيدا نہ ڪريان ها. "لولاڪ لما اظهرت الربوبيه". جيڪڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ جي ذات پاڪ جو ظهور مقصود نہ هجي ها تہ پوءِ هن پوري ڪائنات کي پيدا ڪرڻ جي ضرورت بہ ڪانہ پوي ها. گويا پوري ڪائنات آنحضرت ﷺ جن جي طفيل ئي وجود پذير ٿي آهي. پوءِ اها دنيا جيڪا سندس طفيل ۽ وجهہ جي ڪري پيدا ٿي آهي، اها هن عظيم هستي کي پاڻ ڏانهن ڪهڙي طرح متوجہ ڪري سگهي ٿي.

## ٣٤

## مُحَمَّدٌ سَيِّدُ الْكَوْنَيْنِ وَالثَّقَلَيْنِ
## وَالْفَرِيْقَيْنِ مِنْ عُرْبٍ وَّ مِنْ عَجَمٍ

✿✿✿

مصطفیٰ آسيد - هر دوجهان جن و بشر
هو عرب توڙي عجم جو رهنما ۽ راهبر

✿✿✿

مصطفےٰ ہی جن و بشر تے، ڏون جهان دا پيشوا
او عرب توڙي عجم دا، راهبر تے رهنما

✿✿✿

آں محمد سيد- ڪونين فخر - انس و جاں
بهتر - اهل - دو عالم مهتر - عرب و عجم

✿✿✿

**ترجمو:** حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ جن ٻنهي جهانن، دنيا ۽ آخرت توڙي جنن ۽ انسانن سميت ٻنهي ڌرين عرب توڙي عجم جا سردار آهن.

**لفظي معنىٰ: سَيِّدُ:** سردار، اڳواڻ، ليڊر. **اَلْكَوْنَيْنِ:** ٻئي جهان، دنيا ۽ آخرت. **ثَقَلَيْنِ:** جن ۽ انسان ٻئي. **اَلْفَرِيْقَيْنِ:** ٻنهي فريقن، ٻنهي ڌرين. **عَجَمِ:** عرب کان سواءِ باقي دنيا. عرب ۽ عجم مان مراد آهي عرب ۽ باقي ساري دنيا. يعني پورو عالم، پوري دنيا.

**تشريح:** حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ جن ٻنهي جهانن يعني دنيا توڙي آخرت، جنن ۽ انسانن عرب توڙي عجم سڀني جا سردار، مهندار ۽ اڳواڻ آهن. مطلب ته آنحضرت ﷺ جنهن کي خداوند ڪريم هن دنيا جو ڪارڻي ۽ رحمت ڪري موڪليو آهي، اهو خدا جي هن پوري ڪائنات جو سردار آهي ۽ پوري ڪائنات لاءِ خدا وند ڪريم جي رحمتن جو لازوال سايو آهي. قرآن حڪيم ۾ آهي "**وَمَا اَرْسَلْنَاكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعَالَمِيْنَ**" مون توکي عالمين لاءِ رحمت جو بادل بڻائي موڪليو آهي. "**لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ**" جيڪڏهن اوهان جي ذات پاڪ ﷺ جو ظهور پذيرٿيڻ مقصود نه هجي ها ته پوءِ مان هنن آسمانن کي به ڪونه پيدا ڪريان ها. ان ڪري هن جهان جي سرادري ۽ مهنداري جو حق به ان کي آهي، جنهن لاءِ هي جهان پيدا ٿيو يا جنهن جي اطاعت الله جي اطاعت سڏجي ٿي. "**مَنْ اَطَاعَ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَاعَ اللّٰهَ**" جنهن رسول ﷺ جن جي اطاعت ڪئي ان گويا خداوند ڪريم جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪئي. "**قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِىْ**" جيڪڏهن اوهان الله سان محبت ڪرڻ گهرو ٿا ته پوءِ ان جي رسول جي اطاعت ڪريو. مطلب ته "بعد از خدا بزرگ توئي قصه مختصر" خدا وند کان بعد پاڻ ڪريمن ﷺ جوئي مقام آهي. ان ڪري خدا جي مخلوق لاءِ آنحضرت ﷺ جن ئي واحد سردار رهبر ۽ رهنما آهن.

**مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

٣٥

نَبِيُّنَا الْاٰمِرُ النَّاهِیْ فَلَا اَحَدٌ
اَبَرَّ فِیْ قَوْلِ لَا مِنْهُ وَ لَا نَعَمِ

✪✪✪

سو نبي امر و نهي ۾ حرف - آخر نامور
جنهن جي "ها" يا "نه" کان وڌ ناهي ڪو ماڻهو معتبر

✪✪✪

حڪم ڀي ڏيندا نبي سا ڏا، تے روڪيندا ڀي ها
اونهن دي "ها" تي "نان" ڪٹون ڪوئي نهين صادق سچا

✪✪✪

آمر و ناهی پیمبر آں رسول - راست گو
راست گو تر زو نہ بُد در قول - لاؤ در نعم

✪✪✪

**ترجمو:** اسان کي حڪم ڏيڻ واري ۽ نهي ڪرڻ واري نبي ﷺ جن کان سندن قول "لا" (روڪڻ) ۽ نعم (حڪم ڏيڻ) ۾ ڪوبہ وڌيڪ صادق ۽ سچو نہ آهي.

**لفظي معنيٰ:** **نَبِيُّنَا** : اسان جو نبي. **اَلْاٰمِرُ** : اسم فاعل امر کان. امر ڪندڙ، حڪم ڏيندڙ. **اَلنَّاهِیْ**: اسم فاعل نهي کان. روڪيندڙ ، جهليندڙ ، منع ڪندڙ. **اَبَرَّ**: اسم تفضيل بر کان. زياده سٺو ، سچو، صاف سٿرو. **لَا**: نہ ڪرڻ. **نَعَمِ**: ها ڪرڻ. مراد آهي ڪنهن ڪم کان روڪڻ ۽ ڪنهن ڪم جو حڪم ڏيڻ.

**تشريح:** سيد الڪونين حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن اسان جا برحق سچا ۽ آخري نبي آهن، جيڪي اسان کي هميشه نيڪ ڪمن، چڱاين ۽ خدا جي اطاعت ڪرڻ جو حڪم ڏين ٿا ۽ برن ڪمن، بڇڙاين ۽ خدا جي انحرافي ڪرڻ کان روڪين ٿا. هو خاتم النبيين آهن ۽ اسان جا وڏ مان وڏ همدرد، غمخوار ۽ هڏ ڏوکي آهن. ان ڪري اسان لاءِ ان جو هر حڪم، چاهي اهو اثباتي هجي يا انڪاري، آخري ۽ ناقابل تنسيخ آهي. چوتہ سندن انهي اثباتي حڪم يعني

"نعم" هي ڪم ڪريو يا سندن انڪاري حڪم "لا" هي ڪم نہ ڪريو، واري ڳالھ ۾ ڪوبہ انسان پاڻ ڪريمن ﷺ کان وڌيڪ سچو، معتبر ۽ قابل اعتبار نہ آهي. سندن هر حڪم آخري آهي.

**نفي جا لا اِلـٰہ ۾ آهي، تنهن انڪار تان صدقي**

**جو الاَّ الله ۾ اثبات، تنهن اقرار تان صدقي**

٣٦

**هُوَ الْـحَبِيْبُ الَّذِىْ تُرْجـٰى شَفَاعَتُهٗ**
**لِـكُلِّ هَـوْلٍ مِّـنَ الْاَهْـوَالِ مُـقْـتَـحَـمٖ**

✪✪✪

**سو سڄڻ جنهن جي شفاعت جي رکي هر ڪو اميد**
**جنهن گهڙي نازل ٿئي ٿي ڪا وڏي شامت شديد**

✪✪✪

**او سڄڻ جنهن دي شفاعت دا هے سڀ ڪون آسرا**
**هر مصيبت ويلهے هوو ے ڪيڏي بيشڪ ڪربلا**

✪✪✪

**آں حبيبے کو بود اميد گاه - مردماں**
**درشفاعت نزد سختيہائے پيچيده بہم**

✪✪✪

**ترجمو:** هي اهو محبوب خدا ﷺ آهي. تڪليف لاءِ نازل ٿيندڙ هر مصيبت ۽ خوف ۾ جنهن جي شفاعت جي اميد رکي سگهجي ٿي.

**لفظي معنىٰ: تُرْجـٰى:** فعل مضارع مجهول، اميد رکي وڃي ٿي. **هَوْلٍ:** خوف، مصيبت. **اَهْوَالِ :** جمع هول جو آهي. **مُقْـتَحَمِ:** سختي سان اچڻ، زبردستي ڪاهي پوڻ.

**تشريح:** هي اهو حبيب خدا ﷺ آهي. جنهن جي شفاعت جي اميد، هر

مصيبت ۽ سخت تڪليف ڏيندڙ حالت ۾ رکي سگهجي ٿي. يعني هن دنيا جي مصيبتن توڙي قيامت جي ڏينهن، جڏهن ماڻهو زبردستي هڪ هولناڪ عذاب ڏانهن ڌڪيا ويندا، تہ ان وقت رڳو آنحضرت ﷺ جن جي ذات گرامي ئي هوندي، جن جي شفاعت سان، هر عذاب ۽ تڪليف دور ٿي ويندا.

آنحضرت ﷺ جن جي ذات گرامي جهڙي طرح دنيا جي مصيبتن ۽ تڪليفن ۾ انسانن لاءِ راحت ۽ سڪون جو واحد ذريعو آهي. اهڙي طرح قيامت جي ڏينهن بہ جڏهن خدا وند ڪريم جي ذات هر ماڻهو کان سندس ڪيل عملن جو پڇاڻو ڪندي ۽ سندس بَد اعمالين جي ڪري هولناڪ عذاب جي جهلڪ ڏيکاري ويندي تہ ان وقت رحمة للعالمين ﷺ جن جي ذات گرامي ئي انسانن لاءِ بچاءَ جو واحد ذريعو هوندي. جنهن جي شفاعت سان هر وڏي کان وڏي مصيبت ٽري ويندي، گويا دنيا توڙي آخرت ۾ مصيبتن کان بچڻ جو وسيلو، صرف حضور ﷺ جن جي ذات پاڪ آهي ۽ سندس ئي شفاعت ۾ امید آهي.

## ٣٧

## دَعَا اِلَى اللهِ فَالْمُسْتَمْسِكُوْنَ بِهٖ
## مُسْتَمْسِكُوْنَ بِحَبْلٍ غَيْرِ مُنْفَصِمِ

✪✪✪

**حق جو داعي، جهلي جنهن دامن - عالم پناهہ**
**تنهن جهلي مضبوط رسي، جا ٽٽڻ واري نہ آهہ**

✪✪✪

**حق دا داعي، جهليا دامن نبي دا جنهن کهين**
**تنهن جهلي مضبوط رسي، جا ٽٽڻ والي نهين**

✪✪✪

**مرد را خواند ے بحق و ہر کہ درو ے دست زد**
**دست زد در حبل - محکم کاں بریدہ نشندم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ اسان کي خدا ڏانهن سڏ ڪيو ۽ سندن دامن جهلڻ وارن اهڙي رسي کي پڪڙيو آهي، جيڪا ڪڏهن بہ ٽٽڻ واري نہ آهي.

**لفظي معنىٰ: دَعَا:** فعل ماضي. هن دعوت ڏني. هن سڏ ڪيو. **مُسْتَمْسِكُوْنَ:** اسم فاعل جمع. پڪڙيندڙ ، هٿ ۾ مضبوط جهليندڙ (دامن پڪڙيندڙ) . **حَبْل:** رسي ، نوڙي، زنجير. **غَيْرِ مُنْفَصَمٍ:** اسم فاعل انفصام کان. نہ ٽٽندڙ، مضبوط.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن ماڻهن کي الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ٿيڻ جي دعوت ڏني ۽ کين خدا طرف اچڻ لاءِ سڏيو. پوءِ جن ماڻهن بہ سندن سڏ کي لبيڪ چئي، سندن ڏسيل راهہ اختيار ڪئي ۽ خدا وند ڪريم سان پنهنجو رابطو قائم رکيو تہ گويا انهن ماڻهن آنحضرت ﷺ جي مخلصانہ دعوت کي قبول ڪري، اهڙي ذات اقدس ﷺ جو دامن پڪڙيو آهي، جيڪو دامن نهايت مضبوط آهي ۽ ڪڏهن بہ اها رسي ۽ زنجير ٽٽڻ واري نہ آهي ۽ نہ ئي وري دوکو ڏيڻ واري آهي. اها اهڙي هدايت واري رسي آهي، جيڪا انسان کي پنهنجي صحيح مقام ڏانهن وٺي وڃي ٿي.

## ٣٨

**فَاقَ النَّبِيِّيْنَ فِيْ خَلْقٍ وَّ فِيْ خُلُقٍ**
**وَّ لَمْ يُدَانُوْهُ فِيْ عِلْمٍ وَّ لَا كَرَمٍ**

✪✪✪

**انبياءِ کان خوبتر صورت ۽ سيرت ۾ حبيب**
**ناهہ ڪو علم و عطا ۾ ان جو همسر يا قريب**

✪✪✪

**سڀ نبيان تون ٿيا صورت تے سيرت وچ اتم**
**ڪونهين اونهن دے قريب، اعليٰ سندس علم و ڪرم**

✪✪✪

**بهتر- پيغمبران در خلق و در خُلق آمده**
**کس چو او نامد نہ در علم و نہ در وصف -کرم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ تمام انبياءِ عليهم السلام کان پنهنجي شڪل و صورت توڙي اخلاق و عادات ۾ فائق ۽ مٿيرا هيا ۽ علم ۽ شرافت ۾ ڪين ڪوبہ قريب پهچي نٿو سگهي.

**لفظي معنیٰ: فَاقَ:** فعل ماضي غائب. فائق ٿيو، مٿيرو ٿيو. **اَلنَّبِيِّيْنَ:** جمع آهي نبي جو. سمورا انبياءِ ڪرام عليهم السلام . **خَلْقٍ:** شڪل، صورت. **خُلُقٍ:** سيرت، ڪردار، سهڻا اخلاق. **لَمْ يُدَانُوْهُ:** فعل مضارع جحد جمع غائب. هن جي قريب نہ ٿيا، هن جي ويجها نہ پهتا. **كَرَمٍ:** عطا، احسان، سخا.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن پنهنجي حسن صورت ۽ حسن سيرت يعني پنهنجي ظاهري ۽ باطني ڪمالات ۾ تمام انبياءِ ڪرام عليهم السلام کان، هر لحاظ ۾ مٿيرا ۽ فائق آهن ۽ ڪوبہ نبي سڳورو پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي علم وشرافت ۾ سندن مقابلو ڪري نٿو سگهي. خدا وند ڪريم کين "**اِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ**". تون خلق عظيم جو مالڪ آهين "**لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ**" توکي پيدا نہ ڪريان ها تہ آسمان بہ پيدا نہ ڪريان ها "**كُنْتُ نَبِيًّا وَآدَمُ بَيْنَ الْمَاءِ وَالطِّيْنِ**" مان نبي هوس جڏهن آدم عليه السلام مٽي ۽ پاڻي ۾ هيو. **اَوَّلُ** "**مَا خَلَقَ اللّٰهُ نُوْرِيْ**" سڀ کان اول خدا وند ڪريم منهنجو نور پيدا ڪيو. جهڙين معتبر شهادتن سان پوري ڪائنات کان وڌيڪ پيارو ۽ معتبر سڏيو آهي.

**وَاَجْمَلُ مِنْكَ لَمْ تَرَ قَطُّ عَيْنِىْ**
**وَ اَكْمَلُ عَنْكَ لَمْ تَلِدِ النِّسَاءُ**
**خُلِقْتَ مُبَرَّءًا مِنْ كُلِّ شَئٍ**
**كَاَنَّكَ قَدْ خُلِقْتَ كَمَا تَشَاءُ**

"**آنچہ همہ خوباں دارند تو تنها داری.**" يا "**بعد از خدا بزرگ توئی قصہ مختصر**" مان صاف صاف ظاهر آهي تہ خدا وند ڪريم کان بعد نبي ڪريم ﷺ جن جو مقام ۽ مرتبو آهي.

۳۹

وَكُلُّهُمْ مِّنْ رَّسُوْلِ اللّٰهِ مُلْتَمِسٌ
غَرْفًا مِّنَ الْبَحْرِ اَوْ رَشْفًا مِّنَ الدِّيَمِ

✪✪✪

سڀ نبي توکان گھرن ٿا اي رسول محترم
بحر - رحمت مان چرون يا قطرهء - باران - نم

✪✪✪

سارے تيڈے در تون گھردے ھن رسول - محترم
بحر - رحمت دا چلون يا قطره - ابر - کرم

✪✪✪

ملتمس ازو ے همه از انبياء و از رسل
يک کف از دريائے علم و شر بتے ز ابر - کرم

✪✪✪

**ترجمو:** ۽ سمورا انبيا ڪرام توڙي ٻيا سڀ انسان آنحضرت ﷺ جن جي درياءِ معرفت مان هڪ چرون ۽ سندن ابر – ڪرم ۽ باران – رحمت مان هڪ قطرو حاصل ڪرڻ گھرن ٿا.

**لفظي معنيٰ: مُلْتَمِسٌ:** اسم فاعل التماس ڪان، گھرندڙ، التماس ڪندڙ. **غُرْفًا:** چرون پاڻي جو. **رَشْفًا:** هڪ دفعو چوسڻ سان جو پاڻي منهن ۾ اچي ؛ گرڙي پاڻي جي. هت مراد قطرو آهي. **اَلدِّيَمِ:** تيز بارش ، لڳاتار وسندڙ بارش.

**تشريح:** سمورا انبياءِ ڪرام عليهم السلام آنحضرت ﷺ جن جي علم ۽ معرفت واري درياءَ مان هڪ چرون پاڻي برابر فيض حاصل ڪرڻ ۽ سندس لڳاتار وسندڙ رحمت جي بارش جي فيض مان هڪ قطري برابر حاصل ڪرڻ جا خواهشمند آهن. سندن اها خواهش آهي تہ هو حضور پرنور ﷺ جن جي معرفت الله واري بي پايان علم مان ۽ قربت خداوندي جي رحمتن ڀري لڳاتار تيز

وسندڙ بارش مان، ڪجھ قطرا حاصل ڪري پنهنجي علم ۽ فيض ۾ اضافو آڻين ۽ پنهنجي طلب واري اندر جي اڃ اجهائين، ڇوتہ حضور ڪريم ﷺ جن جي ذات بابرڪات ئي ساري ڪائنات لاءِ رحمت للعالمينؐ جي حيثيت رکي ٿي.

(٤٠)

وَ وَاقِفُوْنَ لَدَيْهِ عِنْدَ حَدِّهِمْ
مِنْ نُقْطَةِ الْعِلْمِ اَوْ مِنْ شَكْلَةِ الْحِكَمِ

✪✪✪

ساڳي نسبت تنهنجي آڏو انبياء احباب ڪي
علم ڪان نقطي ڪي ۽ حڪمت ڪان جا اعراب ڪي

✪✪✪

ساڳي نسبت تيڏے آڏو انبياء احباب دي
علم تون نقطي دي جا حڪمت ڪٹون اعراب دي

✪✪✪

نزد او استاده جملہ، هر ڪسے در حد - خويش
نقطئہ - از علم دارد، يا نصيبے از حکم

✪✪✪

**ترجمو:** سمورا نبي سڳورا حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي آڏو پنهنجي پنهنجي حد ۽ مقام جي حيثيت تي بيٺا آهن. جهڙي طرح علم آڏو نقطو (ٽيڪو) ۽ حڪمت آڏو هڪڙي اعراب جي حيثيت آهي.

**لفظي معنيٰ: وَاقِفُوْنَ:** عطف آهي ملتمس تي. پورو جملو آهي. **وَ كُلُّهُمْ وَاقِفُوْنَ:** سڀ نبي بيٺا آهن، **وَاقِفُوْنَ** اسم فاعل آهي وقف ڪان. **لَدَيْهِ:** هن جي قريب، نزديڪ. آڏو. **حَدِّهِمْ:** پنهنجي پنهنجي حد تي. پنهنجي پنهنجي مرتبي ۽ مقام جي حيثيت سان. **نُقْطَةِ:** نقطو، ٽيڪو. **شَكْلَةِ:** صورت، اعراب، زير زبر پيش وغيره لڳائڻ. **اَلْحِكَمِ:** جمع آهي حڪمت جو، دانائي، حڪمت.

**تشريح:** سمورا نبي سڳورا آنحضرت ﷺ جن جي حضور ۾ پنهنجي مقام ۽ حد تي بيٺا آهن ۽ سندن مقام ۽ حد آنحضرت ﷺ جن جي مقام ۽ مرتبي جي مقابلي ۾ بلڪل ائين آهي جيئن علم جي بحرِ بي پايان مان رڳو هڪ نقطي جي حيثيت هوندي آهي يا حڪمت ۽ دانائي جي عميق سمندر آڏو هڪ اعراب جي حيثيت هوندي آهي. گويا نبي اڪرم ﷺ جن علم و حڪمت جا بحر - بي پايان ۽ بي ڪنار سمندر آهن، جنهن جي علم ۽ حڪمت جو ڪير به ڪاٿو لڳائي نٿو سگهي. حضور ﷺ جن جي انهي نهايت وسيع ۽ عريض علم ۽ حڪمت جي دريا مان انبياءِ ڪرام ڪي پنهنجي پنهنجي رتبي مطابق نسبت عطا ٿيل آهي، ڪي نقطي برابر آهن ته ڪي وري اعراب واري حيثيت رکن ٿا. نقطو تمام ننڍڙو ۽ ناقابل تقسيم هوندو آهي. جڏهن ته اعراب ان کان ڪجهه وڏي ۽ قابل تقسيم هوندي آهي، گويا ڪن نبين جي حيثيت نقطي وانگر ته ڪن جي اعراب وانگر آهي. جڏهن ته پاڻ علم ۽ حڪمت جا بحر - بي پايان آهن. هي نهايت بلند مقام آهي جنهن جو ڪير به ڪاٿو لڳائي نٿو سگهي ۽ نه وري سندن برابري ڪري سگهي ٿو. قرآن حڪيم ۾ ارشاد آهي: **تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰى بَعْضٍ**. انهن رسولن مان اسان بعض کي بعض مٿان فضيلت عطا ڪئي آهي.

### ٤١

**فَهُوَ الَّذِىْ تَمَّ مَعْنَاهُ وَ صُوْرَتُهٗ**
**ثُمَّ اصْطَفَاهُ حَبِيْبًا بَارِئُ النَّسَمِ**

✪✪✪

**ظاهر و باطن ۾ ڪامل ۽ مڪمل بي مثال**
**منتخب جهنڪي ڪيو محبوب، رب - ذوالجلال**

✪✪✪

**سهڻا هي صورت تي سيرت وچ، مڪمل بي مثال**
**آپڻا محبوب آکيا، جنهن کون رب ذوالجلال**

✪✪✪

از خلائق او بود، در صورت و معنیٰ تمام
بر گزیدش درمحبت، خالق - روح و نسم

✪✪✪

**ترجمو:** هي اها ذات گرامي ﷺ آهي، جيڪا پنهنجي ظاهر ۽ باطن ۾ بلڪل مڪمل ۽ ڪامل آهي. جنهن کي تمام مخلوقات جي خالق پنهنجي محبوبيت لاءِ چونڊيو آهي.

**لفظي معنىٰ: هُوَ الَّذِيْ:** هيءَ اها ذات گرامي آهي. **تَمَّ :** فعل ماضي تمام ڪان. پورو ، مڪمل، ڪامل. **مَعْنَاهُ :** هن جو باطن، هن جو اندر، هن جي سيرت. **صُوْرَتُهٗ:** هن جو ظاهر، هن جي صورت. **اِصْطَفَاهُ:** فعل ماضي. هن کي منتخب ڪيو. هن کي چونڊيو. **بَارِئُ:** اسم فاعل. پيدا ڪندڙ ، خالق. **اَلنَّسَمِ:** جمع آهي نسمہ جو روح، ارواح. نفس. مراد تمام مخلوقات آهي.

**تشريح:** اها حقيقت يقيني طور ثابت ٿي چڪي آهي تہ پاڻ حضرت ﷺ جن پنهنجي حسن – صورت ۽ حسن – سيرت ۾ بي مثل ۽ يگانا آهن. سمورن باطني توڙي ظاهري ڪمال جا منبع ۽ سرچشما آهن. خِلقت توڙي خُلق ۾ سڀ کان افضل آهن. سندن ذاتي ڪمالات اهڙي حد تي پهتل آهن، جن جو عقل انساني احاطو ڪري نٿو سگهي. جڏهن پاڻ انهن سڀني خوبين جا مالڪ آهن تہ پوءِ ڪين رب العزت پاران اهو اعزاز بہ عطا ٿيل آهي تہ خدا وند ڪريم ڪين ئي ساري مخلوقات مان منتخب ڪري پنهنجو حبيب ۽ محبوب مقرر ڪيو آهي ۽ ڪيس حبيب جهڙو پيارو لقب عطا ڪيو آهي.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ کُلِّھِمِ

✪✪✪

٤٢

مُنَـزَّهٌ عَنْ شَرِيْكٍ فِىْ مَحَاسِنِهٖ
فَجَوْهَـرُ الْـحُسْنِ فِيْهِ غَيْرُ مُنْـقَسِمٖ

✪✪✪

ان جي خوبين ۾ نہ آهي ڪو شريڪ و همنوا
حسن جو جوهر سندن تقسيم کان آجو صفا

✪✪✪

خوبيان وچ ڪونهي اونهندا ڪو شريڪ و همنوا
جوهر اونهندے حسن دا، تقسيم تون آجا صفا

✪✪✪

او منزه از شريک اندر محاسن آمده
جوہرِ حسنِ محمد پاره نامد در قسم

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ پنهنجين خوبين ۾ ڪنهن بہ شريڪ يا نظير هجڻ کان پاڪ ۽ بالاتر آهن ۽ سندن حسن جو جوهر ڪنهن بہ صورت ۾ قابل تقسيم نہ آهي.

**لفظي معنيٰ: مُنَـزَّهٌ:** اسم مفعول. پاڪ، صاف، بالاتر. **مَحَاسِنِ:** جمع حسن جو. خوبيون، گڻ. **غَيْرُ مُنْـقَسِمِ:** جنهن کي تقسيم ڪري نہ سگهجي. ناقابل تقسيم، جنهن کي ونڊي ۽ ٽڪرا ٽڪرا ڪري نہ سگهجي. منقسم اسم فاعل جو صيغو آهي.

**تشريح:** جناب رسالت ماب ﷺ جن انهيءَ عيب کان بلڪل پاڪ صاف ۽ بالاتر آهن تہ ڪو ٻيو شخص سندن ذاتي خوبين ۽ صفتن ۾ شريڪ ٿي سگهي. بلڪ پاڻ پنهنجي سمورين خوبين جا پاڻ مستقل بالذات مالڪ آهن. ٻين ۾ جيڪي ساڳي صفت واريون خوبيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، سي دراصل سندن خوبين جو عڪس يا پاڇو آهن ۽ اهي سندن خوبين مان ئي مستفيض ٿيون آهن. هي گويا ان حديث شريف ڏانهن اشارو آهي، جيڪا حضرت جابر رضی اللہ عنہ کان

روايت آهي تہ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کان معلوم ڪيو ويو تہ سڀ کان اول اول ڪهڙي مخلوق آهي، تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايو تہ سڀ کان اول خداوند ڪريم تنهنجي نبيءَ سڳوري ﷺ جو نور پيدا ڪيو ۽ پوءِ ان جي نور مان لوح و قلم، عرش و ڪرسي ملڪ و ملڪوت ۽ آدم وغيره پيدا ڪيا. گويا تمام مخلوقات کي نبي ڪريم ﷺ جن جي خوبين جو عڪس ۽ پرتو نصيب ٿيو آهي، ڪنهن کي بہ سندن ذاتي خوبين ۽ ڪمالات مان ڪجهہ حصو ونڊي نہ ڏنو ويو آهي. ڇوتہ سندن خوبيون ۽ محاسن ناقابل تقسيم آهن ۽ بلڪل مستقل ۽ ذاتي آهن.

**لب لعل وخط سبز و رخِ زيبا داری**
**حسن يوسف دمِ عيسےٰ يدِ بيضا داری**
**شيوه و شکل وشمائل حرکات وسکنات**
**آنچہ همہ خوباں دارند تو تنها داری**

(٤٣)

**دَعْ مَا ادَّعَتْهُ النَّصَارٰی فِیْ نَبِيِّهِمْ**
**وَ احْكُمْ بِمَا شِئْتَ مَدْحًا فِيْهِ وَ احْتَكَمِ**

✪✪✪

**جو مسيحا لاءِ عيساين چيو، ڪڍ ذهن مان**
**باقي جو مدح - نبي ۾ دل گهري، سو ڪر بيان**

✪✪✪

**سو نہ ڪر، جيوين مسيحا دا ڪرن عيسائي شان**
**باقي جو ڪجهہ دل گهري، مدح - نبي وچ ڪر بيان**

✪✪✪

**آنچہ ترسایاں بگفتند درحق - عيسیٰ مگو**
**پس بگو درحق سيد آنچہ خواہی از حکم**

✪✪✪

**ترجمو:** اهڙي ڳالھ هرگز نہ ڪر جيڪا عيسائي ۽ نصاريٰ پنهنجي نبي جي باري ۾ دعويٰ طور ڪن ٿا ( آنحضرت ﷺ کي الله جو ثاني بنائڻ يا ڪيس الوهيت جو شان، مان ۽ مرتبو ڏيڻ يا خدا جو شريڪ ڪرڻ کان پاسو ڪر) باقي ان ڪانسواءِ آنحضرت ﷺ جن جي مدح و ثنا ۽ تعريف ۾ ٻيو جو ڪجھ بہ چوڻ گهرين، اهو بلاشڪ چؤ ۽ ان تي پلي قائم ۽ مستحڪم رهہ .

**لفظي معنيٰ: دَعْ:** فعل امر. ڇڏي ڏي، ترڪ ڪر. **مَا:** جو ڪجھ. **اِدَّعَتْ :** فعل ماضي. دعويٰ ڪئي. **وَاحْكُمْ :** فعل امر .حڪم ڪر، چؤ. **اِحْتَكَمْ:** فعل امر احتڪام کان. حڪم لاڳو ڪر، فيصلو ڪر، قائم رهہ، مستحڪم ۽ مضبوط رهہ.

**تشريح:** شاعر نبي اڪرم ﷺ جن جي مدح و ثنا ڪندڙ کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ تون ڪڏهن بہ اهڙي غلطي نہ ڪجانءِ، جيڪا نصرانين ۽ عيسائين پنهنجي نبي حضرت عيسيٰ عليه السلام جو شان بيان ڪندي ڪئي آهي. انهن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي انسان بہ تسليم ڪيو آهي ۽ خدا بہ سڏيو آهي. ڪين خدا جو پٽ يا ان ۾ خداوند ڪريم حلول ڪيو آهي وغيره وغيره شرڪ جهڙا جملا چيا آهن. ان ڪري تون ڪنهن بہ صورت ۾ پنهنجي نبي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ کي ڪڏهن بہ خدا جي برابر يا خدا جي شان ۾ شريڪ ٿيڻ واري غلطي هرگز نہ ڪجانءِ. پاڻ سڳورا خداوند ڪريم جا عبد ۽ رسول آهن. هو خدا جي مخلوق آهن ۽ خدا جي باقي ساري مخلوقات کان افضل ۽ اعليٰ آهن، سندن صفتن ۾ ڪوبہ سندن شريڪ نہ آهي. اهڙي قسم جي جيڪا بہ مدح توکان پڄي سگهي، اها پلي ڪر ۽ ڪين خدا جو پيارو رسول ۽ سندن مان وارو محبوب پلي سڏ. پر خدا جو شريڪ هرگز نہ ڪجانءِ جهڙي طرح عيسائين ڪيو آهي.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

(٤٤)

فَانْسُبْ اِلٰى ذَاتِهٖ مَا شِئْتَ مِنْ شَرَفٍ
وَّانْسُبْ اِلٰى قَدْرِهٖ مَا شِئْتَ مِنْ عِظَمٍ

✪✪✪

هر بلنديءَ ۽ شرف نذرِ عقيدت کر پيلي
ان جي عظمت ۾ بيان کر پنهنجي هر خواهش دلي

✪✪✪

هر بلندي تي شرف، نذر- عقيدت کر پيلي
اونهندي عظمت وچ بيان کر اپڻي هر خواهش دلي

✪✪✪

نسبت اندر ذات اوکن، هرچہ خواہی از شرف
نسبت اندر قدر اوکن هرچہ خواہی از عظم

✪✪✪

**ترجمو:** سندن ذات مبارڪ جي شان ۽ شرف ۾ جيڪو ڪجهہ چوڻ گهرين ۽ منسوب ڪرڻ گهرين، بيشڪ ڪر ۽ سندن قدرو منزلت جي عظمت ۽ بلندي بابت جو ڪجهہ چوڻ گهرين، بيشڪ چؤ ۽ منسوب ڪر.

**لفظي معنيٰ: اُنْسُبْ** : عطف آهي احکم تي. فعل امر. نسبت ڪر، منسوب ڪر، چؤ، بيان ڪر. **مَا شِئْتَ**: فعل ماضي مخاطب. جو ڪجهہ تون گهرين. **شَرَفٍ**: شان ، مان، مرتبو، **عِظَمٍ**: عظمت، بلندي.

**تشريح:** جڏهن توکي اهو معلوم ٿي ويو آهي تہ آنحضرت ﷺ جن جي ذات مبارڪ پوري ڪائنات جي خلقت ۽ پيدا ڪرڻ جو سبب آهي ۽ سمورن نبين سڳورن جا ڪمالات سندن فيض ۽ ڪمال جو عڪس ۽ پرتو آهن. سندن علم جي درياء جو ڦڙو ۽ ابر - باران جو هڪ قطرو آهن، تہ پوءِ تون اهڙي جڳ جي سردار ۽ مهندار جي تعريف ۾ جيڪو بہ چوڻ گهرين ۽ ان جي شان، مان ۽ مرتبي لاءِ جو ڪجهہ بہ ان ڏانهن منسوب ڪرڻ گهرين، بيشڪ ڪندو رهہ، ڇوتہ نبي ڪريم ﷺ ان سموري تعريف جا حقدار آهن ۽ ان تمام مدح ۽ ثنا جي لائق

آهن، جيڪا انسان بيان ڪري سگهي. حالانڪ آنحضرت ﷺ جن جي پوري طرح مدح و ثناڪرڻ انسان جي وس کان ٻاهر آهي. سندن ثنا ۽ تعريف لاءِ خداوند ڪريم ۽ ڪتاب الله ئي ڪافي آهن.

ڪٿ مهر علي ڪٿ تيڏي ثنا
گستاخ اکيان جا ڪٿ اڙيان
لايمكن الثناء كما كان حقه
بعد از خدا بزرگ توئي قصہ مختصر

(٤٥)

فَـاِنَّ فَضْلَ رَسُوْلِ اللّٰهِ لَيْسَ لَهٗ
حَـدٌّ فَـيُعْـرِبَ عَـنْهُ نَـاطِقٌۢ بِفَمٍ

✪✪✪

**جنهن جي قدر و منزلت جي ناهہ هرگز انتها**
**ڪنهن زبان ڪي ناهہ طاقت جو ڪري مدح و ثنا**

✪✪✪

**جنهن دے قدر و منزلت دي، هے نہ ڪائي انتها**
**ڪا نهين طاقت زبان ڪون جو ڪري مدح و ثنا**

✪✪✪

**فضل و جاہِ مصطفیٰ حد ے ندارد در ڪمال**
**تاتواند ڪرد شخصے روشن آں را بيش و ڪم**

✪✪✪

**ترجمو:** بيشڪ رسول الله ﷺ جن جي فضيلت ۽ شان جي ڪابہ انتها ۽ حد حساب نہ آهي، جو ڪوئي بيان ڪندڙ سندن فضيلت ڪي بيان ڪري سگهي.

**لفظي معنیٰ: حَدٌّ:** انتها، پڇاڙي. **فَيُعْرِبَ:** فعل مضارع. فصاحت ۽ بلاغت سان بيان ڪري. **نَاطِقٌ:** اسم فاعل. ڳالهائيندڙ، بيان ڪندڙ. **بِفَمٍ:** وات سان، زبان سان.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي شان، مان، مرتبي ۽ فضيلت جي ڪابہ انتها،

حد ۽ پڄاڻي نہ آهي. سندن فضيلت ۽ شان انساني عقل ۽ شعور جي حدن کان گهڻو مٿانهون ۽ بلند بالا آهي. ان ڪري اهو ممڪن ئي ناهي تہ ڪو انسان، پلي اهو ڪيترو بہ فصيح، بليغ، دانشور، عالم ۽ اسڪالر هجي پر پنهنجي زبان يا قلم سان آنحضرت ﷺ جن جي فضيلت ۽ مرتبي جي بلندين کي هرگز ڇهي نٿو سگهي.

هزار بار بشويم دهن بمشک و گلاب
هنوز نام تو گفتن کمال بی ادبیست
لایمکن الثناء کما کان حقه
بعد از خدا بزرگ توئی قصه مختصر

(٤٦)

لَوْ نَاسَبَتْ قَدْرَهٗ اٰيَاتُهٗ عِظَمًا
اَحْيَى اسْمُهٗ حِيْنَ يُدْعٰى دَارِسَ الرِّمَمِ

✪✪✪

ان جي عظمت جي برابر معجزا جيڪر هجن
پاڪ نالي ساڻ بوسيده هڏيون زنده ٿين

✪✪✪

اونهندے عظمت دے برابر معجزے جيکر هو ون
نانء سڏݨ دے نال بوسيده هڏيان زنده ٿيون

✪✪✪

درخورِ قدرِ بزرگش گر نمود ے معجزست
یاد نامش زنده کردے استخوا نہائے رمم

✪✪✪

**ترجمو:** جيڪڏهن آنحضرت ﷺ جن جا معجزا سندن شان، فضيلت ۽ قدر و منزلت جي عظمتن جي مناسب ۽ برابر هجن ها تہ پوءِ جڏهن بہ سندن اسم مبارڪ (محمد ﷺ) پڪاريو وڃي ها تہ ڳريل ۽ بوسيده هڏين ۾ بہ جان پئجي وڃي ها.

**لفظي معنيٰ: لَوْ:** جيڪڏهن . **نَاسَبَتْ:** فعل ماضي. مناسب هجن ها. برابر

هجن ها. ان جي مطابق هجن ها. **ايَاتٍ:** جمع آهي آية جو. معجزا (ڪجهه نسخن ۾ آيات جي جڳهه اسماء آيو آهي. (نالامبارڪ). **حِيۡنَ:** ظرف، جڏهن به **يُدۡعٰى:** فعل مضارع مجهول، سڏيو وڃي ، پڪاريو وڃي. **دَارِسَ:** بوسيده، ڳريل، بي نشان. **رِمَمِ:** هڏيون.

**تشريح:** جيڪڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جن جا معجزا، عزت، شرف ۽ فضيلت ۾ سندن ذاتي مقام ۽ مرتبي جي برابر هجن ها، ته پوءِ جڏهن به سندن اسم مبارڪ پڪاريو وڃي ها، ته ڳريل ۽ بوسيده هڏيون به زنده ٿي پون ها ۽ انهن ۾ جان پئجي وڃي ها. پر آنحضرت ﷺ جا معجزا يا اسم مبارڪ سندن اصلي حقيقت ۽ ذات مبارڪ جي هرگز برابر نه آهن. دراصل حقيقت محمدي ﷺ جو احاطو ڪرڻ انساني عقل ۽ سوچ جي وس ۾ ئي نه آهي. جوته سندن ذات والا شان آڏو ته پٿرن به ڪلمو پڙهي سندس نبوت جي شهادت ڏني. جڏهن پٿر به سندن ذاتِ گرامي آڏو گويائي لاءِ تيار ٿيا ته پوءِ بوسيده ۽ ڳريل، بي نام و شان هڏين ۾ جان اچڻ ته ان کان گهڻو آسان آهي. جوته انهن هڏين ۾ ته اصل ۾ جان هئي، جا واپس آئي. پر پٿرن ۾ ته گويائي جي صفت نه اڳ هئي ۽ نه هاڻي آهي. اهو رڳو سندن ذات مبارڪ جو ڪمال ۽ شرف آهي.

## ۴۷

لَمۡ يَمۡتَحِنَّا بِمَا تَعۡىَ الۡعُقُوۡلُ بِهٖ
حِرۡصًا عَلَيۡنَا فَلَمۡ نَرۡتَبۡ وَ لَمۡ نَهِمِ

✪✪✪

امتحان اهڙو نه ورتو، عقل کي عاجز ڪري
خير خواهه اهڙي تي ڇو حيرانگي يا شڪ ڪجي

✪✪✪

عقل ڪون عاجز ڪرڻ والا نه گهندا امتحان
خير خواهي اونهندي تي هےشڪ نه ڪو وهم وگمان

✪✪✪

آنچہ او فرمود عقل از فہم آں عاجز نہ شد
بر صلاح - ما حریص ست بے گمان و بے نہم

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن اسان کي هدايت جي شوق ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن اهڙي آزمائش ۾ نہ وڌو، جيڪا عقل ۽ سمجهہ کان ٻاهر هجي. ان ڪري اسان کي نہ ڪنهن قسم جو شڪ شبهو آهي ۽ نہ وري حيران پريشان ٿي بغير سوچ سمجهہ جي پٺيان هلندا رهياسون.

**لفظي معنيٰ: لَمْ يَمْتَحِنَّا:** فعل مضارع جحد، اسان جو امتحان نہ ورتائين، اسان کي آزمائش ۾ نہ وڌائين. **بِمَا:** اهڙي شيءِ سان. **تَعْيَ:** فعل مضارع، عاجز ٿئي، ٿڪجي پوي. **اَلْعُقُوْلُ:** عقل، سمجهہ، شعور. **حِرْصًا عَلَيْنَا:** اسان جي هدايت جي شوق ۽ حرص سبب، اسان سان خاص لڳاؤ هئڻ سبب. **فَلَمْ نَرْتَبْ:** : فعل مضارع جحد: اسان شڪ نہ ڪيو. **لَمْ نَهِمِ:** فعل مضارع جحد، اسان بي مقصد لڳاؤ نہ رکيو، خواهہ مخواهہ مائل نہ ٿياسون. حيران سرگردان نہ ٿياسون.

**تشريح:** پاڻ سڳورن ﷺ جن اسان سان خاص لڳاؤ ۽ تعلق سبب ۽ اسان جي هدايت ۽ رهنمائي جي شوق سبب، ڪڏهن بہ اسان کي اهڙي آزمائش ۽ امتحان ۾ نہ وڌو، جنهن جي گتي سلجهائڻ ۽ سمجهڻ ۾ اسان جو عقل ۽ شعور ٿڪجي پوي يا عاجز ٿي پوي ۽ اهو ڪري نہ سگهي. ڇوتہ ڪين هميشہ اسان جي اصلاح ۽ ڀلائي مقصود هئي، ان ڪري پاڻ ڪريمن ﷺ جن هميشہ نهايت عام فهم ۽ سولي انداز ۾ اسان جي هدايت ۽ رهنمائي ڪئي. ان ڪري اسان ڪڏهن بہ سندن حڪمن جي بجا آوري ۾ شڪ شبهي ۾ بہ نہ پياسون ۽ نہ وري خواهہ مخواهہ حيران ۽ پريشان ٿي، بي مقصد ۽ بي مطلب رهياسون. سندن هر حڪم کي نهايت خوشيءَ ۽ صدق - دل سان قبول ڪيو سون. ڇوتہ اهو اسان جي ئي فائدي ۾ هيو ۽ ڪڏهن ائين نہ ٿيو جو اسان سندن حڪم جي بجا آوري ٽنل دل سان ڪئي هجي ۽ مڙيوئي وقت گذارڻ وارو ڪم ڪيو هجي. پر سندن هر حڪم کي اکين تي رکي قبول ڪيو آهي ۽ صدق دل سان بجا آندو آهي.

٤٨

اَعْيَى الْوَرٰى فَهْمُ مَعْنَاهُ فَلَيْسَ يُرٰى
لِلْقُرْبِ وَالْبُعْدِ فِيْهِ غَيْرُ مُنْفَحِمٖ

✪✪✪

خلق کي عاجز کيو ان جي حقيقت جي حجاب
دور يا نزديک وارا هرطرح ٿيا لاجواب

✪✪✪

خلق کون اونهندي حقيقت دي خبر عاجز کتا
دور تي نزديک والا لاجواب آخر ٿيا

✪✪✪

عاقلاں از فہم معنیٔ محمّد عاجز اند
اهلِ عالم جملہ در وصفش کشیدستند دم

✪✪✪

**ترجمو:** مخلوق آنحضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي اصل حقيقت ڄاڻڻ کان عاجز ۽ قاصر آهي سندن قريب توڙي بعيد رهڻ وارن لاءِ سواءِ لاجواب ٿيڻ جي ٻيو کو چارو نہ آهي.

**لفظي معنىٰ: اَعْيَىٰ:** فعل ماضي. عاجز ڪيائين، ٿڪائي ساٿو ڪري وڌائين. **اَلْوَرٰى:** مخلوق. **فَهْمُ:** سمجهڻ، پروڙڻ. **مَعْنَاهُ:** آنحضرت ﷺ جي حقيقت محمدي، ڪمال ۽ بلندي، باطن ۽ ڳجهہ. **لَيْسَ يُرٰى:** فعل مضارع ليس سان گڏ، معنىٰ نٿو ڏنو وڃي. **غَيْرُ مُنْفَحِمٖ:** اسم فاعل. لاجواب ٿي وڃڻ، دليل ٻڌي خاموش ٿي وڃڻ.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي ڪمالات ۽ سندن حقيقت جي ادراڪ، پوري مخلوق کي عاجز ۽ قاصر بڻائي ڇڏيو آهي ۽ ڪنهن کي بہ اها طاقت نہ آهي جو آنحضرت ﷺ جن جي ذات بابرڪات جي حقيقت ۽ ڪمال بابت ڪما

حقه لب ڪشائي ڪري سگهي. پوءِ ڪٿي زمان، مڪان يا مرتبي ۽ مان جي لحاظ سان ڪير بہ سندن ڪيترو قريب يا پري ڇونہ هجي. هر حالت ۾ هر شخص لاءِ اهو ممڪن ئي نہ آهي تہ هو ڪمالات محمدي ﷺ جو پوري طرح بيان ڪري سگهي، ان ڪري هر قريب توڙي بعيد، سڀ ان ڳالهہ کان بلڪل لاجواب آهن، جو اهي آنحضرت ﷺ جي شان بابت پوري طرح لب ڪشائي ڪري سگهن.

٤٩

كَالشَّمْسِ تَظْهَرُ لِلْعَيْنَيْنِ مِنْ بُعُدٍ
صَغِيْرَةً وَّ تُكِلُّ الطَّرْفَ مِنْ اَمَمٍ

✪✪✪

آفتاب اهڙو، لڳي ننڍڙو ڏسڻ ۾ ڏور کان
پر وجو ويجهو اکيون عاجز ٿين ٿيون نور کان

✪✪✪

جيوين سج ننڍڙا لڳي، ڏيکن اکيان جي ڏورتون
پر وجو ويجهي، اکيان عاجز ٿي پوون نور تون

✪✪✪

مثل خورشيد ست حالش کوبود کوچک ز دور
در برابر چشمہائے مردم اندازد بہم

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جو مثال بہ سج وانگر آهي، جيڪو پري کان تہ اکڙين کي ڏسڻ ۾ ننڍڙو لڳي ٿو، پر جڏهن سندس نزديڪ وجو تہ اکين کي عاجز ڪري ٿو ۽ ٿڪائي وجهي ٿو.

**لفظي معنيٰ: تَظْهَرُ:** فعل مضارع. ظاهر ٿئي ٿو. **تُكِلُّ:** فعل مضارع .عاجز ڪري ٿو، ٿڪائي وجهي ٿو. **اَلطَّرْفَ** : اکيون. **اَمَمِ:** قريب، نزديڪ.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي شان ۽ مان جو ادنيٰ مثال اهو آهي تہ هو گويا سج وانگر آهن، جهڙي طرح سج پري کان اکڙين کي ڏسڻ ۾ ننڍڙو نظر ايندو

آهي، پر جڏهن سج جي قريب ٿجي ٿو ته پوءِ اهي ساڳيون اکيون ان کي چڱي طرح ڏسڻ کان به عاجز ٿي وينديون آهن ۽ اکيون سج جي تيز روشنيءَ ۽ نور سبب بند ٿي ويندديون آهن. ان جي پوري حقيقت معلوم ڪري نه سگهنديون آهن. اهڙي طرح آنحضرت محمد ﷺ کي ظاهري رنگ ڍنگ ۾ ته ماڻهو هڪ بشر ۽ انسان جي حيثيت طور ڏسن ٿا. پر جڏهن پاڻ سڳورن جي شان، مان، مقام، مرتبي ۽ ڪمالات جي حقيقت جي معلومات ڪجي ٿي ته پوءِ انسان عاجز ٿي پون ٿا ۽ حضور ﷺ جن جي حقيقت کي پروڙڻ کان قاصر رهجي وڃن ٿا. "بعد از خدا بزرگ توئي قصہ مختصر".

٥٠

وَ كَيْفَ يُدْرِكُ فِي الدُّنْيَا حَقِيْقَتَهٗ
قَوْمٌ نِيَامٌ تَسَلَّوْا عَنْهُ بِالْحُلُمِ

✪✪✪

هن جي دنيا ۾ حقيقت ڪيئن پلا ڄاڻي سگهي
قوم خفته، محو جيڪا پنهنجي خوابن ۾ رهي

✪✪✪

اونهندي دنيا وچ حقيقت ڪون پروڙي ڪيا بشر
قوم جيڪا ننڊ دے وچ هي ستل تي بي خبر

✪✪✪

چوں بدانندش حقيقت اہل عالم چوں بود
مست - خواب و ديدنش درخواب داند مغتنم

✪✪✪

**ترجمو:** انهن ماڻهن کي آنحضرت ﷺ جن جي حقيقت هن دنيا ۾ ڪهڙي طرح معلوم ٿي سگهي ٿي، جيڪي دراصل ننڊ ۾ آهن ۽ خواب ۾ ئي حقيقت ڏسڻ گهرن ٿا.

**لفظي معنيٰ: كَيْفَ:** ڪهڙي طرح، ڪيئن. **يُدْرِكُ:** فعل مضارع. سمجهي سگهي ٿو، ادراڪ ڪري سگهي ٿو. **نِيَامٌ:** ننڊ، ستل. **تَسَلَّوْا:** ماضي تسلي

مان ، تسلي وارا ٿيا. **حُلُمِ:** خواب.

**تشريح:** جڏهن خدا جا برگزيده ٻانها، ولي ۽ اصحاب سڀ‌ئي سڳورا بہ آنحضرت ﷺ جي حقيقت کي پرکڻ کان عاجز ۽ بي بس آهن تہ پوءِ اهي ماڻهو جيڪي ننڊ ۾ آهن ۽ رڳو خوابن جي سهاري حقيقت ڄاڻڻ جا خواهان آهن. اهي ڪيئن ممڪن آهي تہ آنحضرت ﷺ جي ڪمالات کان آگهي حاصل ڪري سگهندا. بلڪ ائين سمجهو تہ اهو بالڪل ناممڪن آهي. هن دنيا جو ذڪر ان ڪري آهي جو آنحضرت ﷺ جي حقيقت کي هن دنيا ۾ هن دنيا جي اکين ۽ ادراڪ سان ڏسي ۽ پروڙي نٿو سگهجي. پر آخرت ۾ هر شخص کي پنهنجي پنهنجي اندروني بصارت وسيلي سندس مان ۽ مرتبي مطابق ڪجھ نہ ڪجھ پروڙ پئجي سگهندي.

(٥١)

فَمَبْلَغُ الْعِلْمِ فِيْهِ اَنَّهٗ بَشَرٌ

وَّ اَنَّهٗ خَيْرُ خَلْقِ اللّٰهِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

بس رڳو آ ايترو معلوم آخير البشر

۽ خدا جي خلق ۾ سڀ کان ڀلو ۽ نامور

✪✪✪

بس رڳا هي جاڻ اتلي، هي نبي خير البشر

هي خدا دي خلق وچ سڀ تون سٺا تي خوبتر

✪✪✪

مبلغ - معلوم مردم آں کہ سید آدمی ست

بہترین - مرداں باشد رسول - محتشم

✪✪✪

**ترجمو:** نبي اڪرم ﷺ جن جي باري ۾ جيتري علم ۽ ڄاڻ جي حد آهي تہ ان مطابق، پاڻ عظيم قدر وارا انسان آهن ۽ بيشڪ خدا وند ڪريم جي پوري مخلوقات کان افضل ۽ بهتر آهن.

**لفظي معنيٰ: فَمَبْلَغُ:** اسم ظرف. پهچڻ جي حد، انتها.

**تشريح:** جڏهن آنحضرت محمد ﷺ جن جي قدرو منزلت جو اندازو لڳائڻ ممڪن ئي ناهي تہ پوءِ ائين چئجي تہ انساني ڄاڻ ۽ علم جي انتھا موجب پاڻ هڪ وڏي عظمت وارا انسان آهن ۽ سندن ڪوبہ ثاني يا همسر نہ آهي، هو خدا جي سموري مخلوقات کان افضل ۽ بهتر آهن ڪوبہ سندن همسري يا برابري ڪري نٿو سگهي.

جبل سان متو چو هٽين تو هنيلا محمد جو ثاني بشر ڪو نہ ٿيندو،
ڪروڙين تون رنگين پٿر پسين پر ڪو هيري جو همسر حجر ڪو نہ ٿيندو.

## ٥٢

وَ كُلُّ اٰيٍ آتَى الرُّسُلُ الْكِرَامُ بِهَا
فَاِنَّمَا اتَّصَلَتْ مِنْ نُّوْرِهٖ بِهِمٖ

✪✪✪

انبياءِ حضرات جيڪي معجزا ظاهر ڪيا
سي نبي جي نور اطهر معرفت حاصل ٿيا

✪✪✪

انبياء اڪرام آندے جيڪي سارے معجزے
سے نبي دي نور اطهر معرفت حاصل ڪتے

✪✪✪

ہرچہ آوردند مجموع - رسل از معجزات
آں ز نورِ مصطفیٰ آمد بایشاں لاجرم

✪✪✪

**ترجمو:** سمورا معجزا جيڪي انبياءِ سڳورا پاڻ سان گڏ ڪٺي آيا، اهي انهن نبين سڳورن وٽ نبي ڪريم ﷺ جن جي نور مبارڪ جي معرفت پهتا هيا.

لفظي معنىٰ: **اٰيٍ**: آيت نشاني، معجزو. **اَتٰى**: فعل ماضي. ڪٽي آيو، آندائين.

**اِتَّصَلَتْ**: فعل ماضي، پهتا، رسيا. **بِهِمِ**: انهن کي، انهن وٽ.

**تشريح:** اها حقيقت آهي تہ سمورن نبي سڳورن پنهنجي پنهنجي دور ۾ جيڪي معجزا آندا ۽ پنهنجي قوم آڏو پيش ڪيا. اهي دراصل حضور ڪريم ﷺ جن جي نور مبارڪ جي معرفت انهن تائين پهتا آهن. ڇوتہ الله تعاليٰ سڀ کان اول حضور پرنور ﷺ جن جو نور مبارڪ خلقيو ۽ ان کان پوءِ سندن نور مبارڪ مان ٻين کي پرتو نصيب ٿيو. حديث شريف ۾ آهي، "**اَوَّلُ مَا خَلَقَ اللّٰهُ نُوْرِیْ**" سڀ کان اول الله تبارڪ وتعاليٰ منهنجو نور خلقيو ۽ بعد ۾ ان نور مان ٻين کي پرتو نصيب ٿيو.

## ٥٣

**فَاِنَّهٗ شَمْسُ فَضْلٍ هُمْ كَوَاكِبُهَا**
**يُظْهِرْنَ اَنْوَارَهَا لِلنَّاسِ فِی الظُّلَمِ**

✪✪✪

**عظمتن جو سج "محمدؐ" انبيا تارن مثال**
**جيڪي اونداهي ۾ ظاهر ڪن رڳو حسن و جمال**

✪✪✪

**عظمتان دا سج "محمدؐ" انبياء تار ے لگن**
**صرف اونداهي دے وچ او روشني ظاهر ڪرن**

✪✪✪

**او بود خورشيد فضل و ديگراں سيارگاں**
**روشنی سيارگاں ظاهر کنند اندر ظلم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن فضل و ڪمال جا سج آهن ۽ باقي سمورا انبياءِ ڪرام (ان سج مان روشني حاصل ڪندڙ) ستارا آهن ۽ ستارا رڳو اونداهي ۾ ئي

ماٺهن کي پنهنجي روشني ڏيکاري سگهن ٿا.

**لفظي معنيٰ: كَوَاكِبُ:** جمع ڪوڪب جو، ستارا. **يُظْهِرْنَ:** فعل مضارع جمع مؤنث. ظاهر ڪن ٿا، ڏيکارين ٿا. **اَنْوَارَ:** جمع نور جو، روشني. **اَلظُّلَمِ:** اونداهي، انڌيرو، تاريڪي.

**تشريح:** حقيقت ۾ پاڻ سڳورا ﷺ جن فضل و ڪمال جا روشن سج آهن، باقي سمورا انبياءِ ڪرام سندن مقابلي ۾ تارن مثال آهن. گويا سمورن نبي سڳورن کي فيض ۽ فضيلت آنحضرت ﷺ جن جي نور مبارڪ جي پرتو جي طفيل ملي آهي. جهڙيطرح تارا رڳو تڏهن ٽمڪندا ۽ روشني ڪندا آهن، جڏهن سج موجود نه هوندو آهي. سج جي موجودگي ۾ سندن چمڪ ۽ نور نظر نه ايندو آهي بلڪل ساڳي طرح حضور ﷺ جن جي موجودگي ۾ تمام انبياءِ ڪرام جا سمورا ديني فيض جا واهڙ هن وڏي بي ڪنار بحر ۾ داخل ٿي ويا آهن ۽ آنحضرت ﷺ جن جي ظهور بعد سندن وجود معدوم ٿي ويو آهي. اهي رڳو تارن وانگر تاريڪي ۾ ٽمڪي سگهيا ٿي. جيڪا تاريڪي هن سج جي اچڻ سان ختم ٿي وئي آهي.

٥٤

**حَتّٰى اِذَا طَلَعَتْ فِىْ الْكَوْنِ عَمَّ هُدَاهَا**
**الْعَالَمِيْنَ وَ اَحْيَتْ سَآئِرَ الْاُمَمِ**

⚪⚪⚪

**تيو طلوع جڳ ۾ جڏهن، ٿي عام ان جي روشني**
**وئي ملي اقوام عالم کي نئين سر زندگي**

⚪⚪⚪

**ٿيا طلوع جڳ وچ جڏهن ٿي عام اونهدي روشني**
**مل ڳئي اقوام عالم کون، نئين سر زندگي**

⚪⚪⚪

پيشوا ئے خلق عالم شد، چوں آمد در وجود
چوں عدم پوشيده شد از نور او جمله امم

✪✪✪

**ترجمو:** جڏهن آفتاب رسالت ماب ﷺ هن دنيا ۾ طلوع پذير ٿيا ته سندن هدايت رهنمائي ۽ روشني پوري ڪائنات ۾ پکڙجي وئي ۽ سندن نور هدايت جي برڪت سان سيني قومن ۾ زندگي جي لهر پکڙجي وئي. (يا جڏهن آفتاب رسالت ماب ﷺ جو هن دنيا ۾ طلوع ٿيو ته ان جي هدايت، رهنمائي ۽ روشني پوري عالم ۾ پکڙجي وئي ۽ سندن نور ۽ روشني جي ڪري، باقي سمورين قومن جي روشني اجهامي وئي يا اهي ختم ٿي ويون.)

**لفظي معنيٰ: حَتّٰی:** تان ته جڏهن. **طَلَعَتْ:** فعل ماضي غائب. طلوع ٿيو، سج ايريو. **فِیْ الْکَوْنِ:** جهان ۾، دنيا اندر. **عَمَّ:** فعل ماضي غائب: عام ٿيو. پکڙجي ويو. **هُدَاهَا:** ان جي روشني. ان جي هدايت ، رهنمائي. **اَلْعَالَمِیْنَ:** عالمن تي، پوري ڪائنات اندر. **اَحْیَتْ:** زندگي جي لهر پکيڙي ڇڏي، زندگي بخشي. **سَآئِرِ:** سموريون، سڀ. **الْاُمَمِ:** امتون. قومون، ڪجهه نسخن ۾ "اَخْبَتْ سَآئِرِ" آيو آهي. **اَخْبَتْ:** فعل ماضي غائب. اجهائي ڇڏيو، وسائي ڇڏيو، ختم ڪري ڇڏيو، پوءِ مطلب ٿيندو ته سڀ قومن کي ختم ڪري ڇڏيو. سڀ قومن جو ڏيو وسائي ڇڏيو. هن مطلب سان وري شعر جو سنڌي ۽ سرائڪي ۾ ترجمو هن طرح ٿيندو.

"ٿيا طلوع جڳ ۾ جڏهن، ٿي عام ان جي روشني
روشني اقوام عالم جي تڏهن کان ٿي جهڪي"
ٿيا طلوع جڳ وچ جڏهن ٿي عام اونهدي روشني
روشني اقوام عالم دي تڏهن ڪون ٿي جهڪي.

**تشريح:** جڏهن حضور پر نور ﷺ جن جو آفتاب رسالت ماب طلوع فرما ٿيو ۽ سندن نبوي سج نروار ٿيو ته ان جي هدايت، رهنمائي ۽ روشني پوري عالم ۾ پکڙجي وئي ۽ پوري ڪائنات سندن فيض کان فيض ياب ٿي ۽ نور کان منور

ٿي. گويا سندن نور جي برڪت سان ٻين قومن جي زندگي ۾ نئين لهر ڊوڙي وئي ۽ کين نئين زندگي عطا ٿي ۽ هو موت کان نئين سر زنده ٿي ويا. يا مطلب ٿيندو تہ اهي سموريون قومون سندن نور جي روشني جو تاب نہ سهي سگهيون ۽ سندن ڏيا گل ٿي ويا هو گهڻو عرصوزنده رهي نہ سگهيون ۽ ختم ٿي ويون.

## ٥٥

## اَكْـرِمْ بِخَـلْـقِ نَبِيٍّ زَانَـهٗ خُلُقٌ
## بِالْحُسْنِ مُشْتَمِــلٍ بِالْبِشْرِ مُتَّسَمِ

✪✪✪

**سونهن وارو، جنهن کي سينگاريو سندن خلقِ عظيم**
**حسن سان گڏ ان جي خوشخلقي ٿيا شانِ ڪريم**

✪✪✪

**سهڻا صورت وچ نبي اخلاق دا اعلىٰ عظيم**
**حسن تي خوش خلقي واليان خوبيان شان - ڪريم**

✪✪✪

**خَلق پيغمبر نڪو بر خُلق خوش آراستہ**
**مشتمل برحسن باشد بر بشارت متسم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جي صورت مبارڪ ڪهڙي نہ سٺي ۽ سونهن واري آهي، جنهن کي سندن سيرت پاڪ ۽ خوش اخلاقي زينت ۽ رونق بخشي آهي. سندن صورت مبارڪ حسن ۾ ويڙهيل ۽ لپيٽيل آهي، جيڪا خوش اخلاقي ۽ خنده پيشاني جي علمبردار آهي.

**لفظي معنيٰ: اَكْرِمْ:** فعل تعجب ، ڪهڙو نہ سٺو ، ڪهڙو نہ پاڪيزه. **خَلْقِ:** پيدائش، بناوٽ، صورت، ساخت. **خُلُقٌ:** سٺي سيرت، سٺو ڪردار، سٺا اخلاق سٺا گڻ. **زَانَهٗ:** فعل ماضي، ان کي زينت بخشي، ان کي سينگاريو. **مُشْتَمِلٍ :**

اسم فاعل. ويڙهيل، لپيٽيل، شامل ٿيندڙ. **بِشْرِ :** خنده پيشاني، خوش خلقي.
**مُتَّسَمِ:** اسم فاعل. نشان لڳايل، علمبردار.

**تشريح:** پاڻ ڪريم ﷺ جن جهڙي طرح تمام سهڻي شڪل و صورت جا مالڪ آهن، اهڙي طرح سندن ڪمال - فضيلت ۽ عظمت، ظاهري سونهن سوپيا کي وڌيڪ زينت بخشي ڇڏي آهي. يعني پاڻ صورت توڙي سيرت ۾ يڪتا آهن. ڪوبہ ماڻهو سندن صورت يا سيرت جو مقابلو ڪري نٿو سگهي. ڪين حسن جي پردن ۾ لپيٽيو ويو آهي. سندن چهري مبارڪ تي هميشه خوش خلقي نظر اچي ٿي. پاڻ هرهڪ سان خوشخلقي ۽ خنده پيشاني سان پيش اچن ٿا. مطلب تہ پاڻ صورت توڙي سيرت ۾ يڪتا ۽ بي مثال آهن.

## ٥٦

**كَالزَّهْرِ فِىْ تَرَفٍ وَالْبَدْرِ فِىْ شَرَفٍ**
**وَّ الْبَحْرِ فِىْ كَرَمٍ وَّ الدَّهْرِ فِىْ هِمَمِ**

✪✪✪

**تازگي مڪڙي مثل ۽ شان بالا بدر ڪان**
**هو سخاوت جو سمندر عالي همت دهر ڪان**

✪✪✪

**تازگي مکڑي مثل تے شان بالا بدر تون**
**هے سخاوت دا سمندر عالي همت دهر تون**

✪✪✪

**چوں بہار از تازگی بُد، ہمچوں بدر اندر شرف**
**ہمچوں دریا در کرم، چوں روزگار اندر همم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جي ذات بابرڪات تازگي ۽ لطافت ۾ مڪڙي وانگر آهي. فضيلت ۽ شان جي بلنديءَ ۾ چوڏهين جي چنڊ بدر وانگر آهي. پاڻ سخاوت ۾ دريا وانگر ۽ عالي همت هجڻ ۾ زماني وانگر آهن.

**لفظي معنىٰ: اَلزَّهْرِ:** مکڙي، شگوفہ **تَـرَفٍ:** تازگي، لطافت رعنائي. **اَلْبَدْرِ:** چوڏهين جو چنڊ. **شَرَفٍ:** فضيلت، شان مان، مرتبو. **هِمَمِ:** عالي همت هجڻ، باهمت هجڻ.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي ذات مبارڪ پنهنجي لطافت، نرمي ۽ تازگيءَ ۾ مکڙي وانگر هئي. جهڙي طرح مکڙي ۾ بي پناهہ تازگي هوندي آهي، اهڙي طرح آنحضرت ﷺ جن جي ذات بابرڪات ۾ ان کان بہ زياده تازگي، لطافت ۽ رعنائي هميشه موجود هوندي هئي. پاڻ پنهنجي فضيلت ۽ شان جي ڪمال ۾ هميشه چوڏهين جي چنڊ وانگر باڪمال ۽ عالي مقام نظر ايندا هيا. پنهنجي سخاوت ۾ درياء وانگر هيا ۽ هر هڪ کي پنهنجي سخاوت جي فيض سان سيراب ۽ شاداب ڪندا رهندا هيا. سندن در تان ڪوبہ هٿين خالي نہ وريو، پر هميشه رحمتن ۽ برڪتن سان جهوليون پري فيض ياب ٿي نڪتو. پاڻ زماني وانگر عالي همت، جرئتن ۽ همتن جو پيڪر هيا. سندن ذات والا صفات جهڙو دلير بهادر ۽ باهمت ملڻ ممڪن نہ هيو. ڪين مکڙي، بدر، دريا ۽ زماني سان تشبيه ڏيڻ جو مقصد آهي تہ اهي خوبيون آنحضرت ﷺ جن ۾ بذات خود موجود هيون . پاڻ انهن خوبين جو اصل سرچشمو هيا. ٻين جون اهي خوبيون سندن خوبين جو پرتو آهن، گويا ٻين جون اهي خوبيون اصلي ۽ بالذات نہ آهن.

(٥٧)

كَـأَنَّـهُ وَهُـوَ فَـرْدٌ فِـىْ جَـلَالَـتِـهٖ
فِىْ عَسْكَرٍ حِيْنَ تَلْقَاهُ وَ فِىْ حَشَمٖ

✪✪✪

هو اڪيلائي ۾ پي عظمت ۽ شوڪت جو نشان
گويا آهن فوج جي يا خادمن جي درميان

✪✪✪

او اڪيلائي دے وچ جاه و جلالت دا نشان
چٹک هے لشکر دے وچ يا خادمان دے درميان

✪✪✪

گر کسے دیدیش تنہا خود ہمی پندا شتے
کز بزرگی اوست اندر لشکر و خیل و حشم



**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جڏهن بلڪل تنهائي ۾ اڪيلا موجود هجن، تون ان وقت بہ جيڪر سندن مشاهدو ڪندين تہ توکي سندن عظمت ۽ جلال جي جهلڪ اهڙيطرح محسوس ٿيندي، ڄڻ هو (اڪيلا نہ آهن پر) وڏي لشڪر ۽ خادمن جي وچ ۾ موجود آهن ( ان ڪري ئي ايڏي هيبت، رعب ۽ عظمت نظر اچي پئي).

**لفظي معنيٰ:** **فَرْدٌ:** فرد، تنها، اڪيلو، يگانو. **عَسْكَرٍ** : لشڪر ، فوج. **حِيْنَ:** جڏهن ، جنهن وقت. **تَلْقَاهُ:** فعل مضارع. تون ان سان ملاقات ڪندين، ان جو مشاهدو ڪندين. **حَشَمٍ:** خادم.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي ذات مبارڪ ۾ جيتري نرمي، لطافت، شفقت، پيار ۽ محبت هئي، ايتري سندن ذات مبارڪ ۾ عظمت، جلال ۽ هيبت سمايل هئي. حضور جن ﷺ کي جيڪڏهن تون بلڪل اڪيلائي ۾ ڏسين، پاڻ تنها هجن ۽ ساڻن ڪوبہ ٻيو گڏ نہ هجي، ان وقت بہ سندن ذات مبارڪ ۾ توکي ايترو تہ جلال ۽ عظمت نظر ايندو جو تون محسوس ڪندين تہ گويا پاڻ هڪ وڏي لشڪر جرار ۾ پنهنجن بي شمار جانثار خادمن جي درميان آهن. پاڻ هڪ وڏي هيبت عظمت ۽ جلال جا پيڪر ۽ نشان آهن. هت " فرد" مان مراد آهي تہ پاڻ سڳورا پنهنجي عظمت ۽ جلال ۾ ايترا تہ يگانا آهن جو ڪوبہ سندن همسر ۽ برابر نہ آهي. هو پنهنجي انهيءَ صفت ۾ يگانا ۽ منفرد آهن.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ



٥٨

كَاَنَّمَا اللُّؤْلُؤُ الْمَكْنُوْنُ فِیْ صَدَفٍ
مِنْ مَعْدِنَیْ مَنْطِقٍ مِّنْهُ وَ مُبْتَسَمٍ

✪✪✪

گويا پوشيده صدف ۾ آهي موتي تابدار
ان جا دندان مبارڪ ۽ ڪلام - گوهر بار

✪✪✪

گويا پوشيده صدف دے وچ هے موتي تابدار
اونهن سندے دندان مبارڪ يا ڪلام -گوهر بار

✪✪✪

درّ ممکنوں در صدف دندان - او بد گوئيا
واں دہن گویا کہ می افشاند مروارید ہم

✪✪✪

**ترجمو:** پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي گفتگو ۽ تبسم يا دندان مبارڪ، سندن زبان ۽ لب مبارڪ جي ٻن کاڻن مان ائين ظاهر ٿين ٿا جيئن صدف اندر پردن ۾ ويڙهيل کو تابدار موتي هجي.

**لفظي معنيٰ: كَاَنَّمَا:** چڻڪ، گويا، مثل. **اَللُّؤْلُؤُ:** موتي تابدار، چمڪدار موتي. **مَكْنُوْنُ:** اسم مفعول. لکل، ڍڪيل، ويڙهيل. **صَدَفٍ:** سپ. **مَعْدِنْ:** کاڻ ، رهڻ جو هنڌ. **مَنْطِقٍ:** گفتگو. **مُبْتَسَمٍ:** تبسم، مرڪ. معدن منطق مان مراد گفتگو جي کاڻ يعني زبان آهي ۽ معدن تبسم مان مراد لب مبارڪ يا دندان مبارڪ آهن.

**تشريح:** شاعر جو چوڻ آهي تہ جيڪو موتي اڃان صدف ۾ ويڙهيل آهي ۽ ظاهر نہ ٿيو آهي، ان موتي جو آب و تاب ڏسڻ وٽان هوندو آهي. پر اهڙو موتي بہ گويا آنحضرت ﷺ جي ٻن گوهرن يعني ڪلام مبارڪ ( گفتگو) ۽ تبسم يا ڏندن مبارڪ جي هڪ ادنيٰ جهلڪ آهي: اهي ٻئي موتي حضور ﷺ جن جي

پن ڪاڻ هڪ زبان مبارڪ ۽ ٻيو لب مبارڪ مان ظاهر تين ٿا. جهڙي طرح موتي جي ڪاڻ صدف آهي ۽ اهو صدف اندر ئي نهايت تابدار نظر ايندو آهي. اهڙي طرح حضور ﷺ جي گفتگو جي ڪاڻ زبان مبارڪ ۽ تبسم يا ڏند مبارڪ جي ڪان لب مبارڪ مان جڏهن اهي ظاهر ٿين ٿا، ته انهن ۾ ايتري ته چمڪ، ڏمڪ ۽ رونق آهي، جو موتي تابدار جيڪو اجان صدف ۾ آهي، سو به سندن هڪ ادني جهلڪ جو مثال پيش ڪري نٿو سگهي.

٥٩

**لَا طِيْبَ يَعْدِلُ تُرْبًا ضَمَّ اَعْظُمَهٗ**
**طُوْبٰى لِمُنْتَشِقٍ مِّنْهُ وَ مُلْتَثِمٖ**

✪✪✪

**مٽ نہ ان مٽي جي خوشبوءِ جسم اطهر کي ڇهي جا**
**ڀاڳ ان جا جو سنگهي تو يا چمي تو خاڪِ پا**

✪✪✪

**مٽ نہ تنهن مٽي دي خوشبو جسم ڪون جيڪا ڇُهي**
**ڀاڳ والا سو اها مٽي سنگهي توڙي چمي**

✪✪✪

**هيچ بوئے خوش چو بوئے خواب گاه - او نبود**
**نيک بخت آنکس کہ بوئيدست و بو سيد ست هم**

✪✪✪

**ترجمو:** ڪابہ خوشبوءِ ان مٽي سان همسري ۽ برابري ڪري نٿي سگهي، جيڪا آنحضرت ﷺ جن جي جسم اطهر کي ڇهي ٿي (جنهن جاءِ تي پاڻ آرام فرما آهن) انهيءَ کي سنگهڻ ۽ چمڻ واري جا ڪهڙا نہ ڀاڳ آهن ! !

**لفظي معنيٰ: طِيْبَ:** خوشبوءِ. **يَعْدِلُ:** فعل مضارع. برابري ڪري ٿو، همسري ڪري ٿو. **تُرْبًا:** مٽي. **ضَمَّ:** فعل ماضي. لڳو، ڇهيو. **اَعْظُمَ:** هڏيون مراد جسم مبارڪ آهي. **طُوْبٰى:** واه واه، خوشقسمت ، وڏا بخت. **مُنْتَشِقٍ:**

اسم فاعل. سنگهڻ وارو. **مُلْتَثِمِ:** اسم فاعل. بوسہ ڏيڻ وارو، چمڻ وارو.

**تشريح:** دنيا جي ڪابہ خوشبوء ان مٽي جي برابر هرگز نہ آهي، جيڪا مٽي آنحضرت ﷺ جن جي جسم اطهر کي سندن قبر مبارڪ ۾ لڳل آهي. ڇوتہ اها مٽي جنهن کي آنحضرت ﷺ جن جي جسم پاڪ کي ڇهڻ جي سعادت نصيب ٿي آهي. ان سان دنيا جي ڪهڙي شيءِ ڀلا مقابلو ڪري سگهندي يا ان جي همسري ۽ برابري جي دعويٰ ڪري سگهندي. اها مٽي پنهنجي خوش بختي جي لحاظ سان پنهنجي شان ۽ مان ۾ پوري روء زمين بلڪہ ڪعبہ ۽ عرش اعظم کان بہ بهتر آهي. ڇاڪاڻ تہ اها خدا جي محبوب جو مسڪن ۽ آرام جي جڳهہ آهي. واقعي اهو ماڻهو ڪيڏو خوشقسمت ۽ وڏن بختن وارو آهي جنهن کي خداوند ڪريم هن پاڪ جڳهہ تي پهچڻ ۽ ان مٽي مبارڪ کي سنگهڻ ۽ ان کي بوسہ ۽ چميون ڏيڻ جي سعادت نصيب ڪري، حديث شريف ۾ آهي. " من زار قبري وجبت له شفاعتي ". جنهن منهنجي قبر جي زيارت ڪئي ان شخص جي شفاعت ڪرڻ مون لاءِ لازم ٿي وئي. گويا حضور ﷺ جن جي قدمن جي خاڪ انسانن جي شفاعت جو ذريعو آهي. پوءِ ان مٽي جي برابر ڪهڙي خوشبوء يا ڪا ٻي مٽي ٿي سگهي ٿي. واقعي ان کي سنگهندڙ ۽ چمي ڏيندڙ جا ڀلا ڀاڳ آهن جو کيس اها سعادت نصيب ٿي جيڪا سندس شفاعت جو ذريعو آهي.

**ادب گاهيست زيرِ آسماں از عرش نازک تر**
**نفس گم کرده می آيد جنيد و بايزيد اينجا**

✪✪✪

**مَـوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّـمْ دَآئِـمًا اَبَـدًا**
**عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْـقِ كُلِّـهِمِ**

✪✪✪

## باب چوٿون — ولادت باسعادت رسول الله ﷺ

(٦٠)

آبَانَ مَوْلِدُهٗ عَنْ طِيْبِ عُنْصُرِهٖ
يَا طِيْبَ مُبْتَدَاءٍ مِّنْهُ وَ مُخْتَتَمِ

✪✪✪

تي ولادت با سعادت وقت عظمت رونما
واه واه تنهنجي پلاري ابتدا ۽ انتها

✪✪✪

تي ولادت با سعادت وقت عظمت رونما
واه واه تيڏي سڳوري ابتدا تي انتها

✪✪✪

وقت - زادن پاکیء ذات - شريفش شد پديد
پاک بودش مبتداء و پاک بودش مختتم

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جي ولادت با سعادت سندن اصلي پاڪيزگي ۽ ذاتي عمدگي ۽ ڪمال کي ظاهر ڪري ڇڏيو. واقعي واهه واهه سندن حسنِ ابتدا آهي ۽ واهه واهه سندن حسن - انتها آهي.

**لفظي معنىٰ: آبَانَ:** فعل ماضي. ظاهر ڪيو. **مَوْلِدُ:** اسم ظرف آهي. ڄمڻ جو هنڌ يا ڄمڻ جو زمانو هت مراد ولادت با سعادت جو زمانو يا ولادت با سعادت جو هنڌ آهي. **طِيْبِ:** پاڪيزگي، عمدگي، لطافت. **عُنْصُرِ:** اصل. **مُبْتَدَاءٍ:** اسم ظرف. ابتدا ۽ شروعات جي جڳهه يا زمانو. **مُخْتَتَمِ:** اسم ظرف. انتها. خاتمو، پڇاڙي جو هنڌ يا زمانو.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي ولادت با سعادت وقت اهڙا تہ معجزا ظاهر

ٿيا، جن پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي ذاتي عمدگي ۽ اصلي پاڪيزگي جي ڪلمر ڪلا شاهدي ڏني دنيا آڏو ظاهر ڪيو تہ هڪ عظيم شخصيت تشريف فرما ٿي چڪي آهي، جيڪا خداوند ڪريم جو هڪ وڏي مان وڏو احسان آهي. سندن ولادت با سعادت جو زمان توڙي مڪان سندن ذاتي بزرگيءَ جو صاف صاف اعلان ڪري رهيا آهن. واقعي هن دنيا ۾ سندن اچڻ وارو وقت يعني ابتدا، توڙي رخصت ٿيڻ وارو وقت يعني انتها، قابل ستائش ۽ قابل فخر آهن.

٦١

**يَوْمٌ تَفَرَّسَ فِيْهِ الْفُرْسُ اَنَّهُمْ**
**قَدْ اُنْذِرُوْا بِحُلُوْلِ الْبُؤْسِ وَالنِّقَمِ**

✪✪✪

**ان ڏهاڙي اهلِ فارس ڪي پتو پئجي ويو**
**سختي ۽ رنج و الم جو دور آنازل ٿيو**

✪✪✪

**اونهن ڏهاڙے اهل - فارس ڪون اندازه ٿي ڳيا**
**رنج تے سختي مصيبت دا اشاره ٿي ڳيا**

✪✪✪

**اهل فرس آں روز دانستند کايشاں را نمود**
**بعد ازيں درد و ملال و خواری و رنج و نقم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جي ولادت باسعادت واري ڏينهن اهلِ فارس پنهنجي عقل ۽ فراست سان اهو اندازو لڳائي ورتو هيو تہ هاڻي هو نازل ٿيندڙ مصيبت، سختي ۽ عذاب کان ڊيڄاريا ويا آهن.

**لفظي معنیٰ: تَفَرَّسَ:** فعل ماضي: نشانين مان سمجهي ويو، اندازو لڳائيو، معلوم ڪري ورتو. **اَلْفُرْسُ:** اهل فارس. **اُنْذِرُوْا:** فعل ماضي مجهول انذار کان. ڊيڄاريا ويا آهن. **حُلُوْلِ:** نزول يا نازل ٿيڻ، اچڻ. **اَلْبُؤْسِ:** سختي ، مصيبت.

**اَلنِّقَمِ**: عذاب، تڪليف. النقم جي جڳهہ بعض نسخن ۾ الالمْ بہ آيو آهي معنيٰ رنج، غم، ڏک.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جي ولادت باسعادت ڏينهن اهل فارس پنهنجي فراست، عقل ۽ فهم سان اهو اندازو لڳائي ورتو هيو تہ هاڻي سندن زوال جو دور اچي ويو آهي. ڪين سندن زوال جي خبر ۽ ان جي نتيجي ۾ ايندڙ ڏکئي دور، تڪليفن ۽ مصيبتن جي سڌ ڏني وئي آهي. انهن اهو سڀ ڪجهہ پنهنجي عقل سان ان ڪري معلوم ڪري ورتو، جو آنحضرت ﷺ جن جي آمد سان ئي خطي ۾ عجيب و غريب نشانيون ۽ علامتون ظاهر ٿيڻ لڳيون. جيڪي حضور ﷺ جن جي تشريف آوري ۽ ڪفار جي زوال جو اعلان ڪري رهيون هيون.

(٦٢)

**وَ بَاتَ اِيْوَانُ كِسْرٰى وَهُوَ مُنْصَدِعٌ**
**كَشَمْلِ اَصْحَابِ كِسْرٰى غَيْرَ مُلْتَئِمِ**

✪✪✪

**اوچتو ايوانِ ڪسريٰ ۾ اچي ويو زلزلو**
**لشڪر- ڪسريٰ وري ڀيهر نہ جيئن گڏ ٿي سگهيو**

✪✪✪

**ڪسرىٰ دي محلات وچ برپا تيا چڻ زلزلا**
**لشڪر - ڪسريٰ يڳا ڀيهر نہ تي سو گڏ سگهيا**

✪✪✪

**طاق کسرى شد خراب و كنگر -كسرى شكست**
**درشکست احوال -کفار و دگر نامد بهم**

✪✪✪

**ترجمو:** (آنحصرت ﷺ جن جي آمد وقت) شاهہ ايران ڪسريٰ اول (نوشيروان) جي محل ۾ ڏار پئجي ويا (جو وري ٺيڪ ٿي نہ سگهيو ۽ آخر ڪار ڊهي ويو) جهڙي طرح ٻئي ڪسري (يزدجرد آخري ايران جوبادشاهہ) جو لشڪر ڇڙوڇڙ ٿيو تہ وري يڪمشت ۽ گڏ نہ ٿي سگهيو.

**لفظي معنيٰ: بَاتَ:** فعل ناقصہ ماضي. اصل ۾ معنيٰ آهي رات جو ٿيو، ٿي ويو. (يعني آنحضرت ﷺ جي ولادت واري رات ٿيو) **اِيْوَانُ:** محل. **كِسْرٰى:** مان مراد ايران جو پهريون بادشاهہ نوشيروان آهي. **مُنْصَدِعٌ:** اسم فاعل. ڏار پئجيٰ ويا، ڦاٽي پيو. **شَمْلِ:** جڙوچڙ ٿيڻ، ٽڙي پکڙجي وڃڻ. **اَصْحَابِ:** لشڪر، ساٿي، دوست. ڪسري مان مراد ايران جو آخري بادشاهہ يزدجرد آهي. **غَيْرَمُلْتَئِمِ:** اسم فاعل. متحد نہ ٿي سگهڻ ، گڏ نہ ٿيڻ.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي ولادت باسعادت وقت ايران جي بادشاهہ ڪسري اول نوشيروان جي محل ۾ زلزلو اچي ويو ۽ ان ۾ ڏار پئجي ويا، جيڪي وري پيهر ٺيڪ ٿي نہ سگهيا ۽ آخر ڪار اهو محل ڊهي ويو. اهو زلزلو ۽ ڏار اهڙي طرح آيا، جهڙي طرح حضرت عمر رضى الله عنه جي دورِ امارت ۾ ڪسريٰ دوم يزدجرد جي ڏينهن ۾ سندس لشڪر ۾ ڀاڄ پئي ۽ اهو سارو لشڪر چڙوچڙ ٿي ويو ۽ جيڪو وري ڪڏهن بہ متحد ٿي نہ سگهيو . آخرڪار ڪسريٰ جو زوال آيو، سندن قديم بادشاهي ختم ٿي وئي ۽ اسلام جو علم هر جڳہ بلند ٿيڻ لڳو. ڪسريٰ جي محل جا ڪنگرا ڪرڻ مان مراد آهي تہ ان جي بادشاهي جي تباهي جا آثار نمودار ٿيڻ لڳا ۽ آخرڪار ڪسريٰ جو نالو نشان بہ مٽجي ويو.

(٦٣)

وَ سَآءَ سَاوَةَ اَنْ غَاضَتْ بُحَيْرَتُهَا
وَ رُدَّ وَارِدُهَا بِالْغَيْظِ حِيْنَ ظَمِ

✪✪✪

اهل ساوه ٿيو ڏکارو خشڪ درياء ٿي ويو
پاڻي لئي ايندڙ اجارو غم ۽ غصي ۾ وريو

✪✪✪

ساوه والے غم زده ٿئے خشڪ درياء ٿي ڳيا
جو اجارا پاڻي لئے ڳيا ڏک وچون واپس ٿيا

✪✪✪

ساوه غمگیں شد چو گشتش آب در دریا چه خشک
تشنگاں زو باز گشتند جملگے در درد و غم

✪✪✪

**ترجمو:** ساوه شهر جي رهواسين کي ڏاڍو ڏک ٿيو ته سندن دريا جو پاڻي خشڪ ٿي ويو ۽ پياس ۽ اڃ سبب جيڪو به پاڻي پرڻ ٿي ويو ته اهو ( نااميدي ۽ محرومي جي ڪري) ڪاوڙ ۽ غصي ۾ واپس ٿي وريو.

**لفظي معنيٰ: سَآءَ:** فعل ماضي. خراب لڳو ، ڏکارو ڪيو. **سَاوَةَ:** شهر جو نالو. **غَاضَتْ:** فعل ماضي پاڻي زمين ۾ خشڪ ٿي هيٺ هليو ويو. **بُحَيْرَةُ:** دريا. **رُدَّ** : فعل ماضي مجهول. واپس موٽايو ويو. **وَارِدُ:** پاڻي پريندڙ ، پاڻي پري ايندڙ. **غَيْظِ:** ڪاوڙ، غصو . **حِيْنَ ظَمٍ:** اڃ وقت. پياس جي وقت.

**تشريح:** اهل ساوه کي سخت صدمو رسيو، جو سندن دريا جو پاڻي زير زمين هليو ويو ۽ خشڪ ٿي ويو. پوءِ جڏهن به ڪو پياسو پنهنجي پياس اجهائڻ ۽ اڃ لاهڻ لاءِ پاڻي پرڻ واسطي دريا طرف ويو ٿي، ته دريا جي خشڪ ٿي وڃڻ ۽ پاڻي نه هجڻ سبب، سندس پريشاني ۽ ڏکن ۾ اجان به واڌارو اچي ٿي ويو. اهو سڀ ڪجهه حضور ﷺ جن جي آمد بعد ٿيو. جنهن جو مطلب هيو ته هاڻي اڳيون دور ختم ٿي چڪو آهي ۽ نئين دور جو آغاز آهي جنهن جا آثار ۽ نشان اهڙي طرح هر طرف ظاهر ٿي رهيا آهن.

تو غنی از ہر دو عالم من فقیر
یوم محشر عذر ہائے من پذیر
گر تو می بینی حسابم ناگزیر
از نگاه - مصطفیٰ پنہاں بگیر

✪✪✪

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِکَ خَیْرِ الْخَلْقِ کُلِّهِمِ

✪✪✪

(٦٤)

وَالنَّارُ خَامِدَةُ الْاَنْفَاسِ مِنْ اَسَفٍ
عَلَيْهِ وَالنَّهْرُ سَاهِی الْعَيْنِ مِنْ سَدَمٍ

✪✪✪

آگ جا شعلا ٺري ويا ياس و حسرت جي ڪري
وهڪرو بدلايو درياء غم جي شدت جي ڪري

✪✪✪

باهہ دے شعلے ٹھنڈے ہوئے تر ياس و حسرت دے کري
وهڪرا بدلايا درياء غم دي شدت دے کري

✪✪✪

آتش -گبراں بمرد از حزن اندوه و ملال
چشمہ ء -آب - رواں شد خشک در جوئے سدم

✪✪✪

**ترجمو:** ۽ آگ جا شعلا ( آتش ڪده – ايران) هن ڏک ۽ افسوس ۾ اجهامي سرد ٿي ويا ۽ فرات جي ندي انهيءَ ڏک سبب خشڪ ٿي وئي.

**لفظي معنيٰ: خَامِدَةٌ:** اسم فاعل. باهہ اجهامي وئي، سرد ٿي وئي **اَلْاَنْفَاسِ:** جمع آهي نفس جو. هت مراد باه جا شعلا آهن. جيڪي سرد ٿي ويا، اجهامي ويا. **اَسَفٍ:** افسوس ، ڏک، غم، اندوهہ. **سَاهِیْ:** ساڪن، بيٺل. **سَاجِیْ:** ساڪن، بيٺل. نوٽ: ساجي ۽ ساهي ٻئي لفظ جدا جدا نسخن ۾ آيل آهن. **عَيْنٍ:** اک، چشمو، وهڪرو. **سَدَمٍ:** ڏک، صدمو.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي ولادت با سعادت وقت مجوسين جو هزار سالن کان ٻرندڙ آتش ڪده جنهن مان هميشه باه جا شعلا نڪرندا رهندا هيا ۽ ڪڏهن بہ ڪونہ اجهاميو هو، سو اوچتوئي وسامي ويو ۽ بلڪل ٿڌو ٿي ويو. گويا اها هڪ علامت هئي تہ هاڻي مجوسين جو دين ختم ٿي چڪو آهي ۽ سندن

مذهب جا آخري ڏينهن آهن. ان کان علاوه نهر فرات جيڪا ڪوفي لڳ ڪڙڪات ڪري وهندي هئي. جنهن تي نوشيروان بادشاهہ پل ٺهرائي هئي ۽ ان پل واري هنڌ چوڌاري هن ڪيترين ئي آتش ڪده ، ڪنيسائون ۽ مڙهيون تعمير ڪرايون هيون ۽ پنهنجي حڪومت ۽ مذهب جو هڪ وڏو مرڪز تيار ڪرايو هيائين. هاڻي اها نهر بہ ان هنڌ کان پنهنجو وهڪرو ڦيرائي ٻئي هنڌ ساره وٽ دمشق ۽ عراق جي وچ ۾ وڃي چوڙ ڪيو. هن نهر جي رخ بدلائي وڃڻ ۽ وهڪري مٽجي وڃڻ سبب وڏي تباهي آئي ۽ پاڻي نہ هجڻ ڪري هر طرف ويراني ٿي وئي. نوشيروان بادشاهہ جو سمورو رچايل کيل خاڪ ۾ ملي ويو. درياء جو اهڙي طرح رخ بدلائڻ نہ رڳو مجوسين جي ظاهري حڪومت جو زوال هيو، مگر حقيقت ۾ سندن مذهبي پيشوائيت جي تباهي ۽ بربادي جي بہ هڪ وڏي علامت هئي.

٦٥

كَـاَنَّ بِالنَّارِ مَا بِالمَآءِ مِنْ بَلَلٍ
حُزْنًا وَّ بِالْمَاءِ مَا بِالنَّارِ مِنْ ضَرَمٖ

✪✪✪

غم جي ماري باهہ ٿي وئي گويا پاڻي کان ٿڌي
باهہ کان پاڻي ويو غم مان، حرارت ۾ وڌي

✪✪✪

ٿي ٿڌي ڄڻي باهہ پيي غم دے ڪري پاڻي کٹون
ڏک وچون ٿي گرم ڄيا پاڻي زياده باهہ تون

✪✪✪

گوئيا بر جائے آتش آب بود ے سرد و تر
ازغم و برجائے آب - آتش بُد ے سوزاں و گرم

✪✪✪

**ترجمو:** گويا هن صدمي جي ڪري باهہ ۾ پاڻي واري نمي، نار ۽ ٿڌاڻ اچي وئي تہ وري پاڻي ۾ باهہ واري جري ۽ گرمائش پيدا ٿي وئي.

**لفظي معنيٰ: كَـاَنَّ:** گويا، چڻ تہ. **بَلَلٍ:** نمي، ٿار، ٺڏڪار. **ضَرَمٍ:** جري، گرمائش، تپش.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي تشريف آوري وقت، مجوسين جو سارو نظام درهم برهم ٿي ويو. سندن هزار سالن کان سدا ٻرندڙ آتش ڪده، جنهن جي باهہ ڪڏهن بہ نہ اجهاڻي هئي ۽ سندس شعلا هميشہ ڀڙڪندا رهندا هيا سو اچانڪ اجهامي ويو. سندن عقيدو هيو تہ جيستائين اهو آتش ڪده ٻرندو رهندو ۽ الا ڇڏيندو رهندو، تيستائين سندن دين توڙي حڪومت قائم رهندا ۽ جڏهن اهو اجهامي ويو تہ پوءِ اهو مجوسيت جي زوال جو ڏينهن هوندو. تنهن ڪري هو باهہ کي ڀڙڪائڻ لاءِ، هميشه ٻارڻ ڏيندا رهندا هيا. پر جڏهن حضور جن ﷺ جي ولادت ٿي تہ، ايران جو اهو آتش ڪده اچانڪ از خود اجهامي ويو. سندس باهہ جا شعلا هميشه هميشه لاءِ سرد ٿي ويا. هي سارو منظر ائين محسوس ٿيڻ لڳو تہ ڄڻ پاڻي جي خاصيت ٺڏڪار، آتش ڪده جي باهہ ۾ اچي وئي، جنهن ڪري باهہ ٺڏي ٿي ختم ٿي وئي. ٻئي طرف وري نهر، جيڪا زور شور سان وهندي هئي ۽ سندن جياپي جو وڏو ڪارڻ هئي، سابہ اچانڪ خشڪ ٿي وئي ۽ ان جو پاڻي زمين اندر غائب ٿي ويو. ائين محسوس ٿيڻ لڳو تہ جيڪا خاصيت باهہ جي جري جي هئي، سا هاڻي پاڻي ۾ اچي وئي ۽ پاڻي خشڪ ٿي ويو. پاڻي ۾ باهہ جي ۽ باهہ ۾ پاڻي جي خاصيت پيدا ٿيڻ وارا هي اهڙا آثار هيا، جيڪي مجوسين جي تباهي جا چٽا نشان ۽ علامتون هيون، جن کي ڏسي هنن چڱي طرح پروڙي ورتو هو، تہ سندن حڪومت توڙي دين زوال پذير آهن ۽ هاڻي اهي وري ڪڏهن بہ ڪمال حاصل ڪري نہ سگهندا.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّـهِمِ

✪✪✪

٦٦

وَالْـجِـنُّ تَـهْـتِـفُ وَ الْاَنْـوَارُ سَـاطِـعَـةٌ
وَالْحَقُّ يَظْهَـرُ مِنْ مَّـعْنًـى وَّ مِنْ كَلِمٖ

✪✪✪

نور جا چمڪاٽ ٿيا، جنن ٻڌايو برملا
لفظ توڙي معنيٰ مان ٿيو هر طرف حق رونما

✪✪✪

اڳڪتي جنان ڪتي، تي روشني انوار دي
لفظ و معني ٿئے گواهي، حق دے اظهار دي

✪✪✪

لشڪرِ شيطاں فغاں ڪرده ز اندوه - تمام
نور حق تاباں ز معنی ؤ ڪلم شد دمبدم

✪✪✪

**ترجمو:** جن (ٻانيڻ، ڪاهن، مذهبي پيشوا) حضور ﷺ جن جي آمد جو اعلان ڪرڻ لڳا ۽ سندن نور مبارڪ ظاهر ٿي رهيو هيو، حق ظاهري توڙي باطني طور ظاهر ٿيڻ لڳو.

**لفظي معنيٰ: جِنٌّ:** ڄجهي مخلوق، ڪاهن. ٻانيڻ. **تَهْتِفُ:** فعل مضارع. آواز ڏيڻ لڳا، اعلان ڪرڻ لڳا، پيشنگوئي ڪرڻ لڳا. **سَاطِعَةٌ:** اسم فاعل، چمڪندڙ. **يَظْهَـرُ:** فعل مضارع. ظاهر ٿئي ٿو، پڌرو ٿئي ٿو. **كَلِمٍ:** لفظ، ڪلمو، جملو.

**تشريح:** حضور ﷺ جن جي آمد وقت، جن بہ آواز ڏئي رهيا هيا تہ آخري نبي ﷺ جن اچي ويا آهن. تنهنڪري هر طرف سندن نبوت جي نور جا چمڪاٽ ٿي رهيا آهن. سندن نور مبارڪ هر طرف روشني پکيڙي رهيو آهي. حق ۽ سچائي لفظن توڙي معنيٰ سان يعني ظاهري توڙي باطني طرح هر نموني ۽ هر صورت ۾ ظاهر ٿي رهيا هيا، مطلب تہ حضور ﷺ جن جي آمد سان نظام - باطل جي پڄاڻي جا آثار، حق ۽ سچائي جي آمد جون سموريون علامتون ۽

نشانيون هر طرف کان ظاهر ٿي رهيون هيون. حضور جن ﷺ جن جي والده ماجده حضرت آمنہ رضی الله عنها جن جي روايت آهي تہ مون حضور ﷺ جن جي آمد وقت ملڪ شام جون ماڙيون ڏٺيون. ڪسريٰ جي محل ۾ ڏار پئجي ويا. نهر فرات واري نوشيروان جي اڏايل محل ۽ پل وٺان پاڻي خشڪ ٿي ويو ۽ نهر بند ٿي وئي. ايران جو آتش ڪده بلڪل اجهامي ويو. حضرت صفيه بنت عبدالمطلب رضی الله تعاليٰ عنها جي قول موجب تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن جو نور ان وقت پرنڊڙ چراغ جي نور تي غالب اچي ويو. شڪم مادر کان جدا ٿيا تہ سڀ کان اول الله تبارڪ وتعاليٰ جل شانه کي سجدو ڪيائون. پوءِ **"لااله الا الله انی رسول الله"** چيائون. پورو گهر سندن نور سان روشن ٿي ويو. والده جي شڪم مبارڪ مان غسل ڏنل پاڪ صاف پيدا ٿيا. سندن ناف ڪٽيل هئي ۽ پشت مبارڪ تي مهر - نبوت " **لااله الا الله محمد رسول الله**" چٽي لکيل هئي. اهي ۽ ان کان وڌيڪ ڪيتريون عجيب و غريب علامتون ظهور پذير ٿيون، جن پراڻي نظام جي خاتمي ۽ نئين نظام جي شروعات جو اعلان ڪيو.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

## ٦٧

عَمُوْا وَ صَمُّوْا فَاِعْلَانُ الْبَشَآئِرِ لَمْ
تُسْمَعْ وَ بَارِقَةُ الْاِنْذَارِ لَمْ تُشَمِ

✪✪✪

ڇا ٻڌي سگهندا ڀلا ٻوڙا بشارت جي خبر
خوف جي بجلي ڀلا انڌن کي ڪيئن ايندي نظر

✪✪✪

ٻوڙ ے اهڙے سڻ نهين سگهدے بشارت دي خبر
انڌے اهڙے خوف چون آندي نهين بجلي نظر

✪✪✪

**کوروکر گشتند نشنیدند بشارت از خدا**
**هم ندیدند برق بیم از غایت - رنج و الم**

✪✪✪

**ترجمو:** هو ( منکرين حق) انڌا ۽ ٻوڙا ٿي ويا آهن. ان ڪري خوشخبري ۽ بشارت ڏيندڙ پيغام بہ نہ ٻڌائون ۽ نہ وري خدا جو خوف ڏياريندڙ بجلي ڏٺائون.

**لفظي معنیٰ: عَمُوۡا:** فعل ماضي. انڌا ٿي ويا، نابينا ٿي ويا. **صَمُّوۡا:** فعل ماضي. ٻوڙا ٿي ويا. **بَشَآئِر:** جمع آهي بشارت جو، خوشخبري ، واڌائي، بشارت. **لَمۡ تُسۡمَعۡ:** فعل مضارع جحد. نہ ٻڌائون. **بَارِقَةُ:** چمڪندڙ بجلي، ڪنوڻ، برق. **اِنۡذَارِ:** ديچارڻ، خوف خدا ڏيارڻ، برن ڪمن جي نتيجن کان ديچارڻ. **لَمۡ تُشَمِ:** فعل مضارع جحد. بجلي جي چمڪ نہ ڏٺائين.

**تشريح:** حق ۽ سچ جا انڪاري اهڙا تہ انڌا ۽ ٻوڙا ٿي ويا آهن جو جڏهن آنحضرت ﷺ ، ڪين ايمان آڻڻ ۽ چڱن ڪمن ڪرڻ جي نتيجي ۾ خدا طرفان ملندڙ نعمتن جي بشارت ۽ خوشخبري ڏين ٿا تہ، هو اهڙي نيڪ نصيحت ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏين ٿا ۽ ان ڏانهن ڪوبہ توجہ ۽ ڌيان نٿا ڏين. اهڙي طرح وري ڪين جڏهن ايمان نہ آڻڻ ۽ برن ڪمن جي نتيجن ۾ خدا طرفان نازل ٿيندڙ مصيبتن ۽ عذاب جو خوف ڏياريو وڃي ٿو تہ ان خوف ۽ ڊپ واري بجلي بہ ڪين نظر نٿي اچي. چوتہ سندن قلب انڌا ۽ ٻوڙا ٿي ويا آهن ۽ انهن تي تالا لڳي ويا آهن. تنهنڪري هو حق ، سچائي ۽ خدا جو پيغام ٻڌڻ ۽ توڙي ڏسڻ لاءِ تيار ئي نہ آهن. **"صُمٌّ بُکۡمٌ عُمۡیٌ فَهُمۡ لَا يَرۡجِعُوۡنَ - خَتَمَ اللّٰهُ عَلٰی قُلُوۡبِهِمۡ وَعَلٰی سَمۡعِهِمۡ وَ عَلٰی اَبۡصَارِهِمۡ غِشَاوَةٌ"** . اهڙيون ڪيتريون ئي قرآني آيتون، ڪافرن جي حال جي چٽي شاهدي ڏئي رهيون آهن.

**مَوۡلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمۡ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰی حَبِيۡبِكَ خَيۡرِ الۡخَلۡقِ کُلِّهِمِ**

٦٨

مِنۡ م بَعۡدِ مَـآ اَخۡبَـرَ الۡاَقۡـوَامَ كَـاهِـنُـهُـمۡ
بِـاَنَّ دِيۡنَـهُـمُ الۡـمُـعۡـوَجَّ لَـمۡ يَـقُـمِ

✪✪✪

کونہ سڈريا توڙي ماڻھن کي، نجومين سڌ ڏني
دين باطل ناھ ممکن جو سگھي ھاڻي رھي

✪✪✪

توڙي ڪاھن قوم ساري کون خبر ڏيندے رھئے
تي سڏے سگھدے نھين، جو دين دے وچ خم پئے

✪✪✪

پس ازاں کاخبار ايشاں کرده بودند کاھناں
آنکہ دين-شاں کژ است و نيست خواھدگشت ہم

✪✪✪

**ترجمو:** ڪاھنن ۽ نجومين ( مذھبي اڳواڻن) پنھنجن ماڻھن کي اھا خبر بہ ڏني ھئي تہ ھاڻي سندن دين جيڪو ڪِڙو ياٽيڙو ٿي چڪو آھي، سو وري سڌو ٿي نہ سگھندو. پر ان جي باوجود بہ ھو انڪار ڪندا رھيا.

**لفظي معني: مِنۡ بَعۡدِ:** ان کان پوءِ بہ. **مَآ اَخۡبَرَ:** فعل ماضي. جو اھا خبر ڏني. **كَاهِنُ:** نجومي. مذھبي اڳواڻ بہ ٿي سگھن ٿا. **اَلۡمُعۡوَجَّ:** اسم مفعول. ڪِڙو ٿي ويل، ٽيڙو ٿي ويل، ناقص، ڪمزور، جھڪي ويل. **لَمۡ يَقُمِ:** فعل مضارع جحد، سڌو نہ ٿي سگھيو. وري قائم ٿي نہ سگھيو. بيھي نہ سگھيو.

**تشريح:** دين جي انھن منڪرن ، انڪار پنھنجي ضد ۽ ھوڏ سبب ڪيو ھو. حالانڪ ڪين سندن ڪاھنن ۽ نجومين اھا خبر بلڪل کولي ٻڌائي ھئي تہ ھاڻي سندن دين جيڪو جھڪي ٽيڙو ٿي ويو آھي، ناقص ۽ ڪمزور ٿي چڪو آھي، اھو وري ڪڏھن بہ سڌو ٿي نہ سگھندو ۽ نہ وري پيھر مضبوط ٿي قائم رھي

سگهندو. انهن نامرادن کي پنهنجن ڪاهنن ۽ نجومين جي ان خبر ملڻ بعد گهربو هيو ته اهي ضد ۽ هٺ کي ڇڏي حق ۽ سچائي جي راهه اختيار ڪرڻ لاءِ آنحضرت ﷺ جن جي اطاعت ۽ پيروي ڪن ها، مگر هنن بد نصيبن کي اها سعادت نصيب نه ٿي سگهي.

(٦٩)

وَ بَعْدَ مَا عَايَنُوْا فِى الْاُ فُقِ مِنْ شُهُبٍ
مُنْقَضَّةٍ وَّفْقَ مَا فِى الْاَ رْضِ مِنْ صَنَمٍ

✪✪✪

آسمان ڪان تن ڏٺا حالانڪ هيٺ ايندڙ شهاب
بتڪدن ۾ بت ٿيا جهڙي طرح خانه خراب

✪✪✪

آسمان تون هيٺ آندے توڙي ڏهدے هن شهاب
جيوين سارے بت زمين تي ٿي ڳئے خانه خراب

✪✪✪

ديده بودند ز آسماں آتش بزير افتاده بود
در زميں هم سرنگوں از خوارى افتاده صنم

✪✪✪

**ترجمو:** اهو انڪار تڏهن ڪيائون، جڏهن هنن آسمان ڪان شهاب (شعليدار ستارن) کي هيٺ ( زمين طرف) ڪرندي يا ايندي ڏٺو ۽ بلڪل ساڳي طرح روءِ زمين تي بتن کي به اونڌو ڪرندي ڏٺو.

**لفظي معنىٰ: عَايَنُوْا:** فعل ماضي. ڏٺائون، معائنو ڪيائون. **اَلْاُفُقِ:** آسمان طرفان **شُهُبٍ:** جمع شهاب جو. ٽٽي ڪرندڙ ستارا . **مُنْقَضَّةٍ:** اسم فاعل، مٿان ڪان هيٺ طرف ڪرڻ، ديوار يا پڪي جو هيٺ ڪرڻ. **وَفْقَ:** وانگر، موافق، برابر. **صَنَمٍ:** بت

**تشريح:** مجوسين ۽ ڪافرن اهو انڪار ان بعد به جاري رکيو، جڏهن هنن آسمان کان شهاب يعني هيٺ ٽٽي ڪرندڙ ستارن کي ڏٺو. جيڪي شيطانن تي انهيءَ ڪري ڪرندا هيا ته جيئن اهي آسماني راز کان آگاهي حاصل ڪري، ماڻهن کي گمراهه ڪري نه سگهن. جڏهن آسمانن طرفان سندن رهبر شيطانن تي، آسماني شهاب ۽ ستارن جي برسات وسي رهي هئي ۽ شيطانن کي نيست و نابود ڪري رهي هئي. تڏهن ساڳئي وقت هو، اهو به ڏسي رهيا هيا ته آنحضرت ﷺ جن جي ولادت باسعادت وقت روءِ زمين جا بت بلڪل زمين بوس ٿي رهيا آهن. هنن صاف ۽ چٽن معجزن ۽ نشانين جي باوجود، هٺ ۽ هوڏ سبب، هنن دين حق جو رستو اختيار نه ڪيو.

٧٠

حَتّٰى غَدَا عَنْ طَرِيْقِ الْوَحْيِ مُنْهَزِمٌ
مِّنَ الشَّيَاطِيْنِ يَقْفُوْا اِثْرَ مُنْهَزِمِ

✪✪✪

وحي جي رستي کان سارا ويا ڀڄي پاسو ڪري
ٿي ڀڳا شيطان هڪ ٻئي جي پٺيان پيڇو ڪري

✪✪✪

ڀڄ ڪيتا پاسا جنهان، هڪدم وحي دي راهه تون
ڊوڙ دے شيطان سارے تيز تر هڪ ٻئي پڇون

✪✪✪

از طريق - وحى ديواں جمله آواره شدند
دل شکسته از پئے هم ميرسيدند از هزم

✪✪✪

**ترجمو:** (شهاب شيطانن مٿان ايتري گهڻي تعداد ۾ ڪريا جو) اهي شيطان وحي جي رستي ( آسمان) تان اهڙي حال ۾ ڀڳا، جو اهي هڪ ٻئي جي پٺيان هيا.

**لفظي معنيٰ: حَتّٰى:** تان ته ، تيستائين. **غَدَا:** فعل ماضي ناقص، ائين ٿيندو

رهيو، ائين ٿيو. **مُنْهَزِمٌ**: اسم فاعل. ڀڄندڙ، ڀڄي نڪرندڙ **يَقْفُوْا**: فعل مضارع. پٺيان پيو، هڪ ٻئي جي پٺيان پيو، لڳو. **اِثْرَ**: پٺيان، يعني هڪ ٻئي جي پٺيان ڀڄڻ لڳا.

**تشريح:** انهن شيطانن جي مٿان شهاب ثاقب لڳاتار اهڙي طرح ڪرندا رهيا، جو شيطان آسمان طرف وحي وارو رستو ڇڏي، هيٺ زمين ڏانهن هڪ ٻئي پٺيان ڀڄڻ لڳا، تہ جيئن متان اهي شهاب ستارا هنن مٿان ڪري ڪين تهس نهس ۽ تباهہ نہ ڪري ڇڏين. مطلب تہ انهن شيطانن جو اهو حال هيو، جو اهي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ شهاب ثاقب جي خوف کان هڪ ٻئي جي پٺيان قطار در قطار ڀڄندا رهيا.

(٧١)

كَاَنَّهُمْ هَرَبًا اَبْطَالُ اَبْرَهَةٍ
اَوْ عَسْكَرٌ بِالْحِصٰى مِنْ رَّاحَتَيْهِ رُمِ

✪✪✪

**سي ڀڳا اهڙي طرح ابرهہ جو لشڪر جيئن ڀڳو**
**يا نبي جي " رمي " جيئن لشڪر ۾ ٿاڪوڙ و وڌو**

✪✪✪

**سے ڀڄے اهڙي طرح ابرهہ دا لشڪر جيئن ڀڄا**
**يا نبي دي "رمي"، لشڪر وچ ها ٿاڪوڙا ڪتا**

✪✪✪

**چوں دليران - يمن بودند گويا در گريز**
**يا چو آں لشڪر کہ از خاک - کفش گشتند گم**

✪✪✪

**ترجمو:** اهي شيطان شهاب ثاقب جي ڊپ کان اهڙي طرح ڀڳا، جهڙي طرح ابرهہ جا جوان سپاهي ( لشڪر) ڀڳا هيا. يا جهڙي طرح (جنگ بدر ۽ جنگ حنين ۾) قريش جو لشڪر حضور ﷺ جن جي هٿان " رمي " ڪرڻ سبب

ڀڄي ويو هو.

**لفظي معنيٰ: هَرَبًا:** ڀڄڻ. **اَبْطَالُ:** جمع آهي بطل جو. جوان سپاهي، لشڪر، فوج. **عَسْكَرٌ:** لشڪر، فوج. **حِصٰی:** پٿريون، ڪنڪريون. **رَاحَتَيْهِ:** تثينو آهي راحت جو، هُن جي هٿ جي ٻنهي ترين مان، هٿن مان. **رُمِ:** فعل ماضي مجهول، اڇلايو ويو، نشانو لڳايو ويو.

**تشريح:** اهي شيطان بلڪل اهڙي طرح ڀڳا جهڙي طرح ابرهه جو لشڪر جنهن کي اصحاب فيل سڏيو ويو آهي، ڪعبة الله شريف تي چڙهائي وقت ڀڳو هو. يعني ابرهه جو هاٿين وارو لشڪر جنهن ۾ سپاهي هاٿين تي سوار ٿي جنگ ڪرڻ آيا هيا، اهو لشڪر ابابيل جي ڪنڪرين وسائڻ بعد ڀڄي ويو هو. بلڪل اهڙي ئي طرح بدر جي لڙائيءَ ۾ قريش جي لشڪر تي جڏهن حضور پر نور ﷺ جن ڪجهه پٿريون هٿ ۾ کڻي، شاهت الوجوه" واري آيت شريف پڙهي اڇلايون، ته ڪفار جي لشڪر ۾ وڏو ڏاڪوڙو پئجي ويو هيو ۽ انهن ڀڄڻ شروع ڪيو هيو. ساڳيءَ طرح ابرهه جي لشڪر وانگر شيطان به ميدان ڇڏي ڀڄي ويا هيا.

(٧٢)

نَبْذًا بِهٖ بَعْدَ تَسْبِيْحٍ بِبَطْنِهِمَا
نَبْذَ الْمُسَبِّحِ مِنْ اَحْشَآءِ مُلْتَقِمٖ

✪✪✪

**هٿ مان نڪتيون ڪنڪريون اهڙي طرح تسبيح خوان**
**نڪتو يونس جيئن ثنا چوندي مڇي جي پيٽ مان**

✪✪✪

**هٿ ،وچون تسبيح پڙهدے ايوين نڪتيان پٿريان**
**نڪتا يونس جيئن مڇي دے پيٽ چون تسبيح خوان**

✪✪✪

او فگنده از پئے تسبیح دردست - رسول
مثل تسبیحے کہ یونس را بیفگند از شکم

٭٭٭

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن پٿرين کي جڏهن سندن کف مبارڪ ( هٿ جي ترين ۾) مان اڇليائون پئي تنهن وقت انهن پٿرين پاران (تسبيح) سبحان الله جو آواز اچي رهيو هو. پٿريون تسبيح پڙهندي نبي ڪريم ﷺ جن جي هٿن مبارڪ مان اهڙي طرح نڪري رهيون هيون جهڙي طرح حضرت يونس عليه السلام مڇي جي پيٽ مان تسبيح پڙهندي نڪتو هو.

**لفظي معنىٰ: نَبْذًا:** اڇلائڻ. **تَسْبِيْح:** تسبيح پڙهڻ ، سبحان الله چوڻ. **بَطْنِهِمَا:** انهن ترين جي پيٽ مان، آنحضرت ﷺ جي ترين وچان، هٿن مان. **مُسَبِّحٌ:** اسم فاعل تسبيح کان، تسبيح پڙهندڙ، خدا جي تسبيح ڪندڙ، مراد حضرت يونس عليه السلام. **اَحْشَآءِ:** جمع آهي حشا جو، پيٽ، آندا وغيره. **مُلْتَقِمِ:** اسم فاعل. نڱلي ويندڙ، ڳهي ويندڙ مراد مڇي آهي جا حضرت يونس کي ڳهي وئي هئي.

**تشريح:** پاڻ ڪريم ﷺ جن جنگ بدر ۾ ڪفار جي لشڪر ڏانهن پٿريون هٿن ۾ کڻي اهڙي طرح اڇلايون جو انهن تسبيح پڙهندڙ پٿرين جي ڪري دشمن بدحواس ٿي ڀڄڻ لڳو. انهن پٿرين جو نبي ڪريم ﷺ جن جي هٿن مبارڪ مان تسبيح پڙهندي دشمن ڏانهن وڃڻ اهڙي طرح هيو، جهڙي طرح حضرت يونس عليه السلام "**لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحَانَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظَّالِمِيْنَ**" جي تسبيح پڙهندي مڇي جي پيٽ مان ٻاهر نڪتو هيو. هتي شاعر **رميٌ** وقت پٿرين جو حضور ﷺ جن جي هٿن مبارڪن مان تسبيح پڙهندي نڪرڻ کي، مڇي جي پيٽ مان حضرت يونس عليه السلام جي تسبيح پڙهندي نڪرڻ سان نهايت خوبصورت تشبيه ڏئي پنهنجو شاعرانہ ڪمال ظاهر ڪيو آهي.

## باب پنجون — معجزاتِ رسول الله ﷺ

(٧٣)

جَـآءَتْ لِـدَعْـوَتِـهِ الْاَشْـجَـارُ سَـاجِـدَةً
تَمْشِيْ اِلَيْهِ عَلٰى سَاقٍ؟ بِلَا قَدَمٍ

✪✪✪

جنهن جي فرمائش تي وڻ سجِدا ڪندا ايندا هيا
جيٰ بنا پيرين، ٿڙن تي پيي هلي حاضر ٿيا

✪✪✪

جنهن دي فرمائش تي وڻ سجدے ڪندے آندے رهن
او بنا پيرين، ٿڙان تي پنڌ ڪر حاضر ٿيون

✪✪✪

ہم درخت آمد بفرمانش بہ نزد و سجدہ کرد
می دوید ے سوئے او دائم بساق - بے قدم

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جي سڏڻ تي وڻ (پنهنجن ٽارين ڪي جهڪائي) سجدا ڪندا، پيرن ڪانسواءِ پنهنجن ٿڙن تي هلندا آيا.

**لفظي معنىٰ: جَآءَتْ:** فعل ماضي. آيا ، آئي. **دَعْوَةً:** سڏ، طلب، فرمان، پڪار. **اَشْجَارُ :** جمع آهي شجر جو . درخت، وڻ. **سَاجِدَةً:** اسم فاعل. سجدا ڪندڙ. **تَمْشِيْ:** فعل مضارع، هلندا آيا ، پنڌ ڪندا آيا. **اِلَيْهِ:** ان ڏانهن. آنحضرت ﷺ جن جي حضور ۾. **عَلٰى:** تي، مٿان. **سَاقٍ:** پني، ٿڙ. تنا. **بِلَا قَدَمٍ:** قدمن ڪان سواءِ، پيرن ڪانسواءِ.

**تشريح:** جڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ جن وڻن کي پاڻ ڏانهن اچڻ لاءِ سڏ ڪيو تہ اهي پيرن نہ هئڻ جي باوجود پنهنجي ٿڙن تي هلي اچي، سندن حضور ۾ حاضر

تيا. هن شعر ۾ ان معجزي جو ذڪر ڪيل آهي، جنهن ۾ هڪ پيري آنحضرت ﷺ جن ٻن وڻن کي حضرت علي ڪرم الله وجهه جي معرفت پاڻ وٽ طلب ڪيو. جڏهن حضرت علي رضی الله تعاليٰ عنه انهن وڻن کي حضور جن ﷺ وٽ اچڻ لاءِ حضور جن جو حڪم ٻڌايو تہ اهي وڻ پيرن نہ هئڻ جي باوجود پنهنجي ٿڙن تي هلندا، زمين چيريندا، حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيا، پوءِ بعد ۾ وري پنهنجي اصلي جاءِ تي واپس هليا ويا. وڻ پنهنجن ٽارين سان زمين تي جهڪندا گويا سجدا ڪندا، بنا پيرن جي پنهنجي ٿڙن تي هلندا حضور ﷺ جن جي سڏ تي اچي حاضر ٿيا. حضور ﷺ جن جي حڪم تي نہ رڳو انسان ۽ جاندار پر پٿر ۽ درخت بہ اچي حاضر ٿيندا هيا.

## ٧٤

كَـاَنَّـمَا سَطَرَتْ سَطْرًا لِّمَا كَتَبَتْ
فُرُوْعُهَا مِنْ بَدِيْعِ الْخَطِّ فِى اللَّقَمِ

٭٭٭

**چڻ سٿون پائيندا آيا راهہ ۾ تن جا نشان**
**جن مٿان ٽارين ڪئي پڻ خوشخطي پنهنجي عيان**

٭٭٭

**راهہ وچ پاندے ستان، آئے اونهان دے چڻ نشان**
**خوشخطي ٽارين ڪتي سهڻي، ستان دے درميان**

٭٭٭

**گوئيا خطے کہ کردند، شاخہا بر ہر درخت**
**می نوشتندے خط - نيکو عجب اندر رقم**

٭٭٭

**ترجمو:** گويا انهن وڻن هڪ لڪير يا ( سٽ) سطر ڪڍي ۽ سندن ٽارين درميان رستي ۾ سهڻي لکٽي سان تحرير ڪئي.

**لفظي معنىٰ: كَـاَنَّـمَا:** گويا، ڄڻڪ. **سَطَرَتْ سَطْرًا:** فعل ماضي. سطر ڪڍي، سڌي لڪير ڪڍي. سٽ ڪڍي. **كَتَبَتْ:** فعل ماضي. لکيو، ڪتابت

ڪئي. **فُرُوْعُهَا:** جمع آهي فرع جو. ان وڻ جي ٽارين . **بَدِيـعِ:** سٺو، صاف .
**اَلْخَطِّ** : تحرير، لڪٽي. **اَللَّقَمِ:** درميان رستي ۾، راهہ ۾.

**تشريح:** گويا اهي وڻ نبي ڪريم ﷺ جن جي سڏ مبارڪ تي اهڙي طرح هلي آيا جو پنهنجي ٿڙن سان زمين کي چيريندي بلڪل سڌي سٽ ڪندا آيا ۽ انهن وٽن جون ٽاريون ان لڪير تي وچ راهہ ۾ هڪ سهڻي تحرير سان لکنديون آيون، مطلب تہ وڻ اهڙي انداز سان آيا جو زمين کي چيري ڦاڙي هلڻ سان زمين جو نقشو خراب ۽ بدنما ڪونہ ٿيو، بلڪ اهي اهڙي سهڻي انداز ۾ آيا، جو سندن نشانن مان ائين ٿي لڳو جيئن ڪنهن زمين تي لڪير پائي ان تي نهايت خوشخطيءَ سان ڪجهہ تحرير ڪيو هجي.

(٧٥)

مِثْلُ الْغَمَامَةِ اَنّٰى سَارَ سَائِرَةً
تَقِيْهِ حَرَّ وَ طِيْسٍ لِّلْهَجِيْرِ حَمِىْ

✪✪✪

جنهن طرف تشريف فرما ٿي ٿيا شاهہ - جهان
سخت گرمي ۾ رهيو بادل هميشه سائبان

✪✪✪

جنهن طرف تشريف فرما ٿي ٿيا شاهہ - جهان
سخت گرمي وچ رهيا بادل هميشه سائبان

✪✪✪

ابربودے برسرش تا او برفتے هر ڪجا
تا نگاہش داشت از گرمائے تابستاں ڪرم

✪✪✪

**ترجمو:** بلڪل ان بادل وانگر جيڪو جنهن طرف ۽ جهڙي حالت ۾ بہ نبي ڪريم ﷺ جن سير ڪندا هيا تہ هو سندن سر مبارڪ مٿان هلندو رهندو هيو ۽ ڪين

منجهند جي سخت گرميءَ کان جيڪا گرم تنور جي تپش وانگر هئي، حفاظت ۾ رکندو هيو.

**لفظي معنيٰ: مِثْلُ:** وانگر، بلڪل ساڳي طرح. **اَلْغَمَامَةِ:** بادل، ڪڪر. **اَنّٰى:** جيڏانهن بہ، جهڙي حالت ۾ بہ. **سَارَ:** فعل ماضي. سير ڪيائين، هليو، تشريف فرما ٿيا. **سَائِرَةً:** اسم فاعل. هلندو رهندو هو. **تَقِيْهِ:** فعل مضارع. سندن حفاظت ڪندو رهيو، ڪين بچائيندو هيو. **حَرَّ:** گرمي . **وَطِيْسٍ:** تنور. **هَجِيْرٍ:** منجهند جي گرمي. **حَمِىْ:** تپش، گرمي، ڇري.

**تشريح:** جهڙي طرح اهي درخت آنحضور ﷺ جن جي سڏ مبارڪ تي سندن خدمت ۾ ڊوڙندا آيا بلڪل اهڙي طرح منجهند جي سخت گرمي ۾ جيڪا گرم تنور جي گرميءَ وانگر تپش ۽ گرمي واري هئي، ان کان بچائڻ ۽ حفاظت ڪرڻ لاءِ بادل حضور ﷺ جي جي مٿان سايہ ڪندو رهيو تہ جيئن ڪين منجهند جي سخت گرميءَ ۾ ڪابہ تڪليف محسوس نہ ٿئي ۽ هو جنهن بہ حال ۾ آهستي يا تيز هلندا هيا تہ بادل بہ اهڙي طرح سندن مٿان سايو ڪندو هلندو هيو. مطلب تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ وڻ توڙي بادل سڀ حاضري ۾ موجود رهندا هيا تہ جيئن ڪين ڪابہ تڪليف نہ اچي.

سارنگ سينگاري وڄون وسڻ آئيون
برسي پٿاري، پريا پَٽ پُراڻ جا

✿✿✿

مَوْلَاىَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✿✿✿

٧٦

اَقْسَمْتُ بِالْقَمَرِ الْمُنْشَقِّ اِنَّ لَهٗ
مِنْ قَلْبِهٖ نِسْبَةً مَّبْرُوْرَةَ الْقَسَمِ

✪✪✪

تو چوان شق القمر جو مان قسم سچو کٽي
چنڊ کي آهي نبي جي قلب سان نسبت گهٽي

✪✪✪

مين قسم شق القمر دا چا، کريندا هان بيان
چنڊ کون قلب - نبي دے نال هے نسبت عيان

✪✪✪

می خورم سوگند ہر ماہے کہ منشق شد ازو
نسبتے دارد ز قلبش زاں درست آمد قسم

✪✪✪

**ترجمو:** مان ٽڪرا ٿيل ( شق ٿيل) چنڊ جو قسم کڻان ٿو ۽ اهو سچو قسم آهي ته بلاشڪ انهيءَ چنڊ کي ( شق القمر) آنحضرت ﷺ جن جي قلب مبارڪ سان هڪ نسبت آهي.

**لفظي معنيٰ: اَقْسَمْتُ:** فعل ماضي. مون قسم ڪنيو. **اَلْمُنْشَقِّ:** اسم مفعول، ٽڪرا ٿيل ،ڀڳل (شق قمر جو واقعو) . **مِنْ قَلْبِهٖ** : سندن قلب سان . **نِسْبَةً:** مشابهت ، هڪ جهڙائي، نسبت. **مَبْرُوْرَةَ الْقَسَمِ:** سچو قسم، پاڪ صاف قسم.

**تشريح:** مان شق القمر يا ٽڪرا ٿيل چنڊ جو سچو قسم کڻي چوان ٿو ته هن چنڊ کي آنحضرت ﷺ جن جي قلب مبارڪ سان هڪ مشابهت ۽ نسبت آهي. جهڙي طرح چنڊ سج مان روشني وٺي رات جي اونداهين کي دور ڪري، روشني ڏئي ٿو. اهڙي طرح آنحضرت ﷺ جن پنهنجي رب تعاليٰ جي ازلي نور مان فيض ياب ٿي، ويران دلين کي آباد ۽ اونداهين دلين ۾ روشني آڻين ٿا. ان کان علاوه حضور ﷺ جن جي قلب مبارڪ جي شق ٿيڻ ۽ شق القمر جو معجزو به گويا هڪ نسبت ۽ مشابهت آهي. مطلب ته آنحضرت ﷺ جن جو نور ۽ فيض، عالمِ انسانيت جي روشني لاءِ نهايت ضروري آهي.

٧٧

وَ مَا حَوَى الْغَارُ مِنْ خَيْرٍ وَّ مِنْ كَرَمٍ
وَ كُلُّ طَرْفٍ مِّنَ الْكُفَّارِ عَنْهُ عَمِ

○○○

غار ۾ جي گڏ ٿيا خير و ڪرم، تن جو قسم
ڪافرن جي اک رهي انڌي ڏسڻ کان دمبدم

○○○

غار وچ خير و ڪرم آئے، قسم تنهن ذات دا
ڪافران دي اک اونهين ڏيکڻ کٹون انڌي صفا

○○○

جمع کرده غار خیرات و کرامت ہا بسے
یا محمّد ﷺ چشمِ کافر گشت زینشاں کور ہم

○○○

**ترجمو:** مان قسم کڻان ٿو ان خير ۽ ڪرم جو، جن کي غارِ ثور جمع ڪيو (احاطو ڪيو) ۽ ڪافرن جي هر اک (کين ڏسڻ کان) انڌي هئي.

**لفظي معنیٰ: وَمَا حَوَى الْغَارُ:** فعل ماضي. جيڪي غار اندر هيا. جن کي غار احاطو ڪيو، هت وما عطف آهي پوئين شعر بالقمر تي. پورو جملو آهي. **اَقْسَمْتُ مَا حَوَى الْغَارُ:** يعني قسم ٿو کڻان انهن جو جيڪي غار ۾ هيا. خير مان مراد آنحضرت ﷺ جن آهن. ڪرم مان مراد حضرت ابوبڪر صديق رضی الله عنه آهن. **طَرْفٍ:** اک . **عَمِ:** انڌي، نہ ڏسڻ واري، نابينا.

**تشريح:** مان قسم کڻي ٿو چوان انهن عظيم شخصيتن يعني (خير) حضرت محمد مصطفیٰ ﷺ ۽ (ڪرم) حضرت ابوبڪر صديق رضی الله عنه جن جي ذات گراميءَ جو، جن کي جبل ثور جي غار پنهنجي اندر جاءِ ڏني ۽ محفوظ رکيو. هو ان غار ۾ اهڙي طرح محفوظ رهيا جو جڏهن ڪافر غار وٽ پهتا تہ سندن اکيون غار جي معزز مهمانن کي ڏسڻ کان انڌيون ٿي ويون ۽ اهي کين غار ۾ جلوه افروز هئڻ جي باوجود ڏسي نہ سگهيا.

(٧٨)

فَالصِّـدْقُ فِی الْغَارِ وَالصِـدِّیْقُ لَمْ یُرَیَا

وَ هُمْ یَـقُـوْلُوْنَ مَـا بِالْغَـارِ مِنْ اَرِمٖ

✪✪✪

گڏ رهيل ها غار ۾ صديق ۽ صادق امين

ڪافرن ڀانيو ته ناهي ڪير هت جلوه نشين

✪✪✪

گڏ رهيئے تنهن غار وچ صديق تے صادق امين

ڪافران سمجهيا اتان ڪوئي نهين جلوه نشين

✪✪✪

صدق و صديق اند درغار و ڪس ايشان رانديد

ڪافران گفتند ڪس اينجا نه باشد منڪتم

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن جيڪي سراپا صدق ۽ صادق الامين هيا سي پاڻ ۽ سندن ساٿي حضرت ابوبڪر صديق رضی الله تعالیٰ عنه ٻئي غار ۾ موجود رهيا ۽ اتان ڪيڏانهن به نه نڪتا ( يا اهي ڏٺا به نه ويا) ۽ ڪافرن چيو ته غار ۾ ڪير به نه آهي.

**لفظي معنیٰ: اَلصِّـدْقُ:** مان مراد آنحضرت ﷺ جن آهن، جيڪي سراپا صدق هيا. انڪري ڪين الصادق الامين به چيو ويندو آهي. **اَلصِـدِّیْقُ:** مان مراد حضرت ابوبڪر رضی الله تعالیٰ عنه جن آهن. **لَمْ یُرَیَا:** فعل مضارع. ڪين ڪير به ڏسي نه سگهيو ، هو نه ڏٺا ويا. ڪجهه نسخن ۾ **لَمْ یُرَمَا** آيو آهي. **لَمْ یُرَمَا** : فعل مضارع جحد. هو اتان ڪيڏانهن به نه ويا هيا. اتان نه سريا هُيا. **مَا:** نه. **اَرِمٖ:** ڪوبه هڪ، ڪير به هڪ.

**تشريح:** حضرت محمد مصطفیٰ ﷺ جن جيڪي سراپا صدق آهن ۽ سندن ساٿي حضرت ابوبڪر صديق رضی الله عنه ٻئي ان غار ۾ موجود رهيا ۽ هو اتان ڪيڏانهن به نه ويا ۽ اتي بلڪل محفوظ رهيا. (يا انهن کي اتي ڪير به ڏسي نه سگهيو ۽ هو بلڪل محفوظ رهيا) آخر ڪار ڪافر ڇوڙ لڳا ته هت هن غار ڪير به موجود نه آهي ۽ اهڙي طرح ڪافر غار - ثور جي منهن تائين پهچي اتان اندا ٿي واپس وريا. آنحضرت ﷺ ۽ سندن ساٿي حضرت ابوبڪر صديق رضی الله عنه ٻئي ڄڻا اتي بلڪل محفوظ رهيا ۽ ڪين ڪافرن ڪان ڪنهن به قسم جو اهنج ايذاءُ نه پهتو.

٧٩

ظَنُّوْا الْحَمَامَ وَ ظَنُّوا الْعَنْكَبُوْتَ عَلٰى
خَيْرِ الْبَرِيَّةِ لَمْ تَنْسُجْ وَ لَمْ تَحُمِ

✿✿✿

چار مڪڙي جو ڪبوتر جا ڏسي آنا اتي
ڪافرن کي ٿيو گمان خير الوریٰ ناهي هتي

✿✿✿

چار مڪڙي دا ڪبوتر ڏيندا لاماري جتان
ڪافران کون ٿيا گمان خير الوریٰ کونهي اتان

✿✿✿

تخم بنهاده ڪبوتر بُد به بفت - عنڪبوت
ڪافراں را شد گماں ڪانجا نياسوده نسم

✿✿✿

**ترجمو:** ڪافرن خيال ڪيو ته جيڪڏهن آنحضرت ﷺ جن هن غار اندر هجن ها ته پوءِ نه ڪبوتر اهڙي طرح پنهنجن اندن تي ڦيرا ۽ لامارا ڏئي ها ۽ نه وري مڪڙي انهن مٿان اهڙي طرح پنهنجو ڄار اڻي ها.

**لفظي معنيٰ: ظَنُّوْا:** فعل ماضي. گمان ڪيائون. **اَلْحَمَامَ:** ڪبوتر. **اَلْعَنْكَبُوْتُ:** مڪڙي. **خَيْرِ الْبَرِيَّـةِ:** خدا جي ساري مخلوق ۾ بهترين شخصيت. آنحضرت ﷺ. **لَمْ تُنْسَجْ:** فعل مضارع جحد، ڄار نہ اڻي ها. **لَمْ تَحُمِ:** فعل مضارع جحد، لامارا نہ ڏئي ها، انڊن تي اهڙي طرح ڦيرا نہ ڏئي ها.

**تشريح:** حضرت محمد ﷺ جن جي غار ۾ موجودگي جي باوجود، ڪين ڏسي نہ سگهڻ ۽ محفوظ رکڻ لاءِ خدا وند ڪريم ظاهري طرح اهڙا اسباب پيدا ڪيا تہ جيئن دشمن ڪين اهنج پهچائي نہ سگهن. ان ڪري غار جي منهن وٽ ڪبوتر جا انڊا موجود هيا. جنهن تي بار بار ڪبوتر ڦيرا ڏئي رهيا هيا ۽ هر پنهنجن انڊن تي اچي وڃي رهيا هيا. ڪبوترن جي هن آڪيري ڪانسواءِ غار جي منهن وٽ مڪڙي پنهنجو ڄار اڻي ڇڏيو هيو ۽ ائين تي محسوس ٿيو تہ گويا هن غار جي اندر ڪوبہ ماڻهو موجود نہ اهي، ڇوتہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو اندر هجي ها ۽ اهو غار ۾ داخل ٿئي ها يا ٻاهر نڪري ها تہ پوءِ غار جي منهن وٽ نہ مڪڙي جو باريڪ ۽ ڪمزور ڄار موجود هجي ها ۽ نہ وري ڪبوتر پنهنجي انڊن تي اهڙي طرح اچي وڃي سگهي ها. خدا وند ڪريم جو شان آهي جو هن مڪڙي جي ڄار ۽ ڪبوتر جي انڊن جهڙي ڪمزور ترين شين کي سندن حفاظت لاءِ اهڙو تہ محفوظ ترين سبب بڻايو جو، اهي مضبوط ترين ڪوٽن قلعن ۽ زرهن کان بہ وڌيڪ محفوظ ۽ مضبوط ثابت ٿيا. حضرت عائشہ رضی الله عنها کان روايت آهي تہ اصحاب سڀورا ڪافرن جي خوف کان تہ متان اهي حضور ﷺ کي ڪو اهنجاء نہ پهچائي سگهن پهرو ڏيندا هيا پر جڏهن اها آيت ڪريمہ نازل ٿي تہ "**وَاللّٰهُ يَعْصِمُكَ مِنَ النَّـاسِ**" الله توکي ڪافرن جي شر کان محفوظ رکيو آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ صحابہ ڪرام کي پهري ڏيڻ ۽ حفاظت ڪرڻ کان بہ روڪي ڇڏيو. ڇوتہ ڪين يقين ڪامل هو تہ خدا وند ڪريم سندن حفاظت لاءِ ڪافي آهي.

(٨٠)

## وَقَايَـةُ اللّٰهِ اَغْـنَـتْ عَنْ مُّضَاعَـفَـةٍ
## مِّـنَ الـدُّرُوْعِ وَ عَـنْ عَـالٍ مِّـنَ الْاُطُـمِ

✪✪✪

تي عطا رب پاڪ کان اهڙي حفاظت ۽ پناهه
جوزرهه ٻيٽي وڏن ڪوٽن جي ڪجهه پرواهه ناهه

✪✪✪

رب ڪٿون هردم اونهين اهڙي حفاظت تي عطا
جو زرهه ٻيٽي، قلعي مضبوط دي پرواهه نه ڪا

✪✪✪

چون خدا اورا ز مکرِ دشمناں محفوظ داشت
بر زره حاجت نہ بودش و بحصن - قلعه ہم

✪✪✪

**ترجمو:** خدا وند ڪريم جل شانه جي حفاظت پاڻ ڪريمن ﷺ جن ڪي ٻيٽي ۽ مضبوط زره ( جي پائڻ) ۽ وڏن مضبوط ڪوٽن قلعن ( ۾ پناهه وٺڻ) کان بلڪل بي نياز ۽ بي پرواهه ڪري ڇڏيو.

**لفظي معنىٰ: وَقَايَـةُ:** مصدر آهي. حفاظت، پناهه. **مُضَاعَفَـةٍ:** اسم مفعول آهي. ٻيٽي، ڊبل، هڪ ٻئي مٿان پاتل. **اَلدُّرُوْع:** جمع درع جو. زرهون. **عَالٍ:** اسم فاعل. عالي جو. وڏا، بلند، مضبوط. **اَطُمِ:** قلعو، ڪوٽ.

**تشريح:** خدا وند ڪريم جل شانه پنهنجي حڪمت ۽ قدرت سان پنهنجي محبوب حضرت محمد ﷺ جن جو نهايت مشڪل ۽ ڏکئي وقت ۾، جڏهن ڪافر سندن جان وٺڻ ۽ کين قتل ڪرڻ جي ڪِڍ هيا ۽ هجرت وقت به غارِ ثور جي منهن تائين پهچي ويا هيا، سندن حفاظت جو نهايت عجيب ۽ انوکو انتظام ڪيو جيڪو ظاهري طرح ته نهايت ڪمزور ترين ٿي لڳو، پر حقيقت ۾ اهو تمام

مضبوط ترين ثابت ٿيو. غار جي منهن وٽ ڪبوتر جا آنا موجود هيا ۽ مڪڙي پنهنجو ڄار اُٿي ڇڏيو هيو. ڪافرن جڏهن غار جي منهن وٽ ڪبوتر جا آنا ڏٺا ۽ ڪبوترن کي پنهنجن آنن تي هر هر ايندو ڏٺو ۽ ان سان گڏ مڪڙي جو اٽيل ڄار به ڏٺو، ته کين پڪ ٿي وئي ته هن غار اندر ڪوبه ماڻهو موجود نه آهي. اگرچه ڪبوتر جا آنا ۽ مڪڙي جو ڄار ظاهري طرح نهايت ڪمزور ترين شيون آهن، پر خداوندڪريم پنهنجي حڪمت ۽ قدرت سان هنن ڪمزور ذريعن کي حفاظت جو اهڙو ته مضبوط ۽ طاقت ور ذريعو بڻايو جو پاڻ ڪريمن ﷺ ان غار ۾ ٽن ڏينهن تائين بلڪل محفوظ رهيا ۽ بعد ۾ پنهنجي ساٿي سان گڏ مديني منوره جي سفر ڏي هليا ويا.

## ٨١

**مَا سَامَنِی الدَّهْرُ ضَيْمًا وَّ اسْتَجَرْتُ بِهِ**
**اِلَّا وَ نِلْتُ جِوَارًا مِّنْهُ لَمْ يُضَمِ**

✪✪✪

**جيئن زماني تي ستايو تنهن جو دامن تي جهليم**
**ڏور ڏک ڏولاوا سڀ تنهنجي حمايت سان ٿيم**

✪✪✪

**جيئن زماني تي ستايا، تيڏا دامن تي جهليم**
**ڏور ڏک ڏولاوے سڀ تيڏي حمايت وچ ٿيم**

✪✪✪

**رنج اگر ديدم ز دہر و خواستم از وے اماں**
**درجوار - او خلوص از هر بلا ئے يافتم**

✪✪✪

**ترجمو:** جڏهن به زماني مونتي ظلم ۽ زيادتي ڪري تڪليف ڏني ۽ مون آنحضرت ﷺ جن جي پناهه ۾ اچڻ جي درخواست ڪئي ته مونکي هميشه اهڙي حمايت ۽ پناهه نصيب ٿي، جنهن ڪان پوءِ مونسان ڪوبه ظلم نه ڪيو ويو.

**لفظي معنيٰ: مَا:** نہ. **سَامَنِی:** فعل ماضي. مونکي تکليف ڏني، مونکي ستايو. ڪجھ نسخن ۾ ”ما سامني“ جي بجاءِ ”ماضامني“ آيو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي: مون تي ظلم نہ ڪيو، مونکي نہ ستايو. **اَلدَّهْرُ:** زمانو. **ضَيْمًا:** ظلم ڏاڍ. **وَ:** حالانڪ. **اِسْتَجَرْتُ:** فعل ماضي متڪلم. مون پناھ گهري. **بِهٖ:** هن سان. **اِلَّا:** مگر. **نِلْتُ:** فعل ماضي متڪلم. مون حاصل ڪئي. **جَوَارًا:** پناھ، حمايت. **مِنْهُ:** هن کان. **لَمْ يُضَمِ:** فعل مضارع جحد. ظلم نہ ڪيو ويو، ستايو نہ ويو.

**تشريح:** ائين ڪڏهن بہ نہ ٿيو آهي، جو زماني مون تي ظلم ۽ ڏاڍ ڪيو هجي ۽ مون انهيءَ ڏاڍ کان بچڻ لاءِ آنحضرت ﷺ جن جي پناھ ۾ اچڻ جي، ڪين درخواست ڪئي هجي ۽ مونکي آنحضرت ﷺ جن کان اهڙي حمايت ۽ پناھ نصيب نہ ٿي هجي ۽ مون تي ٿيندڙ ڏاڍ ۽ ظلم ختم نہ ٿي ويا هجن. مطلب تہ جڏهن بہ زماني مون تي تڪليفن ۽ مصيبتن جا پهاڙ ڪيرايا آهن، مون ان وقت هميشه آنحضرت ﷺ جن جي پناھ ۾ اچڻ جي درخواست ڪئي آهي ۽ ان جي جواب ۾ مونکي هميشه اهڙي حمايت ۽ پناھ نصيب ٿي آهي، جو اهي ڏاڍ ۽ مصيبتن جا سمورا پهاڙ ڪافور ٿي اڏامي ويا آهن ۽ مونکي هميشہ راحت، فرحت ۽ سڪون نصيب ٿيا آهن. هن جو عمدو مثال اهو آهي تہ آنحضرت ﷺ جن جو دامن جهلڻ سان مونکي منهنجي مرض الموت واريءَ بيماري مان نجات ملي، شفا حاصل ٿي ۽ صحت ڪامل نصيب ٿي.

**چہ غم ديوار امت را کہ باشد چون تو پشتيبان**
**چہ باک از موج بحران را کہ با شد نوح کشتيبان**

**مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

✪✪✪

## ٨٢

وَ لَا الْتَمَسْتُ غِنَى الدَّارَيْنِ مِنْ يَّدِهٖ
اِلَّا اسْتَلَمْتُ النَّدٰى مِنْ خَيْرِ مُسْتَلَمٖ

✿✿✿

ڪئي طلب توکان جڏهن پِي نعمت - هر دوسرئ
مون چمي ورتي هٿان تنهنجي سخاوت ۽ عطا

✿✿✿

ڏون جهانان دي گهري نعمت جڏهن اونهن دے هٿون
مل ڳئي ميڏي طلب تون پِي سوائي اونهن ڪٽون

✿✿✿

ہرچہ کردم التماس از نعمت - ہر دوسرئ
یافتم بر وجہئہ - بہتر آنچہ از وے خواستم

✿✿✿

**ترجمو:** جڏهن به مون ٻنهي جهانن جي تونگري سندن هٿن مبارڪ کان گهري آهي ته اها بخشش ۽ عطا، هميشه مون اهڙن هٿن کان چمي ورتي آهي جيڪي هٿ چمڻ لائق آهن.

**لفظي معنيٰ:** **وَ**: ۽. **لَا**: نه. **اِلْتَمَسْتُ**: فعل ماضي متڪلم. مون طلب ڪيو، مون گهر ڪئي. **غِنَى**: تونگري، بي نيازي. **دَارَيْنِ**: ٻئي جهان، دنيا ۽ آخرت. **مِنْ**: حرف جار. کان. **يَدِهٖ**: هن جي هٿ. **اِلَّا**: مگر، ليڪن. **اِسْتَلَمْتُ**: فعل ماضي متڪلم. مون چمي ڏني، مون بوسه ڪيو. **مُسْتَلَمٖ**: اسم مفعول يا اسم ظرف. جنهن کي چمي ڏجي، چمي جي جڳه، بوسه گاهه.

**تشريح:** مون دنيا کان بي نيازي ۽ دل جي تونگري آنحضرت ﷺ جن جي وسيلي جڏهن به گهري آهي ته اها مونکي حضور پر نور ﷺ جن جي هٿن مبارڪن کان ضرور ملي آهي. جنهن جي ڪري مون هميشه اهڙن پلوڙ هٿن کي

ڇمي ڏني آهي جن منهنجي مراد پوري ڪئي آهي. ۽ منهنجي طلب مونکي نصيب ڪئي آهي. شاعر جو مطلب آهي تہ حضور ﷺ جن جي امت جي مشڪل ڪشائي توڙي منفعت رسائي بہ حضور ﷺ جن جي وسيلي ۽ سندن برڪت سان ٿئي ٿي. ان ڪري هر مشڪل وقت توڙي هر مدعا وقت حضور ﷺ جن جو وسيلو وٺي دعا گهرجي تہ يقينن اها بارگاهہ خداوندي ۾ ضرور قبول پوندي ۽ حضور ﷺ جن جي وسيلي سان هر مشڪل جي آساني ۽ هر نعمت جو حصول ممڪن ٿي پوندو . گويا امت جي مشڪلاتن ۽ مصيبتن جو حل توڙي سندن آرزوئن ۽ تمنائن جي برآوري حضور ﷺ جن جي طفيل آهي.

٨٣

لَا تُنْكِـرِ الْوَحْىَ مِنْ رُّؤْيَـاهُ اِنَّ لَهٗ
قَلْبًـا اِذَا نَـامَتِ الْعَيْنَـانِ لَمْ يَـنَمِ

✪✪✪

خواب ۾ آيل وحي جو ڇو ڪرين انڪار تو
نينڊ آرامي هيا پر قلب ڇڻ بيدار هو

✪✪✪

خواب وچ آيل وحي دا تيڪون ڪيون انڪار هے
نينڊ آرامي نبي دے - قلب پر بيدار هے

✪✪✪

پس مکن انکار وحی از خواب پیغمبر ازانکہ
چمشش از در خواب رفتے دل بدش بیدار هم

✪✪✪

**ترجمو:** اي مخاطب تون آنحضرت ﷺ جن جي ننڊ ۾ وحي اچڻ جو انڪار نہ ڪر. ڇوتہ آنحضرت ﷺ جون اکيون جڏهن ننڊ ۾ هونديون هيون تہ سندن قلب مبارڪ بيدار هوندو هيو.

**لفظي معنىٰ: لَا تُنْكِرْ:** فعل نهي. تون انڪار نہ ڪر. **رُؤْيَا:** خواب. ننڊ.

**اِذَا**: جڏهن . **نَامَتْ**: فعل ماضي نوم کان. ننڊ ڪئي. ستي. **اَلْعَيْنَانِ**: ٻئي اکڙيون. **لَمْ يَنَمِ**: فعل مضارع جحد. نہ ستو. ننڊ نہ ڪئي.

**تشريح**: اي مخاطب تون انهيءَ ڳالھ جو ڪڏهن بہ انڪار نہ ڪر تہ آنحضرت ﷺ جن کي ننڊ ۾ بہ وحي ايندو هيو ڇوتہ جڏهن بہ آنحضرت ﷺ جن جون اکڙيون آرام فرما هونديون هيون تہ سندن قلب مبارڪ هميشہ بيدار رهندو هيو، جنهن ڪري وحي جو نزول قلب مبارڪ تي ٿيندو رهيو، جيڪو وحي جي پيغام کي پوري طرح حاصل ڪندو رهندو هيو. ان ڪري آنحضرت ﷺ جي ننڊ کي ٻين ماڻهن جي ننڊ وانگر سمجھڻ نہ گهرجي. ڇوتہ ٻين ماڻهن جي ننڊ ڪرڻ وقت سندن هوش و حواس بہ آرام ۾ رهن ٿا. مگر حضور جن ﷺ جن جو قلب مبارڪ ننڊ جي حالت ۾ بہ بلڪل بيدار رهندو هيو ۽ اهڙي طرح وحي جو نزول ٿيندو رهندو هيو جهڙي طرح ڪين بيداري جي حالت ۾ ٿيندو هجي، ان ڪري ننڊ جي حالت ۾ سندن وحي جي نزول جو انڪار ڪرڻ غلط آهي.

(٨۴)

**وَذَاكَ حِيْنَ بُلُوْغٍ مِّنْ نُّبُوَّتِهٖ**
**فَلَيْسَ يُنْكَرُ فِيْهِ حَالُ مُحْتَلَمٍ**

✪✪✪

**خواب واري وحي آ پيغمبري جو پهريون باب**
**ڪيئن ڪبو انڪار جنهن وقت آ نبوت جو شباب**

✪✪✪

**خواب والي وحي هے پيغمبري دا پهلا باب**
**ڪيئن ڪرين انڪار جي هووے نبوت دا شباب**

✪✪✪

**وحی در خواب اول - پیغمبری بودے ورا**
**خواب او منکر کہ نبود مثلِ خوابِ محتلم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ کي خواب ۾ وحي اچڻ اهو دور آهي، جڏهن سندن نبوت پنهنجي بلوغت جي حدن ۾ داخل ٿي رهي هئي. يعني نبوت عطا ٿيڻ جو پهريون پهريون دور هيو. پر جڏهن نبوت پنهنجي ڪمال بلوغت يا جواني تي پهچي وڃي تہ پوءِ ان جو انڪار ڪرڻ ممڪن نہ آهي (يا) جهڙي طرح هڪ بالغ شخص کي احتلام اچڻ جو انڪار ڪرڻ ممڪن نہ آهي اهڙي طرح نبوت جو بلوغت يا شباب جي حدن ۾ پهچڻ بعد ان جي وحي جو انڪار بہ ممڪن نہ آهي.

**لفظي معنیٰ: ذَاكَ:** اشارو آهي، الوحي في الرؤيا ڏانهن يعني اهو خواب ۾ وحي جو اچڻ. **حِيْنَ:** وقت. **بُلُوْغُ :** پهچڻ، بالغ ٿيڻ. **نُّبُوَّتِهٖ:** پنهنجي نبوت. نبوت جي بلوغت جي عمر چاليهہ سال آهي. بلوغ نبوته مان مراد آهي نبوت جي عمر واري حد کي پهچڻ وارو وقت. نبوت اچڻ جي شروع شروع وارو وقت . **لَيْسَ يُنْكَرُ:** فعل مضارع مجهول فعل ناقص ليس سان گڏ. انڪار ڪري نٿو سگهجي. **فِيْهِ :** انهيءَ وقت ۾. بلوغت ۾، **مُحْتَلَمِ:** البالغ من العقل يعني عقل جي بلوغت واري حد کي پهچڻ، هت مراد آهي نبوت ۾ بالغ ٿي وڃڻ، نبوت پنهنجي شباب يا ڪمال تي پهچي وڃي ان کي حال المحتلم چئبو آهي. محتلم: مان مراد احتلام وارو بالغ شخص بہ آهي.

**تشريح:** خواب ۾ وحي جو اچڻ ان وقت جي ڳالهہ آهي جڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ جن نبوت جي رتبي ماڻڻ جي عين قريب پهچي چڪا هيا ۽ سندن عمر مبارڪ چاليهہ سال ٿيڻ واري هئي . گويا سندن نبوت هاڻي بلوغت جي عمر ۾ داخل ٿي رهي هئي . اهو نبوت جي اچڻ جو پهريون ۽ شروعاتي دور هيو. جڏهن شروع شروع ۾ خواب وحي اچڻ جو سلسلو شروع ٿيو. پر اڳتي هلي جڏهن نبوت پنهنجي شباب کي پهتي، تہ ان وقت سندن وحي جي نزول جو انڪار تہ بلڪل ممڪن نہ آهي. ڇوتہ جڏهن نبوت جي قريب پهچڻ واري دور ۾ خواب ۾ وحي اچڻ جو انڪار ڪري نٿو سگهجي تہ پوءِ جڏهن سندن نبوت پنهنجي ڪمال کي پهتي يا پنهنجي عين شباب کي پهتي تہ پوءِ ان وقت وحي جي نازل ٿيڻ جو انڪار بلڪل محال آهي يا سندن انهيءَ عين شباب نبوت ۾ وحي جو انڪار اهڙي طرح ناممڪن آهي جهڙي طرح هڪ بالغ نوجوان کي احتلام اچڻ جو.

انڪار ڪرڻ ناممڪن هوندو آهي. جوڻ جواني ۾ احتلام جو اچڻ هڪ طبعي حقيقت آهي. اهڙي طرح نبوت جي شباب ۽ ڪمال نبوت واري دور ۾ وحي جو نزول بہ بلڪل عقل سليم جي مڃڻ ۽ قبول ڪرڻ واري ڳالهہ آهي.

## ۸۵

تَبَارَكَ اللّٰهُ مَا وَحْيٌ بِمُكْتَسَبٍ
وَّلَا نَبِيٌّ عَلٰى غَيْبٍ بِمُتَّهَمِ

✪✪✪

رب جي آذات، ناهي وحي محنت جو ثمر
انبياء ڪي غيب جي خبرن تي تون تهمت نہ ڌر

✪✪✪

وحي وهبي هے، نهين ڪسبي يا محنت دا ثمر
انبياء دے غيب دي خبران تے ڪا تهمت نہ ڌ ر

✪✪✪

پس بزرگ است آں خدا و وحی - او کسبی نبود
هم رسول - اونہ بُد، بر علم غیبش متّہم

✪✪✪

**ترجمو:** الله جي ذات بابرڪات آهي (هي جملو عرب تحسين ۽ تعجب وقت استعمال ڪندا آهن) وحي محنت ۽ ڪسب سان حاصل ڪري نٿي سگهجي ۽ نہ وري نبي جي مٿان غيب جي خبرن ڏيڻ بابت ڪنهن قسم جي تهمت يا الزام لڳائي سگهجي ٿو.

**لفظي معنىٰ: تَبَارَكَ اللّٰهُ** : الله جي ذات وڏي برڪتن واري آهي. جهڙي طرح سبحان الله چيو ويندو آهي. اهڙي طرح تبارڪ الله بہ چيو ويندو آهي. **مُكْتَسَبٍ:** اسم مفعول. جيڪا شي محنت ۽ ڪسب سان حاصل ڪجي، ڪسبي. **مُتَّهَمِ:** اسم مفعول: جنهن تي تهمت ۽ الزام لڳايا وڃن، جنهن ڪي ڪوڙو چئي تهمت هنئي وڃي.

**تشريح:** الله تبارڪ و تعاليٰ جي ذات بابرڪات آهي. هو ڏاتار ۽ مهربان آهي. جنهن کي نوازي ، اها سندس مرضي ۽ مهرباني آهي. نبوت صرف خدا جو فضل، ان جو ڪرم ۽ بخشش آهي. جيڪا ذات ڏاتار پنهنجي ڪرم سان نبين سڳورن کي عطا ڪري ٿو. اها محنت ۽ ڪوشش سان حاصل ڪري نٿي سگهجي. ڇوتہ وحي جو نزول ڪسبي نہ آهي. اهو وهبي آهي. اهو خدا وند ڪريم جو خالص فضل ۽ ڪرم آهي. "**ذَالِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ**" ڪنهن بہ نبي يا رسول کي اها تهمت نٿي ڏسي سگهجي تہ هو جيڪا نبوت ۽ رسالت جي ذريعي خدا پاران غيب جي خبر ڏئي ٿو. اها ڪوڙي آهي. اهڙي الزام ۽ تهمت کان خدا جا نبي سڳورا بلڪل پاڪ صاف آهن.

### ٨٦

**كَمْ اَبْرَأَتْ وَصِبًا بِاللَّمْسِ رَاحَتُهٗ**
**وَ اَطْلَقَتْ اَرِبًا مِّنْ رِّبْقَةِ اللَّمَمِ**

✪✪✪

**بارها بيمار هٿ ڦيرڻ سان شاد آباد ٿيا**
**ڪيترا مجنون، جنون جي قيد مان آزاد ٿيا**

✪✪✪

**هٿ گهماوڻ نال ڪئي بيمار شاد آباد ٿئے**
**ڪئي جنون والے جنون دے قيد تون آزاد ٿئے**

✪✪✪

**پس کساں را او شفا دادے بماليدن بد ست**
**وا رهانيدے بسے ديوانگاں را از لمم**

✪✪✪

**ترجمو:** ڪيترائي پيرا بيمارن کي پنهنجي هٿ مبارڪ سان ڇهي (هٿ مبارڪ ڦيرائي) تندرست ۽ نيڪ ٺاڪ ڪري ڇڏيائون ۽ ڪيترن ئي حاجت مندن کي جنون جي قيد مان آزاد ڪيائون.

**لفظي معنيٰ: كَمْ:** ڪيترائي ڀيرا، بارها. ڪئين ڀيرا. **اَبْرَأَتْ:** فعل ماضي. تندرست ڪيو، ٺيڪ ٺاڪ ڪيو، بيماري کان ڇڏايو، شاد آباد ڪيو. **لَمْسٍ:** ڇهڻ، هٿ گهمائڻ، لڳائڻ. **رَاحَتُ:** تري، هٿ. **اَطْلَقَتْ:** فعل ماضي. آزاد ڪيو، رهائي ڏياري. **اَرِبًا:** محتاج، حاجتمند. **رِبْقَـةِ:** رسي، قيد، بند. **لَمَمِ:** جنون، چريائپ.

**تشريح:** ڪيترائي ڀيرا آنحضرت ﷺ جن بيمارن کي رڳو پنهنجا هٿ مبارڪ ڦيرائي، ڪين بيماري کان نجات ڏياري ۽ شفاياب ڪري شاد آباد ڪيو ۽ ڪيترائي ڀيرا مجنون ۽ حاجت مند ماڻهو حضور ﷺ جن جي خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿيا، جن کي پاڻ ڪريمن ﷺ جن پنهنجن هٿن مبارڪن سان ڇهي يا انهن تي شفقت ۽ دعا جا هٿ گهمائي، ڪين جنون جي قيد مان نجات ڏياري ۽ اهي مجنون ۽ ﭘاڳل ماڻهو تندرست توانا ٿي ويا. سندن ﭘاڳلپڻ ۽ سموريون حاجتون دور ٿي ويون. جهڙي طرح غار ثور ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي نانگ واري ڏنگ جي جڳهه تي آنحضرت ﷺ جن هٿ گهمائي ڪين شفا بخشي حضرت ابن عباس کان روايت آهي ته هڪ عورت پنهنجي ٻار کي آنحضرت ﷺ جن وٽ کڻي آئي ۽ عرض ڪيائين ته يا رسول الله ﷺ هن کي جنون ٿي ويو آهي. رات ڏينهن دورا پونس ٿا. آنحضرت ﷺ ٻار جي سيني تي هٿ مبارڪ گهمايا ته ٻار کي ڦي (الٽي) اچي وئي، جنهن ۾ ڪتي جي ننڍن پلن جهڙا ڪيڙا نڪتا ۽ ان کان پوءِ ٻار بلڪل تندرست ٿي ويو. ان کانسواءِ اهڙا ڪيترائي مثال موجود آهن جيڪي سندن معجزن جا زنده ثبوت آهن.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

٨٧

وَ اَحْيَتِ السَّنَّةَ الشَهْبَآءَ دَعْوَتُهٗ
حَتّٰى حَكَتْ غُرَّةً فِى الْاَعْصُرِ الدُّهُمِ

✪✪✪

تي ويا زنده دعا سان خشڪ سالي وارا سال
جن جي رونق تي سڪر وارن زمانن جي مثال

✪✪✪

جنهن ڪتے زنده دعا نال خشڪ سالي والے سال
رونقاں وچ سے سڪر والے زمانے دي مثال

✪✪✪

دعوت -او قحط و تنگی از جہاں برداشته
تا چو رو اسپيد بودے در سياہی و نسم

✪✪✪

**ترجمو:** ڪيترائي ڀيرا سندن دعا مبارڪ، سفيد سالن ( ڏڪار وارن سالن) کي زنده ڪري ڇڏيو (سرسبز ۽ شاداب ڪري ڇڏيو) ۽ اهو خشڪ سال، اهڙي رونق ۽ روشني جي مشابهہ ٿي ويو جيڪا چمڪ ۽ روشني، گهٽي سرسبز ۽ سڪاروارن زمانن ۾ هوندي آهي. جهڙي طرح سرسبز هئڻ ڪري زمين ڪاري ڪاري نظر ايندي آهي اهڙي طرح ڏڪار ، قحط ۽ خشڪ سالي جي ڪري، چمڪندڙ پوئو نظر ايندي آهي.

**لفظي معنيٰ:** **اَحْيَتْ:** فعل ماضي. زنده ڪيو، سرسبز ۽ شاداب ڪري ڇڏيو. جوتہ ڏڪار گويا موت ۽ سڪار گويا زندگي آهي. **اَلسَّنَّةَ:** سال. **اَلشَهْبَآءَ:** سفيد، چمڪ ، روشني. (ڏڪار سبب زمين چمڪندي نظر ايندي آهي) **دَعْوَتُهٗ:** ان جي دعا سان. **حَتّٰى:** ايتري قدر جو، تان تہ. **حَكَتْ:** فعل ماضي، مشابهہ ٿي. **غُرَّةً:** رونق، چمڪ ، روشني. **اَعْصُرِ:** جمع آهي عصر جو، زمانو دور ، وقت. **اَلدُّهُمِ:** ڪارو، سياهہ، اهڙو سرسبز جو زمين پري کان گهٽي

ساوڪ سبب ڪاري ڪاري نظر اچي.

**تشريح:** هي شعر گذريل شعر تي عطف آهي. يعني ڪم احيت: ڪيترائي پيرا زنده ڪيو، سرسبز ڪيو. پاڻ ڪريمن ﷺ جن ڪيترائي پيرا دعا گهري، خشڪ ۽ ڏڪار وارن اجڙيل سالن کي سرسبز ۽ شاداب ڪري، زنده ڪري ڇڏيو. اهي اجڙيل ۽ ويران سال پنهنجي تمام گهڻي ساوڪ ۽ شادابي جيَ ڪري، اهڙي دور جي شادابي ۽ ساوڪ وانگر ٿي ويا جيڪا ساوڪ ۽ شادابي پري کان ڪاراڻ ۽ سياهي وانگر نظر ايندي آهي. مطلب تہ آنحضرت ﷺ جي دعا مبارڪ سان ڏڪار ۽ قحط سالي سبب اجڙيل ۽ چٽيل زمينون، سرسبز، شاداب ۽ رونق واريون ٿي ويون ۽ اهي ايتريون تہ سرسبز ، شاداب ۽ رونق واريون ٿي لڳيون جيتريون ڪنهن وڏي بارش واري دور ۾ زمينون سرسبز ۽ شاداب ٿي وينديون آهن ۽ پري کان گهڻي ساوڪ سبب ڪاريون نظر ايندي‌ون آهن. حضور ﷺ جن جي دعا سان نہ رڳو ماڻهن جون مصيبتون، مرض، جنون ۽ حاجتون ختم ٿي ويون پر زمين تي ڇانيل ڏڪار ۽ قحط جي مصيبت بہ ختم ٿي وئي ۽ ان جڳهہ تي سڪار ۽ شادابي اچي وئي.

## ٨٨

بِعَارِضٍ جَادَ اَوْ خِلْتَ الْبِطَاحَ بِهَا
سَيْبًا مِّنَ الْيَمِّ اَوْ سَيْلاً مِّنَ الْعَرِمِ

✪✪✪

زور سان اهڙو اٿو، وادي مٿان ابر - ڪرم
چڻ ٿٿو درياء، يا آيو آهي سيلاب - عرم

✪✪✪

زور نان وادي مٿون اهڙا اٺا ابرِ ڪرم
چڻ ٿٺا درياء، يا گويا آيا سيلاب - عرم

✪✪✪

بر دعائش آمد ے باراں و وادی پر شدے
گوئيا دريا بُدے يا گوئيا سيلِ عرم

✪✪✪

**ترجمو:** (اجڙيل زمين جو اهڙي طرح سرسبز ٿيڻ) ان بادل جي ڪري هيو جيڪو اهڙو تہ زور سان اُنو، جو تون ائين سمجهين تہ جڻ ڪو دريا، ٽُٽي پيو آهي يا عرم وادي کي ڪنڌ لڳو آهي.

**لفظي معنيٰ:** هت بہ اڳئين شعر جو احيت موجود آهي. گويا جملو آهي وَ **اَحْيَتْ بِعَارِضٍ**: بادل سان زنده ڪيو. زمين ان ڪري زنده ٿي جو بادل اٿو. **عَارِضٌ**: بادل، ڪڪر، سارنگ. **جَادَ** : فعل ماضي. زور سان اُٿو، بادل زور سان وسڻ لڳو. **اَوْ**: يا . **خِلْتَ**: فعل ماضي. تون خيال ڪرين ، تون سمجهين. **اَلْبِطَاحَ**: وادي. **اَلْيَمِّ**: درياء، بحر. **سَيْلاً**: سيلاب. ، ٻوڏ. **عَرِمٍ**: عرم وارو بند پاڻي جي زور سبب ٽُٽي پيو ۽ زبردست ٻوڏ آئي.

**تشريح:** اجڙيل زمين ۽ ڏڪار واري ڌرتيءَ جو، سرسبز ۽ شاداب ٿي وڃڻ گويا اهڙي بادل جي جمي وسڻ سبب هيو، جيڪو ايترو تہ زور سان اُٿو، جو تون ائين سمجهڻ لڳين تہ گويا ڪنهن دريا کي ڪنڌ لڳو آهي ۽ ٻوڏ اچي وئي آهي يا عرم وارو مضبوط بند ٽُٽي پيو آهي ۽ سيلاب اچي ويو آهي. مطلب تہ آنحضرت ﷺ جن جي دعا مبارڪ سان نهايت زور سان برسات پئي ۽ بادل ايترو تہ زوردار نموني سان اُٺا، جو ائين محسوس ٿيڻ لڳو تہ گويا ان خشڪ زمين تي ڪنهن درياء ڪان ٻوڏ اچي وئي آهي يا ڪو وڏو بند ٽُٽي پيو آهي ۽ سيلاب اچي ويو آهي.

**آگم ڪيو اچن، سچڻ سانوڻ مينهن جيئن**
**پاسي تن وسن، جي سپ ڇماندر سڪيا**

✪✪✪

**مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

✪✪✪

## باب ڇهون — عظمتِ قرآن ڪريم

### ٨٩

دَعْنِیْ وَ وَصْفِیَ اٰیَات لَّہٗ ظَهَرَتْ
ظُهُوْرَ نَارِ الْقِرٰی لَیْلاً عَلٰی عَلَمِ

✪✪✪

ڇڏ تہ ڪريان ان جا اهڙا معجزا روشن بيان
رات جو جيئن باهہ مهماني جي جبلن تي عيان

✪✪✪

اونهندے روشن معجزے بيشڪ ڪرڻ ڈيوو بيان
رات دا جيئن باهہ مهماني دي جبلان تي عيان

✪✪✪

گوش کن تا معجزش گویم کہ آں روشن بود
ہمچوں آتش در شبِ تاریک بر فرقِ علم

✪✪✪

**ترجمو:** مونکي آنحضرت ﷺ جن جي انهن معجزن جي تعريف ڪرڻ لاءِ بلڪل ڇڏي ڏي، جيڪي آنحضرت ﷺ جن کان اهڙي طرح ظاهر ٿيا جهڙي طرح رات جي وقت جبل تي مهماني برندڙ باهہ پري کان نظر ايندي آهي.

**لفظي معنیٰ: دَعْنِیْ:** فعل امر. مونکي ڇڏي ڏي، مون کي بيان ڪرڻ ڏي. **وَصْفِیْ:** منهنجي تعريف ڪرڻ. **اٰیَاتٍ:** جمع آهي آية جو. معجزا. آيتون. **ظَهَرَتْ:** فعل ماضي. ظاهر ٿيون . **نَارِ:** باهہ. **اَلْقِرٰی:** مهماني. **لَیْلاً:** رات جو. **عَلَمِ:** جبل، پهاڙ.

**تشريح:** اي مخاطب تون مونکي ڇڏي ڏي تہ مان آنحضرت ﷺ جن جي معجزن جي تعريف ڪندو رهان. جيڪي سندن رسالت ۽ نبوت جي شهادت ۽ ثبوت لاءِ هميشه اهڙي طرح ظاهر ٿيندا رهيا ۽ سڀني نزديڪ توڙي پري رهندڙ

ماٺهن کي اهڙي طرح نمايان، چٽا ۽ صاف نظر آيا جهڙي طرح رات جي وقت ڪنهن پهاڙ جي چوٽي تي، مهماني لاءِ ٻرندڙ باهه، پري ڪان چٽي نظر ايندي آهي، معلوم هجي ته عرب ۾ اهو رواج عام هيو، ته سخي ماڻهو رات جو پنهنجي گهر جي ڀر واري جبل تي، باهه جو مچ ٻاري ڇڏيندا هيا، ته جيئن اهڙن مسافرن کي ، جيڪي رات رهي آرام ڪن جي رهبري ۽ رهنمائي ڪري، ڪين اتي پهچڻ ۾ مدد ڪري. مطلب ته جهڙي طرح رات جي نديري ۾ جبل تي ٻرندڙ باهه پري کان صاف نظر ايندي آهي اهڙي طرح نبي ڪريم ﷺ جن جا معجزا به بلڪل چٽا ۽ واضح هيا، جيڪي پري توڙي ويجهي وارن کي چڱي طرح نظر آيا ٿي.

(٩٠)

فَالدُّرُّ يَزْدَادُ حُسْنًا وَّ هُوَ مُنْتَظِمٌ
وَ لَيْسَ يَنْقُصُ قَدْرًا غَيْرَ مُنْتَظِمِ

✪✪✪

ٿو لڳي سهڻو گهڻو موتي، هجي جي هار ۾
قدر گهٽبو ڪونه، ناهي جي سڳي يا تار ۾

✪✪✪

موتي سهڻا لڳدا هے پوتل هے جيڪر هار وچ
گهٽ نہ ٿيسس قدر، ڪونهي جي سڳي يا تار وچ

✪✪✪

در اگر در رشته باشد حسن او زاید بود
ورنه در رشته بود قدرش نگردد هیچ کم

✪✪✪

**ترجمو:** جڏهن موتي هڪ هار وانگر سڳي ۾ پوتل آهن ته سندن حسن ۽ خوبصورتي وڌيڪ نظر ايندا، پر جيڪڏهن ساڳيا موتي غير پوتل آهن (هار ۾ سمويل نه آهن ) ته به ان جو ذاتي قدر ۽ حسن گهٽ ڪونه ٿو ٿئي.

**لفظي معنيٰ: اَلدُّرُّ:** موتي. **يَزْدَادُ:** فعل مضارع. وڌي ٿو، وڌيڪ لڳي ٿو. **حُسْنًا:** حسن ۽ سونهن ۾. **مُنْتَظِمٌ:** اسم فاعل، سڳي يا تار ۾ پوتل، هار ٿهيل،

منظم تيل. **لَيْسَ يَنْقُصُ:** فعل مضارع فعل ناقص سان گڏ. گهٽ نٿو ٿئي. **غَيْرَ مُنْتَظِمِ:** سڳي ۾ ترتيب سان پوتل نه هجي، ترتيب سان هار ٺهيل نه هجي، منظم تيل نه هجي.

**تشريح:** حضور ڪريم ﷺ جن جي وصف ۽ تعريف ڪنهن خاص قسم جي ترتيب، تذڪري ۽ بيان جي محتاج نه آهي. جهڙي طرح موتين جي داڻن کي جيڪڏهن ڪنهن خاص ترتيب سان هڪ هار ۾ پوئجي ته سندن خوبصورتي ۾ وڌيڪ ڪشش پيدا ٿئي ٿي ۽ اهي وڌيڪ خوبصورت لڳن ٿا. پر جيڪڏهن موتين کي ڪنهن هار ۾ نه پوئجي ۽ الڳ الڳ رکجي ته به سندن حسن ۽ خوبيءَ ۾ ڪا به ڪمي نظر نه ايندي. ڇوته موتي آبدار هر حالت ۾ پنهنجي حسن ۽ خوبصورتي سبب پرڪشش ۽ خوبصورت لڳي ٿو. اهڙي طرح آنحضرت ﷺ جن جي وصف ۽ تعريف ڪنهن خاص ترتيب ۽ طريقي سان بيان ڪجي، ته اها نهايت شاندار ۽ بي مثال معلوم ٿيندي. پر جيڪڏهن بنا ڪنهن خاص طريقن جي سندن تعريف بيان ڪجي ته به سندن مثال ملڻ ممڪن نه آهي ۽ نه وري ان ۾ ڪنهن به قسم جي ڪاڪمي يا گهٽتائي محسوس ٿيندي. ڇوته حضور ﷺ جو شان، منزل ۽ مرتبو هر حالت ۾ بي مثال ۽ لاثاني آهي ۽ مخلوق ۾ سندن ڪو به مٽ يا مثال نه آهي.

(٩١)

**فَمَا تَطَاوَلَ اٰمَالُ الْمَدِيْحِ اِلٰى**
**مَا فِيْهِ مِنْ كَرَمِ الْاَخْلَاقِ وَالشِّيَمِ**

✪✪✪

**ڪيئن ڪري مدّاح سگهندو مدحت- مرسل ڪريم**
**هو وڏي رتبي جو مالڪ، صاحبِ خلقِ عظيم**

✪✪✪

**ڪر ڪٿان مداح سگهسي، مدحت -مرسل ڪريم**
**او وڏي رتبي دا مالڪ، صاحب - خلق - عظيم**

✪✪✪

**ہرچہ کاں گوید مدیح - مصطفیٰ بسیار نیست**
**کو مزین بُد بہ خُلقِ نیک و احسان شیم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جي ذات والا صفات ۾ جيڪي اخلاق ۽ ذاتي خوبيون ۽ ڪمالات موجود آهن، انهن جي بلندي تائين مدح ۽ ثنا ڪندڙ جون اميدون ۽ آرزوئون پهچي نٿيون سگهن.

**لفظي معنىٰ: مَا تَطَاوَلَ:** فعل ماضي. اي ما استطال. ڪيترو نہ گردن بلند ڪيائين، ڪيترو نہ بلند ٿيو. **اٰمَالُ:** جمع امل جو. آرزو، تمنا اميد. **مَدِيْحٌ:** صفت مشبه. ثنا ڪندڙ، مدح ڪندڙ ، ثنائي، ثنا خوان. **اِلٰـى:** تيستائين: ان حد تائين. **مَا فِيْهِ :** جو ڪجهہ ان ۾ موجود آهي. **مِنْ كَرَمٍ:** سهڻن اخلاقن ڪان، بزرگي ڪان. **اَلشِّـيَمِ:** جمع آهي شيمہ جو، ذاتي فضيلت، مان، مرتبو.

**تشريح:** ڪنهن تعريف ڪندڙ ۽ ثنا خوان جون آرزوئون ۽ تمنائون پل ڪٽي ڪيتريون بہ بلند ٿي وڃن، پر اهو ممڪن ئي ناهي تہ اهي آنحضرت ﷺ جي اخلاق ڪريمہ ۽ سندن ذاتي فضيلت، مان ۽ مرتبي جي بلندين تائين پهچي سگهن. آنحضرت ﷺ جن جو خلق عظيم ، فضيلت ۽ مرتبو ايترو تہ بلند آهي، جو ڪوبہ ثنا خوان پنهنجي عقل، ادراڪ، فهم، عشق ۽ آرزو جا پل ڪيترا بہ گهوڙا ڊوڙائي يا انهن کي ڪيترو بہ بلندي تائين وٺي وڃي، مگر حضور پر نور ﷺ جن جي حقيقي مقام ۽ منزل يا سندن اخلاق ڪريمہ جي پاڇي تائين پهچڻ بہ مشڪل آهي. چوتہ بعد از خدا بزرگ توئي قصہ مختصر.

**مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّـهِمِ**

✪✪✪

٩٢

# اٰيَاتُ حَقٍّ مِّنَ الرَّحْمٰنِ مُحْدَثَةٌ
# قَدِيْمَةٌ صِفَةُ الْمَوْصُوْفِ بِالْقِدَمِ

✪✪✪

آيتون قرآن جون برحق کيون نازل ڪريم
خود قديم آهن سندن موصوف ٻي آهي قديم

✪✪✪

آيتان قرآن ديان برحق ڪتيان نازل ڪريم
هن قديم اهڙيان سندن موصوف هے جهڙا قديم

✪✪✪

آيهائے حق ڪہ از رحمان فرود آ مد بہ تو
آں قديم است وبود وصفش بموصوفِ قدم

✪✪✪

**ترجمو:** هي قرآن مجيد جون اهي سچيون ۽ برحق آيتون آهن جيڪي الله رحمان طرفان نازل ٿيل آهن، جيتوڻيڪ اهي آيتون پنهنجي وقت نزول، تلفظ ۽ ڪتابت - ڪلام پاڪ جي لحاظ کان حادث ۽ نيون آهن. پر اهي درحقيقت پنهنجي اصلي معنيٰ ۽ مفهوم جي لحاظ کان قديم آهن. ڇوتہ اهي آيتون اهڙي ذات جون صفت آهن، جيڪا قديم آه. جڏهن موصوف قديم آهي تہ سندس صفت بہ قديم هوندي.

**لفظي معنيٰ: مُحْدَثَةٌ:** اسم مفعول، پيدا ڪيل، نازل ڪيل، نئين رنگ ۾ پيش ڪيل، هت اصل جملو آهي محدثه عليه يعني آنحضرت ﷺ جن تي نازل ٿيون آهن. **مَوْصُوْفٌ بِالْقِدَمِ:** قديم هجڻ سان موصوف يعني الله تبارڪ وتعالىٰ جي ذات سان.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن ۾ جيڪي ذاتي اخلاق ۽ فضيلتون موجود آهن اهي گويا خدا جي طرفان نازل ٿيل ڪتاب جون آيتون آهن. اگرچہ ظاهري طرح قرآن جون اهي آيتون پنهنجي زماني، نزول، ڪتابت ۽ تلفظ وغيرها جي لحاظ

کان بلکل نيون، حادث ۽ غير قديم آهن، پر حقيقت ۾ اهي آيتون پنهنجي حقيقي معنيٰ ۽ مفهوم جي لحاظ کان اهڙي طرح قديم آهن جهڙي طرح خداوند ڪريم جي ذات قديم آهي، جڏهن خداوند ڪريم قديم آهي ته پوءِ سندس صفت به قديم آهي. هاڻي اهي آيتون جڪي خداءِ قديم جون صفت آهن سي حضور ﷺ جن جي خلق ۽ فضيلت جون گواه آهن ان مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته حضور ﷺ جن جو خلق عظيم ۽ فضيلت جو اصل جوهر به غير منقسم ، اصلي ۽ حقيقي آهي. باقي دنيا جون سڀ شيون سندن حسن جي جوهر جو پرتو يا عڪس آهن. اهي قرآني آيتون سندن اعليٰ شان ۽ بلند مرتبي جي شهادت ڏين ٿيون. همه قرآن در شانِ محمد

## ٩٣

لَمْ تَقْتَرِنْ بِزَمَانٍ وَّهْيَ تُخْبِرُنَا
عَنِ الْمَعَادِ وَ عَنْ عَادٍ وَّ عَنْ اِرَمِ

٭٭٭

دور هڪڙي سان نه واڳيل ٿيون ڏين ڪولي خبر
عاقبت جي عاد جي توڙي ارم جي سربسر

٭٭٭

دور هڪڙي ديان نهين پابند ڏيون سڀ خبر
عاقبت دي عاد دي توڙي ارم دي سربسر

٭٭٭

مقترن نامد بوقتی دائما ثابت بدان
او خبر داد از معاد و حشر و از عاد و ارم

٭٭٭

**ترجمو:** هي آيتون جو ته قديم آهن ان ڪري ڪنهن به خاص زماني سان مقيد (واڳيل نه آهن) ۽ وابسته نه آهن. بلڪ اهي يومِ محشر جي به خبر ڏين ٿيون ۽ قوم عاد ۽ ارم جي به خبر ڏين ٿيون.

**لفظي معنيٰ: لَمْ تَقْتَرِنْ:** فعل مضارع جحد. اهي آيتون وابسته يا واڳيل نه

آهن. مقيد نہ آهن. **تُخْبِرُنَا:** فعل مضارع. اسان کي خبر ڏين ٿيون. **اَلْمَعَادِ:** يوم حشر، قيامت، عاقبت. **عَادٍ:** قبيلي جو نالو، جيڪو هود عليه السلام جي قوم مان هيو. **اِرَمِ:** ان بهشت جو نالو آهي جنهن کي شداد بن عاد ٺاهيو هيو. شداد جي عمر نو سو سال هئي ۽ هن اها جنت ٽن سو سالن ۾ ٺهرائي، جنهن ۾ بي مثال محل ماڙيون باغ ۽ نهرون موجود هيون.

**تشريح:** قرآن جون اهي آيتون، ڇوتہ قديم آهن، ان ڪري ڪنهن بہ هڪ دور يا زماني سان واڳيل يا وابستہ نہ آهن ۽ نہ وري ڪنهن هڪ وقت سان منسوب ۽ مقيد آهن. ڇوتہ قديم شيءِ جو وجود هن زماني کان بہ اڳ جو آهي، ان ڪري اهي آيتون پنهنجي حقيقي معنيٰ ۽ مفهوم ۾ بلڪل قديم آهن. اهي اسان کي محشر جي ڏينهن جون خبرون بہ ٻڌائين ٿيون جيڪي هن زماني جي حدن ۽ قيد و بند کان ٻاهر آهن، تہ هن زماني جي تاريخ مان عاد قبيلي جي جيڪو حضرت هود عليه السلام جي قوم هو ۽ شداد بن عاد جي جوڙايل جنت ارم جي بہ خبر ٻڌائن ٿيون. مطلب تہ هنن آيتن ۾ هن زماني جي تاريخ جون حقيقتون بہ موجود آهن تہ، هن زماني کان ٻاهر جون خبرون بہ ڏنل آهن. اهي آيتون هن زماني جي قيد کان ٻاهر ۽ قديم آهن.

٩۴

دَامَتْ لَدَيْنَا فَفَاقَتْ كُلَّ مُعْجِزَةٍ
مِّنَ النَّبِيّٖنَ اِذْ جَآءَتْ وَ لَمْ تَدُمِ

✪✪✪

آهہ اعليٰ معجزو قرآن جو رهندو سدا
انبياء باقي جا سارا معجزا آيا ويا

✪✪✪

معجزا قرآن دا اعلیٰ رهڻ والا سدا
انبياء باقي دا هرهڪ معجزا جاندا رهيا

✪✪✪

نزد ما باقی بماند بہتر از ہر معجزات
معجزِ پیغمبراں باقی نہ ماندہ درامم

✪✪✪

**ترجمو:** اهي آيتون ( جيڪي سراپا شانِ محمد ﷺ جي توصيف ۾ آهن) اسان وٽ هميشه موجود رهنديون. ان ڪري اهي آيتون جيڪي حضور پرنور ﷺ جو معجزو آهن سمورن نبين سڳورن جي معجزن کان بلند بالا آهن. ڇاڪاڻ تہ ٻين نبين سڳورن جا معجزا ( آيات ۽ احڪامات) نازل ٿيا، آيا ۽ ختم ٿي ويا. پر حضور ﷺ جي شان ۾ نازل آيتون، اهڙا معجزا آهن جيڪي هميشه رهندا.

**لفظي معنىٰ: دَامَتْ:** فعل ماضي. دائم رهندڙ، هميشه رهندڙ. **لَدَيْنَا:** اسان وٽ. **فَاقَ:** فعل ماضي فائق کان. وڌي مان واريون. **اِذْ :** جڏهن بہ، جنهن وقت بہ. **جَآءَتْ:** فعل ماضي. آئي. **لَمْ تَدُمِ:** فعل مضارع جحد. اصل ۾ لم تدوم هيو. هميشه نہ رهي، ختم ٿي وئي.

**تشريح:** قرآن حڪيم جون اهي آيتون جڪي سراپا حضور ﷺ جن جي شان، فضيلت ۽ مان مرتبي جو بيان آهن، اهي سندن ذات گرامي صہ جن جو زنده جاويد معجزو آهي، جيڪو هميشہ رهندو ۽ ڪڏهن بہ ختم ٿيڻ وارو نہ آهي، ان ڪري حضور ﷺ جن جو اهو معجزو ٻين سمورن نبين سڳورن جي سمورن معجزن کان اتم ۽ فائق آهي. ڇوتہ هي معجزو هميشه رهڻ وارو آهي. جڏهن تہ ٻين نبين سڳورن جا معجزا ۽ آيتون آيون ۽ ختم ٿي ويون ۽ هميشہ لاءِ باقي رهي نہ سگهيون پر حضور ﷺ جو معجزو يعني قرآن هميشہ رهندو.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

٩٥

مُحَكَّمَاتٌ فَمَا يُبْقِيْنَ مِنْ شُبَهٍ
لِّذِيْ شِقَاقٍ وَّ لَا يَبْغِيْنَ مِنْ حَكَمٍ

✪✪✪

حکم ڏيندڙ، دشمن جي شڪ و شبهے کان پري
ناه گنجائش سندن توضيح کو منصف کري

✪✪✪

حڪم وچ محڪم، نهين دشمن ڪون پيي شڪ ياگمان
فيصلا اونهندا نهين محتاج -تشريح و بيان

✪✪✪

محکم است آيات قرآں شبهۂ - کس رانماند
و ز ہمہ الفاظ ازو تاباں بود نورِ حکم

✪✪✪

**ترجمو:** قرآن جون اهي آيتون حڪم ڏيندڙ ۽ فيصلو ڪندڙ ڪري نازل ڪيون ويون آهن، انڪري اهي ڪنهن بہ اختلاف ڪندڙ لاءِ ڪنهن بہ شڪ شبهي جي گنجائش باقي نٿيون ڇڏين ۽ نہ وري ڪنهن بئي تشريح ڪندڙ يا حڪم ڏيندڙ جون محتاج ۽ طلبگار آهن.

**لفظي معنيٰ: مُحَكَّمَاتٌ:** اسم مفعول تحڪيم کان. حڪم ڏيندڙ، فيصلو ڏيندڙ حڪمن ۾، صاف ۽ چٽيون. **مَا يُبْقِيْنَ:** فعل مضارع نفي. باقي نہ ٿيون ڇڏين. **شُبَهٍ:** شڪ شبهو. **لَا يَبْغِيْنَ:** فعل مضارع نفي. طلب نٿيون ڪن، ڳولين نٿيون، ضرورت محسوس نٿيون ڪن. **حَكَمٍ:** حاڪم، حڪم ڏيندڙ، منصف، ثالث.

**تشريح:** اهي آيتون پاڻ حڪم صادر ڪندڙ آهن ۽ اختلافي معاملن ۾ انهن کان ئي احڪام ورتا وڃن ٿا. ڇوتہ اهي پاڻ نهايت صاف ۽ چٽيون آهن ۽ هر معاملي لاءِ واضح حڪم ڏيڻ واريون آهن. ان ڪري اهي ڪنهن بہ مخالف لاءِ ڪنهن بہ

شڪ شبهي جي ڪا بہ گنجائش نٿيون ڇڏين ۽ ڪنهن بہ فيصلي ڪندڙ يا حڪم ڏيندڙ جي ضرورت محسوس نٿيون ڪن. ان ڪري ڪنهن ثالث يا ٺياڪڙ ڪان سندن حڪمن جي وڌيڪ تشريح ڪرائڻ يا وضاحت وٺڻ جي بلڪل ضرورت نہ آهي. اهي پاڻ حڪم ڏيندڙ آهن ۽ پنهنجن حڪمن ۾ بلڪل صاف ۽ چٽيون آهن.

(٩٦)

مَا حُوْرِبَتْ قَطُّ اِلَّا عَادَ مِنْ حَرَبٍ
اَعْدَى الْاَعَادِىْ اِلَيْهَا مُلْقِىَ السَّلَمِ

✿✿✿

جنگ جوٽڻ لاءِ جي آيا اهي واپس وريا
سخت دشمن پيي ڦٽا هٿيار تن آڏو ڪيا.

✿✿✿

جنهن پيي جوٽي جنگ سو ناڪام ٿي واپس ٿيا
سخت دشمن پيي ڦٽا هٿيار ڪر آڏو جهڪيا

✿✿✿

ہر کہ با قرآں بجنگ آمد بآخر باز گشت
آنکہ دشمن تر بدے نزدش بیفگندے سلم

✿✿✿

**ترجمو:** انهن آيات، ڪريمہ جو ڪڏهن بہ مقابلو نہ ڪيو ويو آهي. (انهن سان جنگ نہ جوٽي وئي آهي) ها! اگر ڪنهن لڙائي لڙي بہ آهي تہ سخت ترين دشمن بہ لڙڻ بدران هٿيار ڦٽا ڪري صلح لاءِ پيش پيو آهي ۽ صلح ڪيو آهي.

**لفظي معنيٰ: مَا حُوْرِبَتْ:** فعل ماضي مجهول. جنگ نہ جوٽي وئي، لڙائي نہ لڙي وئي. **قَطُّ:** هر گز نہ، ڪڏهن بہ نہ. **اِلَّا:** ها، مگر. **عَادَ:** فعل ماضي. موٽيو، واپس ٿيو. **اَعْدَى الْاَعَادِىْ:** ، عدو ڪان اعديٰ، وڏو دشمن. اعادي جمع آهي اعديٰ جو، سخت ترين دشمن، دشمنن ۾ سڀ ڪان وڏو دشمن. **اِلَيْهَا:** انهن ڏانهن . **مُلْقِىْ:** اسم فاعل. ڦٽا ڪندڙ، پيش ڪندڙ. **اَلسَّلَمِ:** صلح.

**تشريح:** هي قرآني آيتون اهڙيون تہ بي مثل ۽ بي بدل آهن، جو انهن جو ڪڏهن بہ مقابلو نہ ڪيو ويو آهي ۽ نہ وري انهن جي صداقت ۽ سچائي ڪي چئلينج ڪندي، ڪنهن انهن سان جنگ جوٽي آهي ، ها جڪڏهن ڪنهن ڪان اهڙي غلطي سرزد ٿي بہ آهي، تہ پوءِ سخت ترين دشمن يا وڏي مان وڏي دشمن بہ جنگ ڪان توبہ ڪري، هنن آيتن آڏو پنهنجي شڪست جو اقرار ڪندي، هميشہ صلح جي درخواست پيش ڪئي آهي. قرآن حڪيم ۾ ارشاد آهي. "**اِنْ كُنْتُمْ فِىْ رَيْبٍ مِّمَّا نَزَّلْنَا عَلٰى عَبْدِنَا فَاْتُوْا بِسُوْرَةٍ مِّنْ مِّثْلِهٖ وَادْعُوْا شُهَدَآئَكُمْ**" هن چيلينج مان ثابت آهي تہ قرآني آيات جو ڪنهن بہ مقابلو نہ ڪيو آهي ۽ نہ وري ڪري سگهي ٿو. روايت آهي تہ عرب جي هڪ وڏي فصيح ، بليغ شاعر ۽ عالم ابن مقفع هڪ دفعو اهڙي گستاخي ڪئي ۽ بہ چار سٽون قرآن حڪيم جي انداز بيان مطابق لکڻ جي ڪوشش ڪئي. پر بعد ۾ پشيمان ۽ شرمسار ٿي اهو چيائين تہ خدا جو قسم ڪوبہ ماڻهو قرآني آيتن جو مقابلو ڪري نٿو سگهي.

## ٩٧

**رَدَّتْ بَلَاغَتُهَا دَعْوٰى مُعَارِضِهَا**
**رَدَّ الْغَيُوْرِ يَدَا الْجَانِىْ عَنِ الْحُرَمِ**

✪✪✪

**رد ڪيو تن جي بلاغت وار هر اغيار جو**
**جيئن حرم ڪان روڪي غيرتمند هٿ بدڪار جو**

✪✪✪

**رد ڪتا جنهن دي بلاغت وار هر اغيار دا**
**جيئن حرم تون روڪي غيرتمند هٿ بدڪار دا**

✪✪✪

از بلاغت دعوئے جملہ معارض کرد رد
چوں غیور ے کوکند رد دست جانی از حرم

✪✪✪

**ترجمو:** انهن آيات ڪريمہ جي بلاغت پنهنجي مد مقابل يا جنگ جوئيندڙ جي هر دعويٰ کي اهڙي طرح رد ڪري ڇڏيو، جهڙي طرح ڪو غيرت مند انسان ڪنهن بدڪردار انسان جي هٿ کي پنهنجي حرم خاني ڏانهن وڌڻ کان روڪيندو آهي.

**لفظي معنيٰ: رَدَّتْ:** فعل ماضي. رد ڪيو، واپس ڪيو، موٽايو. **مُعَارِضُ:** مد مقابل ، مقابلو ڪندڙ، جنگ جوئيندڙ. **رَدَّ الْغَيُوْرِ:** اصل ۾ آهي مثل رد الغيور. هڪ غيرتمند جي واپس ڪرڻ وانگر. جهڙي طرح ڪو غيرتمند واپس ڪندو آهي. **يَدَ:** هٿ . **جَانِيْ:** بدڪردار، بدڪار، ڏوهاري. **اَلْحُرَمِ:** حرم خانو. گهر، زنانہ خانو.

**تشريح:** انهن آيتن سڳورين، جيڪي سراپا حق ۽ سچائي آهن، تن جي بلاغت ۽ فصاحت، پنهنجي مخالف يا مد – مقابل جي هر دعويٰ کي اهڙي طرح ٽڪرائي ۽ رد ڪري ڇڏيو آهي جهڙي طرح هڪ غيرت مند انسان ڪنهن ڏوهاري، بدڪار ۽ بدڪردار ماڻهو جي هٿ کي پنهنجي حرم خاني ڏانهن وڌڻ کان روڪي ڇڏيندو آهي. مطلب تہ هنن آيتن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ پهريائين تہ ڪنهن کي جرئت ۽ همت نہ ٿيندي، پر جيڪڏهن ڪنهن بددماغ ۽ بدڪردار حاسد ۽ ساڙيل شخص ڪٿي ناڪام ڪوشش ڪئي بہ آهي، تہ انهن آيتن ان جي هر ڪوشش کي بلڪل اهڙي طرح بي ڪار ۽ ناڪام بڻائي ڇڏيو آهي، جهڙي طرح هڪ غيرت مند انسان ڪنهن بدڪار انسان کي پنهنجي حويلي ۽ حرم ڏانهن اچڻ کان روڪيندو آهي. مطلب تہ هنن آيتن جو مقابلو ممڪن ئي نہ آهي ۽ اهو انسان جي وس ۽ طاقت کان ٻاهر آهي تہ هو خدا جي ڪلام جي مقابلي ۾ پنهنجو ڪلام آڻي سگهي. چہ نسبت خاک را با عالم پاک.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

٩٨

لَهَا مَعَانٍ كَمَوْجِ الْبَحْرِ فِىْ مَدَدٍ
وَ فَوْقَ جَوْهَرِهٖ فِى الْحُسْنِ وَالْقِيَمِ

✪✪✪

معنيٰ ۾ چڙ موج درموج آهي بحر - بي مثال
حسن و قيمت ۾ بہ ساڻن ناهہ ماڻڪ جي مجال

✪✪✪

معنیٰ وچ موجان پچون موجان هے بحر - بے مثال
حسن و قیمت وچ نهین تنهن نال ماڻک دي مجال

✪✪✪

معنیء - بسیار همچوں موج دریا دارد آں
بهتر است از درّ - دریا جمله درحسن وقیم

✪✪✪

**ترجمو:** انهن قرآني آيتن جون بي شمار معنائون، جڻ سمنڊ جون ڇولين پٺيان ڇوليون آهن. جيڪي هڪ ٻئي جي مدد ۾ آهن. پر اهي آيتون پنهنجي معنيٰ جي حسن ۽ لطافت ۾ سمنڊ جي موتي کان بہ وڌيڪ حسين ۽ قيمتي آهن.

**لفظي معنيٰ: لَهَا:** انهن آيتن لاءِ، انهن آيتن جون. **مَعَانٍ:** جمع آهي معنيٰ جو. معنائون ۽ مطلب آهن. **فَوْقَ:** مٿان، فائق وڌيڪ. **جَوْهَرِهٖ:** ان سمنڊ جو جوهر. موتي، ماڻڪ. **اَلْقِيَمِ:** قيمت، ملهہ، بها.

**تشريح:** انهن قرآني آيتن جون بي شمار معنائون ۽ انيڪ مطلب اهن، اهي معنائون هڪ ٻئي جي تشريح ۽ وضاحت لاءِ اهڙي طرح هڪ ٻئي پٺيان موجود آهن، جهڙي طرح سمنڊ ۾ هڪ موج پٺيان ٻي موج سندس مدد ۾ ايندي رهندي آهي بلڪل ساڳي طرح قرآن جي هڪ آيت ٻيءَ آيت جو وڌيڪ تفسير ۽ تشريح آهي يا سندس هڪ معنيٰ ٻئي مفهوم جي تائيد ڪندڙ آهي، هڪ طرف هنن آيتن جي گهڻن معنائن کي سمنڊ جي ڇولين سان مشابهت ڏني وئي آهي، تہ ٻئي طرف

اهي آيتون پنهنجن معنائن جي حسن و لطافت ۾ دريا جي اندر موجود موتي ۽ ماڻڪ کان گهڻو وڌيڪ سهڻيون ۽ قيمتي آهن. سمنڊ جا موتي هنن آيتن جي معنائن جو، حسن ۽ ملهه ۾ کهڙو مقابلو ڪري سگهندا.

(٩٩)

**فَمَا تُعَدُّ وَ لَا تُحْصٰی عَجَآئِبُهَا**
**وَ لَا تُسَامُ عَلَی الْاِكْثَارِ بِالسَّأَمِ**

✪✪✪

**آيتن جي حڪمتن جو ناهه ڪو حد و حساب**
**جيترو دهرايو تڪ ٿيندو نه ٿيندي دل خراب**

✪✪✪

**آيتان دي حڪمتان دا ڪونهين حد و حساب**
**جتلايي زياده پڙهو ٿيسي نه تڪ يا دل خراب**

✪✪✪

**پس عجائب اندران وڪس نه بتواند شمرد**
**ورچه بسيارے بخواند ڪس نيرزد شوق ڪم**

✪✪✪

**ترجمو:** انهن قرآني آيتن جون عجيب و غريب حقيقتون، نه شمار تي سگهن ٿيون ۽ نه وري انهن جو ڪو احاطو ڪري سگهي ٿو . انهن آيتن کي بار بار پڙهڻ سان نه ملال ٿئي ٿو ۽ نه وري ڪا بي رغبتي ٿئي ٿي.

**لفظي معنیٰ: مَا تُعَدُّ:** فعل مضارع نفي عدد کان، شمار تي نه ٿيون سگهن. ڳڻي نٿيون سگهجن. **لَا تُحْصٰی:** فعل مضارع نفي. انهن جو احاطو ڪري نٿو سگهجي. انهن کي پنهنجي عقل جي گهيري ۾ نٿو آڻي سگهجي. **عَجَآئِبُهَا:** انهن آيتن جون عجيب و غريب معنائون، حڪمتون، حقيقتون. **لَا تُسَامُ:** فعل مضارع نفي. خراب نٿو لڳي. شمار ڪيو نٿو وڃي. **اِكْثَارِ:** ڪثرت سان، گهڻائي جي ڪري، بار بار پڙهڻ سبب. **سَأَمِ:** ملول، رنج ، تڪليف.

**تشريح:** انهن قرآني آيتن جون عجيب معنائون، حقيقتون ۽ حڪمتون آهن. چاهي اهي مفصلا هجن يا اجمالا. ڪنهن بہ صورت ۾ اهي انساني شمار ڪرڻ سان يا انهن جو احاطو ڪرڻ سان، نہ شمار ۾ اچي سگهن ٿيون ۽ نہ وري ڪو انهن جو احاطو ڪري سگهي ٿو. مطلب تہ اهي هڪ طرف پنهنجن بي شمار عجيب و غريب حقيقتن ۽ حڪمتن ۾ ٿمٿار آهن، جن جو احاطو ڪرڻ ناممڪن آهي، تہ ٻئي طرف وري اهڙيون دلڪش ۽ دلچسپ آهن، جو ڪين بار بار ڪثرت سان پڙهڻ جي باوجود پڙهندڙ پنهنجي دل ،ذهن ۽ دماغ تي ڪو بار، بوجهہ يا ملال محسوس نٿو ڪري. پر اجان جيترو وڌيڪ پڙهي ٿو اوترو وڌيڪ لطف ۽ فيض حاصل ڪري ٿو.



قَـرَّتْ بِهَـا عَيْنُ قَارِيْهَـا فَقُـلْتُ لَہٗ
لَقَدْ ظَـفَـرْتَ بِحَبْـلِ اللّٰهِ فَـاعْتَصِمِ

✪✪✪

جنهن جي قرئت تي هميشه قاري جي اکڙين جو ٺار
توکي حبل الله ملي، رسي کي جهل مضبوط يار

✪✪✪

جنهن دي قرئت هے هميشه قاري دي اکڙيان دا ٺار
ڪاميابي نال رب دي رسي جهل مضبوط يار

✪✪✪

چشم خواننده بداں روشن شود من گفتمش
يافتی حبل - خدا محکم بگير اے معتصم

✪✪✪

**ترجمو:** هنن آيتن ڪريمن جي پڙهڻ سان ان جي قاري ۽ پڙهندڙ جي اکين کي ٺار ۽ سڪون ملي ٿو، ان ڪري مان انهن آيتن جي تلاوت ڪندڙ کي چوندو آهيان تہ تون الله جي رسي تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويون آهين، هاڻي ان کي مضبوط پڪڙي رک.

**لفظي معنیٰ: قَرَّتْ بِهَا:** فعل ماضي مؤنث. انهن سان ٺڏڪار ۽ ٺار ملي ٿو، قرار ۽ سڪون اچي ٿو، ٺري پون ٿيون. **عَيْنُ:** اک ، چشم. **قَارِيْهَا:** انهن جو پڙهندڙ، تلاوت ڪندڙ. **قُلْتُ لَهٗ:** فعل ماضي متڪلم. مون ڪيس چيو . **قَدْ ظَفَرْتَ:** فعل ماضي مخاطب. بيشڪ تون ڪامياب ٿي ويو آهين. **حَبْلِ اللّٰهِ:** الله جي رسي، قرآن . **اِعْتَصِمِ:** مضبوط پڪڙ، مضبوط جهل.

**تشريح:** انهن قرآني آيتن جي پڙهڻ سان تلاوت ڪندڙ قاري جي اکين ۾ ٺار ۽ ٺڏڪار محسوس ٿئي ٿي. سندس اکيون ٺري پون ٿيون ۽ ڪيس هڪ عجيب و غريب قسم جو سڪون ۽ قرار اچي وڃي ٿو. تنهن ڪري مان هميشه انهن آيتن جي قاري کي، اها خوشخبري ڏيندو آهيان، تہ تون انهن قرآني آيتن جي قريب ٿيڻ سان گويا الله جي رسي تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهين. هاڻي توکي گهرجي تہ تون ان رسي کي مضبوط پڪڙي رک. جنهن ۾ تنهن جي دنيا توڙي آخرت ۾ نجات ۽ ڪاميابي يقيني آهي.

## (١٠١)

**اِنْ تَتْلُهَا خِيْفَةً مِّنْ حَرِّ نَارِ لَظٰی**
**اَطْفَأْتَ حَرَّ لَظٰی مِنْ وِّرْدِ هَا الشَّبِمِ**

✪✪✪

**باهہ دوزخ جي تپش جي خوف کان جيڪر پڙهين**
**باهہ جي گرمي ٺڏي، چشمي انهيءَ جي سان ڪرين**

✪✪✪

**باهہ دوزخ دي تپش دے ڈپ کٹون جيڪر پڑهين**
**باهہ دي گرمي ٹڈي تون اونهن دے چشمے نال ڪرين**

✪✪✪

**گر بخوانیش زترس- آتش- دوزخ کنی**
**سرد بر خود گرمئی - آتش برآں من ضامنم**

✪✪✪

**ترجمو:** جيڪڏهن تون انهن قرآني آيتن کي جهنم جي باهه جي گرمي جي خوف کان تلاوت ڪندين ته يقينا انهن آيتن جي ٿڌي چشمي سان جهنم جي باهه جي گرميءَ کي وسائي سگهندين.

**لفظي معنيٰ: اِنْ تَتْلُهَا:** فعل مضارع شرطيه. جيڪڏهن تون انهن آيتن کي پڙهندين، تلاوت ڪندين. **خِيْفَةً:** خوف، ڊپ. **حَرِّ:** گرمي، تپش. **لَظٰى:** باهه جي تپش، دوزخ جي چري. **نَارِ:** باهه. آگ. **اَطْفَأْتَ:** فعل ماضي مخاطب، تون وسائي سگهندين، ٿڌو ڪري سگهندين. **وِرْدِ :** چشمو. **اَلشَّبِمِ:** ٿڌو.

**تشريح:** هنن قرآني آيتن جي قاري کي خوشخبري ڏني ٿي وڃي ته جيڪڏهن تون دوزخ جي باهه جي گرمي جي خوف کان هنن آيتن جي تلاوت ڪندو رهندين، ته يقين ڄاڻ ته انهن آيتن جي تلاوت سبب دوزخ جي باهه جي تپش ۽ چري کي، هنن آيتن جي ٿڌي چشمي سان بلڪل وسائي ڇڏيندين ۽ دوزخ جي باهه کان توکي نجات ملي ويندي. مطلب ته جيڪڏهن ڪو انسان گناهن، گستاخين ۽ غلطين سبب پنهنجي لاءِ دوزخ جي باهه حاصل ڪري ٿو ۽ پنهنجن بدعملن سبب جهنم جو حقدار ٿئي ٿو، اهو ساڳيو شخص جيڪڏهن سچي نيت ۽ محبت سان خدا جي ڪلام ۽ قرآني آيتن جي تلاوت شروع ڪري ڏئي، ته اهي آيتون ان لاءِ رحمت جو اهڙو ته ٿڌو چشمو بڻجي وينديون، جو سندس دوزخ جي باهه انهن سان بلڪل اجهامي ويندي. گويا هنن آيتن جو ورد ۽ تلاوت دوزخ جي باهه کان نجات جو يقيني ذريعو آهي.

**گرهمیں خواهی مسلماں زیستن**
**نیست ممکن جز بقرآں زیستن**

✪✪✪

**مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

✪✪✪

١٠٢

كَاَنَّـهَا الْحَوْضُ تَبْيَضُّ الْوُجُوْهُ بِهٖ
مِنَ الْعُصَاةِ وَ قَدْ جَـآءُوْهُ كَالْحُمَمِ

✿✿✿

حوض ڪوثر جھڙيون، جنھن ۾ ڌوپجي تا صاف تين
مجرمن جا چھرا بيشڪ ڪوئلي وانگر ھجن

✿✿✿

حوض ڪوثر وانگي، جنھن نان منھن منور تي وڃن
مجرمان دے چھرے بيشڪ ڪوئلے وانگر ھوون

✿✿✿

آں چوں حوضی داں کہ دارد روئے خوانندہ سفید
گرچہ عاصی آمد ست و رو سیہ ھمچوں حمم

✿✿✿

**ترجمو:** اھي آيات - قرآني گويا حوض ڪوثر آھن، جن جي ڪري گنھگارن جا چھرا جيڪي ڪوئلي وانگر ڪارا ٿي آيا ھوندا، اھي ڌوپجي صاف ٿي ويندا.

**لفظي معنیٰ: اَلْحَوْضُ:** حوض مان مراد حوض ڪوثر آھي. **تَبْيَضُّ:** فعل مضارع مؤنث. سفيد ٿي ويندا. صاف شفاف ٿي ويندا. **اَلْوُجُوْهُ:** جمع آھي وجه جو، چھرا، منھن،. **بِهٖ:** ان حوض ڪوثر سان. **اَلْعُصَاةِ:** جمع آھي عاصي جو. گنھگار، عاصي، خطادار. **قَدْ جَـآءُوْهُ:** تحقيق ان ۾ آيا . **حُمَمِ:** ڪارا ڪوئلا:

**تشريح:** انھن قرآني آيتن جو مثال حوض ڪوثر وانگر آھي. جھڙي طرح سان گنھگار، سياھ روء، جيڪي دوزخ جي باھ جي جھلس ۾ سڙي ڪوئلي وانگر ڪارا ٿي، جڏھن حوض ڪوثر ۾ ايندا تہ انھن جي چھري جي ساري ڪارڻ، حوض ڪوثر جي پاڻي سان ڌوپجي صاف ٿي ويندي ۽ سندن چھرا وري سفيد ۽ جھرڪندا نظر ايندا. اھڙي طرح ھنن قرآني آيتن جي تلاوت ڪرڻ ۽ ان تي عمل

ڪرڻ سان بہ گنهگار قاري جا وڏا وڏا ڏوهہ ختم ٿي وڃن ٿا. گناهن سبب سندس چهري تي لڳل ڪارنهن ڌوپجي صاف ٿي وڃي ٿي. سندس چهري تي وري نورانيت نروار ٿئي ٿي. گويا هنن قرآني آيتن جي تلاوت، گناهن ۽ ڏوهن جي مصيبتن ۽ عذاب کان بچڻ جو ڪامياب ذريعو آهي.

## ١٠٣

وَ كَالصِّرَاطِ وَ كَالْمِيْزَانِ مَعْدِلَةً
فَالْقِسْطُ مِنْ غَيْرِهَا فِى النَّاسِ لَمْ يَقُمِ

✪✪✪

پل صراط آهن ۽ ميزان عدل جي ايوان ۾
عدل قائم ٿي نہ سگهندو تن سوا انسان ۾

✪✪✪

عدل وچ ميزان وانگر يا سدا رستا صفا
عدل انسان وچ نہ قائم ٿي سگهي اونهندے سوا

✪✪✪

چوں صراط ست آں وچوں ميزاں بود درراستی
راستی از غيرآنہا کس نديده بيش و کم

✪✪✪

**ترجمو:** اهي قرآني آيتون انصاف قائم ڪرڻ لاءِ صراط ۽ ميزان وانگر آهن ۽ انهن کانسواءِ ماڻهن ۾ انصاف قائم ٿي نٿو سگهي.

**لفظي معنيٰ: اَلصِّرَاطِ:** رستو، واٽ، راهہ. هت مراد پل صراط وارو تلوار کان تکو ۽ وار کان سنهو رستو آهي، جيڪو دوزخ جي مٿان گذرندو، جنهن تان ماڻهن کي گذاريو ويندو . جنهن سان ايمان ۽ ڪفر ، گناهہ ۽ ثواب جو پتو پئجي ويندو. ايمان وارا ۽ نيڪ ڪمن وارا پل صراط جي انهيءَ رستي تان گذري ويندا، پر ڪافر ۽ گنهگاران رستي تان هيٺ ڪري پوندا ۽ دوزخ ۾ داخل ٿي

ويندا. **اَلْمِيْزَانِ:** تارازو. ساهمي، اها ساهمي جنهن ۾ محشر جي ڏينهن نيڪ ۽ بدعمل توريا ويندا. **اَلْقِسْطُ:** عدل ،انصاف. **لَمْ يَقُمِ:** فعل مضارع جحد. قائم نہ ٿي سگهندو، باقي رهي نہ سگهندو.

**تشريح:** هي قرآني آيتون پل صراط وانگر آهن. جيڪي مومن کي ڪافر کان ۽ نيڪ کي بدڪار کان الگ ڪرڻ لاءِ پرک جو ذريعو آهن. هي آيتون ڪافر ۽ مومن، گنهگار ۽ نيڪوڪار جي وچ ۾ حدِ فاصل آهن. هي قرآني آيتون ان ميزان ۽ تارازو وانگر آهن، جيڪا حشر جي ڏينهن گناه ۽ ثواب، نيڪي ۽ بدي جي تورڻ لاءِ قائم ڪئي ويندي ۽ جنهن سان نيڪو ڪار ۽ بدڪار جي چڱن عملن ۽ بدعملن جو اندازو لڳائي سگهبو. هنن قرآني آيتن جي احڪامن ڪانسواءِ انساني معاشري ۾ عدل ۽ انصاف قائم رکڻ مشڪل آهي. ڇوتہ اهي آيتون خدا جو قانون آهن ۽ انهن ڪانسواءِ ڪير بہ، ڪٿي ۽ ڪڏهن بہ، دائمي امن ۽ انصاف قائم ڪري نٿو سگهي.

(١٠٤)

لَا تَعْجَبَنْ لِحُسُوْدٍ رَّاحَ يُنْكِرُهَا
تَجَاهُلًا وَّهُوَ عَيْنُ الْحَاذِقِ الْفَهِمِ

✪✪✪

جيڪڏهن هوشيار حاسد ڄاڻي واڻي برملا
آيتن جو تو ڪري انڪار ، حيرت ڇو پيلا

✪✪✪

جيڪڏهن حاسد ڪري انڪار، تون حيرت نہ ڪر
هے تجاهل عارفانہ، توڙي حاذق با خبر

✪✪✪

گر حسود انکار آں کرده مدار آں راعجب
کو تجاہل کرده ورنہ نیک کردست آں فہم

✪✪✪

**ترجمو:** جيڪڏهن حاسد داناء ۽ حاذق هئڻ جي باوجود دانستہ ۽ ڄاڻي واڻي تجاهل عارفانہ ڪري، انهن قرآني آيتن ( جي عظمتن) جو انڪار ڪري ٿو، تہ پوءِ

توکي ان تي حيرانگي ۽ تعجب ڪرڻ نہ گھرجي.

**لفظي معنیٰ: لَا تَعْجَبَنْ:** فعل مضارع نفي. تون تعجب نہ ڪر. **حُسُوْدٍ:** حسد ڪندڙ، حاسد، ساڙيل . **رَاحَ يُنْكِرُهَا:** فعل مضارع فعل ناقص سان گڏ. انهن آيتن جو انڪار جار ي رکي تو. انڪار ڪندو رهي تو. **تَجَاهُلاً:** ڄاڻي واڻي، دانستہ طورجهالت ڪرڻ. **عَيْنُ الْحَاذِقِ:** نهايت حاذق، عقل مند ، هوشيار. **اَلْفَهِمِ:** سمجهدار، دانا.

**تشريح:** حالانڪ پورو قرآن ڪريم سراپا رحمت ۽ هدايت آهي. جيڪو ديني توڙي دنياوي فائدن ۽ حڪمتن سان سرشار آهي ۽ طرح طرح جي عجائب ۽ فضائل جو سرچشمو آهي ۽ نوع انسان جي ڀلائي ۽ نجات جو ذريعو آهي. جيڪڏهن قرآن حڪيم جي انهن حڪمت ڀرين حقيقتن هوندي بہ ان جي خوبين کي نظر انداز ڪندي، ڪو سمجهدار ۽ عقلمند ماڻهو، محض حسد ۽ ساڙ جي ڪري، ڄاڻي واڻي، دانستہ طور تي پنهنجي جهالت جو اظهار ڪندي، انهن آيتن جي ابدي فائدن ۽ فضيلتن کان انڪار ڪري تو، تہ اهڙي ساڙيل ماڻهو جي انهيءَ تجاهل - عارفانہ واري اندي فيصلي تي تعجب ۽ حيرانگي ڪرڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. ڇوتہ هو پنهنجي حسد ۽ ساڙ جي باهہ ۾ سڙي رهيو آهي ۽ هي ان جو اثر آهي. انهيءَ ساڙ ڪرڻ جو سبب شاعر هيٺئين شعر ۾ ٻڌائي تو.

(١٠٥)

**قَدْ تُنْكِرُ الْعَيْنُ ضَوْءَ الشَّمْسِ مِنْ رَّمَدٍ**
**وَّ يُنْكِرُ الْفَمُ طَعْمَ الْمَآءِ مِنْ سَقَمٍ**

✿✿✿

سور سببان ڪ ڏسي سگھندي نہ نور - آفتاب
وات بيماري ۾ ماڻيندو ڀلا ڇا لطف - آب

✿✿✿

سور والي اک نہ سگھدي ڏيک سورج دي ضيا
وات بيماري سبب ماڻي نہ پاڻي دا مزا

✿✿✿

**گہ گہے چشم از رمد منکر شود خورشید را**
**ہم دہن منکر شود طعم - خوش -آب از سقم**

✪✪✪

**ترجمو:** ڪڏهن ڪڏهن درد ۽ تڪليف جي ڪري اک سج جي روشني ڏسڻ کان انڪار ڪندي آهي ۽ بيماري سبب وات پاڻي جي ذائقي چکڻ کان انڪار ڪندو آهي.

**لفظي معنيٰ: قَدْ تُنْكِرُ:** فعل مضارع. ڪڏهن ڪڏهن انڪار ڪري ٿي، قبول نٿي ڪري. **اَلْعَيْنُ:** اک چشم. **ضَوْءَ الشَّمْسِ:** سج جي روشني. **مِنْ رَّمَدٍ:** تڪليف کان، درد کان، آشوب چشم سبب. **يُنْكِرُ:** فعل مضارع. انڪار ڪري ٿو. **اَلْفَمُ:** وات. **طَعْمَ:** ذائقو، لذت. **اَلْمَاءِ:** پاڻي . **سَقَمٍ:** بيماري، علالت.

**تشريح:** ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي ته جڏهن اکين ۾ درد، تڪليف، سور يا آشوب چشم جي بيماري ٿي پوندي آهي ته پوءِ اکيون سج جي روشني ڏسڻ کان قاصر ۽ عاجز ٿي وينديون آهن ۽ سج جي روشني موجود هئڻ جي باوجود به اها کين نظر نه ايندي آهي. اهڙي طرح ڪڏهن ڪڏهن وات به بيماري سبب پاڻي جو ذائقو چکي ڪونه سگهندو آهي ۽ کيس پاڻي پيئڻ باوجود به ڪو مزو يا لذت محسوس نٿي ٿئي. حالانڪ پاڻي ۾ ذائقو موجود آهي، دراصل نه پاڻي ۾ ڪا خرابي آهي ۽ نه وري سج جي روشني ۾ ڪاڪمي آهي. سج ۾ روشني به موجود آهي ۽ پاڻي ۾ لذت ۽ ذائقو به . پر اک پنهنجي بيماري سبب سج جي روشنيءَ ڏسي نه ٿي سگهي ۽ اهڙي طرح وات به بيماري سبب پاڻي جو ذائقو چکي ۽ محسوس ڪري نٿو سگهي. هنن قرآني آيتن ۾ هدايت جو نور ۽ سامان موجود آهي. پر جيڪڏهن ان جي باوجود به ڪو حاسد خدا جي ڏنل عقل ۽ ڏاهپ هوندي، رڳو ساڙ ۽ حسد سبب، ڄاڻي واڻي هنن آيتن جي عظمت جو انڪاري ٿئي ٿو، ته اهڙي حاسد جي ان جهالت ۽ حسد کي اهڙي بيماري تصور ڪرڻ گهرجي جهڙي بيماري سبب اک نه سج جي روشني ڏسي ٿي سگهي ۽ نه وري وات پاڻي جو ذائقو چکي سگهي ٿو. هت به اهڙي طرح حاسد پنهنجي حسد ۽ ساڙ جي بيماري سبب ان جو نور ۽ هدايت جو ثمر ڏسڻ ۽ چکڻ کان قاصر آهي. ان ڪري اهڙي عقل جي انڌي ماڻهو تي ڪنهن به قسم جي حيرانگي ڪرڻ نٿي جڳائي.

## باب ستون — ذکر معراج النبي ﷺ

(١٠٦)

**يَا خَيْرَ مَنْ يَّمَّمَ الْعَافُوْنَ سَاحَتَهٗ**
**سَعْيًا وَّ فَوْقَ مُتُوْنِ الْاَيْنُقِ الرُّسُمِ**

✪✪✪

اي پيارا سڀ، اڱڻ تنهنجي اچن ٿا چاهه مان
ڪيئي طالب ڊوڙندا يا تيز تر ڏاچي مٿان

✪✪✪

اي پيارا آندي هن تيڏي اڱڻ تي شوق چون
ڪيئي طالب پا پيادهہ تيز تر ڏاچي اتون

✪✪✪

اے مہين -آنکہ مردم قصد درگاہش کنند
پا پيادہ يا بہ پشت - اشتران - باد رم

✪✪✪

**ترجمو:** شاعر آنحضرت ﷺ جن جي حضور ۾ مخاطب ٿي چوي ٿو، اي سڀ کان پيارا! جنهن جي اڱڻ ڏانهن، پيرين پيادا ڊوڙندڙ ۽ تيزرو ڏاچي جيڪا زمين تي پنهنجن پيرن جا نشان ڇڏيندي اچي ٿي، تي چڙهي ايندڙ طالب، حاضر ٿيڻ جو ارادو رکن ٿا.

**لفظي معنیٰ: يَاخَيْرَ:** اي خير کل خلق. يعني اي سڀني مخلوقات کان پيارا. سڳورا. **مَنْ:** جنهن ماڻهو جو. **يَمَّمَ:** فعل ماضي. ارادو ڪيو، ارادو ڪن ٿا. طلب رکن ٿا. **اَلْعَافُوْنَ:** طالب، ارادتمند. **سَاحَتَهٗ:** جنهن جي اڱڻ تي، گهر ۾، **سَعْيًا:** ڊوڙندا، پڄندا، ڊڪندا. **فَوْقَ:** مٿان. **مُتُوْنِ:** جمع متن جو. پشت، پٺي، چيلهہ. **اَيْنُقِ:** جمع ناقہ جو، ڏاچيون.

**تشريح:** شاعر پاڻ کي حضور ﷺ جن جي حضور اقدس ۾ حاضر سمجهندي، کين مخاطب ٿي گذارش ڪري ٿو، تہ اي خدا جي مخلوق ۾ سڀ کان پيارا جنهن جي اڳڻ ڏانهن اچڻ لاءِ طالب ۽ ارادتمند، پيرين پيادا ڊوڙند ۽ تيز رفتار ڏاچي جي پٺي تي سوار ٿي حاضري ڀرڻ لاءِ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ کان اچن ٿا. مطلب تہ سندن عاشق پيادا هجن يا سوار، اهي هر حال ۾ حاضري ڀرڻ لاءِ سندن اڳڻ تي پهچي عقيدت ۽ محبت جا گل نڇاور ڪرڻ جا خواهشمند آهن.

(١٠٧)

**وَمَنْ هُوَ الْاٰيَةُ الْكُبْرٰى لِمُعْتَبِرٍ**
**وَّمَنْ هُوَ النِّعْمَةُ الْعُظْمٰى لِمُغْتَنِمٖ**

✪✪✪

**صاحبِ عبرت لئي آهي آيت الڪبرىٰ نبي**
**جو غنيمت سجهي ان لئي نعمت - عظميٰ نبي**

✪✪✪

**عقل واليان واسطے هے آيت الكبريٰ نبي**
**جو غنيمت سمجهي تنهن لئے، نعمت -عظميٰ نبي**

✪✪✪

**اے کہ ہستی آیت - کبری کہ باشد معتبر**
**اے کہ ہستی نعمت - عظمیٰ کہ باشد مغتنم**

✪✪✪

**ترجمو:** حضور ﷺ جن جي ذات گرامي عقل مند ۽ عبرت حاصل ڪندڙ لاءِ هڪ وڏي نشاني (آية الکبرىٰ) ۽ غنيمت ڄاڻڻ واري لاءِ هڪ وڏي نعمت آهي.

**لفظي معنىٰ: وَمَنْ:** ۽ اي اها ذات گرامي ﷺ. **اَلْاٰ يَةُ الْكُبْرٰى:** وڏي

نشاني، وڏو معجزو. **مُعْتَبِرٍ:** اسم فاعل. عبرت حاصل ڪندڙ، عقلمند، فهم ۽ فڪر وارو انسان. **مُغْتَنِمٍ:** اسم فاعل. غنيمت سمجهندڙ. جيڪو ماڻهو ان کي خدا جي طرفان غنيمت سمجهي.

**تشريح:** خدا جا پيارا رسول ﷺ ان شخص لاءِ جيڪو اوهان جي خلقِ عظيم، فضيلت، ڪمالات معجزن ۽ اعليٰ مان ۽ مرتبي کي ڏسي ۽ سمجهي سگهي، تنهن لاءِ اوهان جي ذات گرامي ﷺ برحق نبي هجڻ جي وڏي نشاني آهي. جو تہ اهڙين صفتن ۽ وصفن ڏسڻ کان پوءِ ڪوبہ صاحبِ عقل و فهم شخص انهن کان انڪار ڪري نٿو سگهي. بلڪ ان کي پنهنجي لاءِ عبرت جو سامان سمجهي، ان مان عبرت حاصل ڪري ٿو. اهڙي طرح جيڪو شخص اوهان جي ذات گرامي کي خداوند ڪريم طرفان غنيمت ڄاڻي ٿو ان لاءِ اوهان جي ذات بابرڪات خدا جي هڪ وڏي نعمت آهي، مطلب تہ عقلمند ۽ محبت رکندڙ لاءِ اوهان جي ذات خدا جي هڪ وڏي نشاني بہ آهي تہ خدا طرفان مليل هڪ وڏي نعمت پڻ آهي.

(١٠٨)

سَرَيْتَ مِنْ حَرَمٍ لَّيْلاً اِلٰى حَرَمٍ
كَمَا سَرَى الْبَدْرُ فِىْ داجٍ مِّنَ الظُّلَمِ

✪✪✪

هڪ حرم کان ٻئي حرم تشريف فرما ٿيا ائين
چنڊ چوڏهين جو ڪري ٿو سير اونده ۾ جئين

✪✪✪

هڪ حرم تون ٻيا حرم گهم رات وچ آيا نبي
سير اونداهي دے وچ چڻ چوڏهين دے چنڊ دي

✪✪✪

درشبے رفتے زمکہ۔ تا باقصاء - شریف
چوں کہ ماہ - چاردہ گردد رواں اندر ظلم .

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ هڪ رات (جي ڪجهه حصي) ۾ هڪ حرم شريف مکه مڪرمه کان ٻئي حرم شريف مسجد اقصىٰ تائين، جو سير ڪيو. جهڙي طرح چوڏهين جو چنڊ رات جي تاريڪ اونداهين ۾ (هڪ افق کان ٻئي افق تائين) سير ڪندو آهي.

**لفظي معنىٰ: سَرَيْتَ:** فعل ماضي. تو رات جو سير ڪيو. **لَيْلاً:** رات جو، رات جي ڪجهه حصي ۾. **دَاج:** انڌيرو، اونداهي، "ليل داج" انڌيري رات. **اَلظُّلَمِ:** اونداهي، تاريڪ.

**تشريح:** پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي ذات گرامي رات جي وقت هڪ حرم شريف مڪي مڪرمه کان ٻئي حرم شريف مسجد اقصىٰ تائين، جيڪو ان وقت چاليهه ڏينهن جي پنڌ جي فاصلي تي هيو، نهايت تيز روي ۽ برق رفتاري سان بلڪل اهڙي طرح سير ڪيو ۽ تشريف وٺي ويا جهڙي طرح اونداهي رات ۾ چوڏهين جو چنڊ چمڪندو، پنهنجن نور جي ڪرڻن سان جڳ روشن ڪندو، هڪ افق کان ٻئي افق جو سير ڪندو آهي. پاڻ ڪريمن ﷺ بہ چوڏهين جي چنڊ وانگر چمڪندا، دنيا کي پنهنجي نوري ڪرڻن سان منور ڪندا، هڪ حرم شريف کان ٻئي حرم شريف تائين پهچي ويا ۽ بعد ۾ واپس وريا. هي دراصل معراج جو قصو آهي جيڪو سورة اسريٰ "**سُبْحَانَ الَّذِیْ اَسْرٰی بِعَبْدِهٖ لَیْلاً مِّنَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ اِلَی الْمَسْجِدِ الْاَقْصٰی**" ۾ بيان ٿيل آهي.

مصطفىٰ دي زيارت ڪيتي خاڪيان تي نوريان
عرشان تي ڳئي محمد دور هويان دور يان

**مَوْلَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ کُلِّهِمِ**

✪✪✪

(١٠٩)

وَ بِتَّ تَرْقٰی اِلٰٓی اَنْ نِلْتَ مَنْزِلَةً
مِنْ قَابَ قَوْسَیْنِ لَمْ تُدْرَكْ وَ لَمْ تُرَمِ

✪✪✪

اعلیٰ منزل قاب قوسين ماڻي تو خير الانام
جستجو ادراڪ کان آهي مٿي تنهنجو مقام

✪✪✪

قاب قوسين والي منزل تي عطا خير الانام
عقل تے ادراڪ تون اعلیٰ ٿيا تيڏا مقام

✪✪✪

برشدی بالا و گشتہ قاب قوسینت مقام
واں ندیدست و نہ بیند، ہیچ کس درہیچ دم

✪✪✪

**ترجمو:** پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي ذات گرامي لڳاتار ترقي ڪندي، رات گذاري. تان تہ قاب قوسين واري عزت ڀري منزل تي پهچي ويا. اهڙي منزل جنهن کي نہ ڪنهن حاصل ڪيو ۽ نہ وري نہ ان جو ارادو ڪيو.

**لفظي معنیٰ: بِتَّ:** فعل ماضي. مخاطب بات کان. تو رات گذاري. **تُرْقٰی:** فعل مضارع مجهول. تون بلندي ڏانهن ويندو رهئين، تون ترقي ڪندو رهئين. **نِلْتَ:** فعل ماضي مخاطب. تو حاصل ڪيو، تو ماڻيو. **لَمْ تُدْرَكْ:** فعل مضارع جحد مجهول. حاصل نہ ڪيو، ڪونہ پهتو. **لَمْ تُرَمِ:** فعل مضارع جحد. ڪنهن بہ ان جو ارادو نہ ڪيو، خيال بہ نہ ڪيو. **قَابَ قَوْسَیْنِ:** ٻن ڪمانن جي زرهن جي وچ وارو فاصلو. تمام ويجهي کان ويجهو. خدا جي نهايت قربت وارو مقام. عربن ۾ رواج هيو تہ جڏهن بہ ٻہ ڄڻا پاڻ ۾ دوستيءَ جو وچن ۽ اقرار ڪندا هيا تہ اهي ٻئي پنهنجي ڪمان ڪٽي، ٻنهي ڪمانن کي ملائي هڪ ٻئي تي رکندا هيا ۽

پوءِ انهن ٻنهي ڪمانن جي مليل زرهن مان هڪ تير گڏجي هلائيندا هيا. ائين ڪرڻ، گويا ٻن دوستن جو هڪ ٻئي سان قربت ۽ ايڪي جو اظهار هيو. ڇوته اهي ٻئي ڪمانون اهڙي طرح هڪ ٻئي جي قريب هونديون هيون جو انهن جي وچ ۾ وار برابر به فرق ڪونه هوندو هيو. اتان قاب قوسين يعني ٻن ڪمانن جي زرهن جي قربت واري فاصلي جو تصور اڀريو. قاب قوسين جو ذڪر سورة نجم ۾ آيو آهي.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن پوري رات بلندين طرف ترقي ڪندا رهيا ۽ پنهنجي عروج ۽ ڪمال ڏانهن برابر وڌندا رهيا. ڪين ايتري قدر قربت نصيب ٿي جو پاڻ ﷺ قاب قوسين واري منزل يعني پنهنجي رب پاڪ سان نهايت قريب هجڻ واري مقام تي پهچي ويا. هي اهو عزت ۽ شرف وارو اعليٰ مقام آهي، جيڪو هن کان اڳ نه ڪنهن کي نصيب ٿيو ۽ نه وري بعد ۾ ڪنهن کي نصيب ٿيندو. هن مقام جي نه ڪنهن آرزو ۽ تمنا ڪئي ۽ نه وري ان جو ارادوئي دل ۾ ڪيو. هي مقام پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي ذات ولاصفات لاءِ مخصوص هيو ڪين نصيب ٿيو. سورت والنجم ۾ ارشاد آهي:

**ثُمَّ دَنَا فَتَدَلّٰى فَكَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنٰى فَاَوْحٰى اِلٰى عَبْدِهٖ مَا اَوْحٰى** پوءِ قريب آيو ۽ تمام ويجهو ٿيو. ايترو ويجهو جو ٻن ڪمانن جو فاصلو باقي رهجي ويو. اجان به گهٽو وڌيڪ ويجهو ٿيو پوءِ هن سان جيڪي حال اورڻو هيو سو اوريو.

اگو يک سرے موئے برتر پرم
تجلیٔ - نورت بسوزد پرم

✪✪✪

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

(١١٠)

## وَ قَدَّمَتْكَ جَمِيْعُ الْاَنْبِيَاءِ بِهَا
## وَالرُّسُلِ تَقْدِيْمَ مَخْدُوْمٍ عَلٰى خَدَمٍ

✪✪✪

انبياء ۽ مرسلن توکي بڻايو اڳ امام
خادمن ۾ جيئن ٿئي مخدوم جو ٿو احترام

✪✪✪

انبياء تي مرسلان تيکون بڻايا ها امام
خادمان وچ جيوين کنهن مخدوم دا هووے مقام

✪✪✪

انبياء و مرسلينت پيشوا کردند دراں
ہمچوں مخدومی کہ گردد پيشوا اندر خدم

✪✪✪

**ترجمو:** سمورن نبين سڳورن ۽ رسولن ڪريمن آنحضرت ﷺ جن کي اتي پنهنجو امام بڻايو (اڳواڻ تسليم ڪيو) جهڙي طرح مخدوم خادمن جو امام ۽ پيشوا هوندو آهي.

**لفظي معنىٰ: قَدَّمَتْكَ:** فعل ماضي. توکي آڏو ڪيو. توکي امام ۽ اڳواڻ بڻايو. **تَقْدِيْمَ:** اڳواڻي، امامت. **خَدَمٍ:** ٻانها، خادم

**تشريح:** جڏهن آنحضرت ﷺ جن مسجد الحرام مڪه مڪرمه کان مسجد اقصىٰ پهتا ته اتي يا ان مقام تي جتي خداوند ڪريم آنحضرت ﷺ جن کي نهايت بلندي واري مقام تي وٺي ويو، ۽ پنهنجي قريب تر مقام ۽ منزل تي پهچايو، آنحضرت ﷺ سڀني نبين سڳورن ۽ رسولن جي امامت ڪئي ۽ اهڙي طرح تمام انبياءِ ڪرام عليهم السلام سندن امامت ۾ نماز ادا ڪئي ۽ سندن اڳواڻي ۽ قيادت کي تسليم ڪيو. خداوند ڪريم ان نهايت عزت واري مقام تي پنهنجي پياري حبيب ﷺ جن کي اهڙي عزت ۽ عظمت واري پيشوائي ۽

اڳواٽي عطا فرمائي، جهڙي طرح مخدوم کي پنهنجن خادمن تي هوندي آهي. گويا ڪين ان وقت سيني نبين ۽ رسولن جو سردار ۽ امام بڻايو ويو ۽ بين کي سندن اطاعت ۽ تابعداري جو حڪم ڏنو ويو.

(١١١)

## وَاَنْتَ تَخْتَرِقُ السَّبْعَ الطِّبَاقَ بِهِمْ
## فِيْ مَوْكَبٍ كُنْتَ فِيْهِ صَاحِبَ الْعَلَمِ

✪✪✪

پنهنجي لشڪر ساڻ گڏ تو طئي ڪيا ست آسمان
جنهن جو تون سرواڻ ۽ صاحب علم صاحب نشان

✪✪✪

طے کتے ست آسمان تین آپٹے لشکر دے نال
جنهن دے وچ صاحب علم تون، صاحب - جاه و جلال

✪✪✪

زاسمانہا بر گزشتی بر جمیع - انبیاء
درگروہے کاندریشاں تو بُدی صاحب علم

✪✪✪

**ترجمو:** پاڻ سڳورن ﷺ انهن فرشتن يا نبين سان گڏ (يا انهن کان گذرندي) پنهنجي لشڪر ۾ جنهن جا علمبردار ۽ صاحب علم بہ پاڻ سڳورا ئي هيا، ستن آسمانن کي طئي ڪيو.

**لفظي معنيٰ: تَخْتَرِقُ:** فعل مضارع. تون ڦاڙيندو وئين، تون طئي ڪندو وئين. **اَلسَّبْعَ:** ست طبقات: **طَبَقًا:** آسمان. **بِهِمْ:** انهن سان گڏ، يا **مَارًّا بِهِمْ** : انهن کان گذرندي. مطلب تہ هر آسمان جي طبقي تي جدا جدا موجود هيا ۽ تون انهن کان گذرندو وئين. **مَوْكَبٍ:** لشڪر نبين جو يا فرشتن جو. **كُنْتَ فِيْهِ:** فعل ماضي مخاطب. تون انهن ۾ هئين. **صَاحِبَ الْعَلَمِ:** علمبردار، علم ۽ جهنڊي وارو. سردار ، سرواڻ.

**تشريح:** پاڻ سڳورن ﷺ سيني نبين جي هڪ وڏي لشڪر سان گڏ يا سيني نبين کان هر آسمان تان گذرندي، پنهنجن فرشتن جي لشڪر ۾ جنهن جا صاحب علم، سرواڻ ۽ علمبردار پاڻ سڳورا ﷺ جن هيا. ستن آسمانن جو سفر طئي ڪيو. انهيءَ سفر دوران ڪين نہ رڳو زمين جو سير ڪرايو ويو پر ستن آسمانن ۽ قاب قوسين جو بہ نظارو پسايو ويو. جتي فرشتن يا نبين جي هڪ وڏي لشڪر ۾، پاڻ هڪ سردار وانگر صاحب علم تي هڪ کان ٻئي آسمان ۽ ٻئي کان ٽئين آسمان اهڙي طرح ستن آسمانن جو سير ڪيو ۽ رستي ۾ هر آسمان وٽ موجود نبي سڳوري کان گذرندا ويا. حديث شريف ۾ آهي تہ آنحضرت ﷺ جن پهرين آسمان تي حضرت آدم عليه السلام ٻئي آسمان تي حضرت عيسىٰ عليه السلام ٽئين آسمان تي حضرت يوسف عليه السلام چوٿين آسمان تي حضرت ادريس عليه السلام پنجين آسمان تي حضرت هارون عليه السلام ڇهين آسمان تي حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ ستين آسمان تي حضرت ابراهيم عليه السلام سان بيت المعمور ۾ ملاقات ڪندو ويو. اهڙي طرح پاڻ ڪريمن ﷺ ستن آسمانن جو سير ڪيو ۽ ان سير ۾ ساڻس گڏ فرشتن يا نبين جو لشڪر بہ موجود هيو. جنهن جا علمبردار پاڻ ڪريمن ﷺ جن هيا.

(١١٢)

حَتّٰى اِذَا لَمْ تَدَعْ شَأْوًا لِّمُسْتَبِقٍ
مِنَ الدُّنُوِّ وَ لَامَرْقًى لِّمُسْتَنِمِ

✪✪✪

**تنهنجي قربت واري منزل جي نہ ڪو پهتو قريب**
**اهڙو اعلىٰ مرتبو، ٻئي ڪنهن کي ناهي ٿيو نصيب**

✪✪✪

**قربتان دي حد رهي باقي نہ، اهڙا ٿيا قريب**
**ايڏي منزل اعلىٰ اڳ وڃ تي نهين ڪنهن ڪون نصيب**

✪✪✪

زينئے از قرب بہر- ہيچ کس نگزاشتی
جائے بالاتر نہ ہشتی دیگرے را در رقم

✪✪✪

**ترجمو:** پاڻ سڳورا ﷺ بلندين ڏانهن لڳاتار ترقي ڪندا رهيا ۽ ايتري قدر تہ ڪين قربت نصيب ٿي جو سندن مقام ۽ منزلت جي قريب هاڻي ڪابہ اهڙي حد يا جڳھ باقي نہ رهي، جو ڪو بيو ڊوڙ لڳائيندڙ (طالب) ان حد يا منزل کان وڌيڪ قريب پهچي سگهي ۽ نہ وري سندن بلند منزل ۽ اعليٰ ترين مقام جي ڪا اهڙي حد يا چوٽي باقي رهي، جتي ڪو بيو بلندين جو طالب پهچي سگهي.

**لفظي معنيٰ: حَتّٰی:** تان تہ، ايتري قدر جو. يعني پاڻ سڳورا لڳاتار بلندين ڏانهن ترقي ڪندا رهيا، ايتري قدر جو ، تان جو. **لَمْ تَدَعْ:** فعل مضارع جحد. تو نہ ڇڏي. توکان پوءِ باقي نہ رهي. **شَأْوًا:** حد، انتها . **مُسْتَبِقٍ:** اسم فاعل، اڳتي وڌڻ جي خواهش رکندڙ. اڳ ڪڍڻ وارو. **اَلدُّنُوِّ:** قريب، ويجهڙائي. **مَرَقًا:** اسم ظرف. بلند مقام، بلندي. **مُسْتَنِمٍ:** اسم فاعل. بلندين جو خواهشمند، بلندين جو ارادو رکندڙ.

**تشريح:** پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي شان مطابق بلندين ڏانهن لڳاتار وڌندا رهيا ۽ قدم وڌائيندا ويا. ڪين اها ترقي ۽ رفعت ايتري قدر تہ حاصل ٿي ، جو پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي عالي منزلت جي قريب يا ويجهو، بلندي جي اهڙي ڪابہ حد يا آخري جڳھ، باقي نہ ڇڏي، جتي ڪو بيو اهڙي قربت ۽ بلندي جو خواهشمند ۽ ڊوڙ لڳائي اڳتي وڌندڙ، ان قربت واري بلند مقام جي قريب بہ پهچي سگهي. اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي عالي منزلت ۽ مرتبي جي ڪابہ اهڙي بلند يا مٿاهين چوٽي باقي نہ ڇڏي، جو ڪو بيو بلندين جو خواهشمند، ان رهيل بلندي ڏي اچڻ ۽ پهچڻ جي ڪوشش ڪري. مطلب تہ پاڻ انسانيت جي نهايت بلند ترين مقام تي فائز ٿي ويا. ڪين خدا جي قربتن جو ايترو تہ نزديڪي ڪان شرف حاصل ٿيو جو انهن قربتن جي نزديڪ پهچڻ جي خواهش رکندڙ لاءِ ڪا بہ جڳه باقي نہ رهي ۽ نہ وري سندن اعليٰ مقام ۽ منزل جي چوٽين جي بلندي ڏانهن ويندڙ لاءِ ڪابہ گنجائش باقي ڇڏي. گويا پاڻ قربت ۽ بلندين جي اعليٰ ترين مقام تي پهچي چڪا هيا.

(١١٣)

# خَفَضْتَ كُلَّ مَقَامٍ بِالْإِضَافَةِ إِذْ
# نُوْدِيْتَ بِالرَّفْعِ مِثْلَ الْمُفْرَدِ الْعَلَمِ

✪✪✪

تنهنجي قربت جي بنسبت پست هرهڪ جو مقام
تون سڏايو وئين بلندي تي يگانو نيڪ نام

✪✪✪

تيڈي قربت دے بنسبت پست هرهڪ دا مقام
هر بلندي تي عطا تيڪون، يگانا نيڪ نام

✪✪✪

پست کردی پیش قربت هر مقام- دیگراں
چوں ترا بردند بالا وندراں گشتی علم

✪✪✪

**ترجمو:** پاڻ سڳورن ﷺ جن (انبيا ۽ اولياءِ جي) هر اعليٰ مقام کي پنهنجي قربتن واري مرتبي ۽ مقام جي لحاظ سان هيٺ ڪري ڇڏيو. جڏهن علم مفرد وانگر ڪين رفع سان منفرد ۽ يڪتا شخصيت جي حيثيت ۾ بلندي ڏانهن سڏيو ويو.

**لفظي معنيٰ: خَفَضْتَ:** فعل ماضي. تو هيٺ ڪيو. زير ڪيو پست ڪيو. **كُلَّ مَقَامٍ:** هر مقام کي . ياڪل صاحب مقام: هر صاحب مقام کي. يا "**كُلَّ مَقَامٍ عَالٍ**" ، هر اعليٰ مقام کي. **اِضَافَةِ:** نسبت، پنهنجي مقام جي بنسبت . **اِذْ:** جڏهن، جنهن وقت. **نُوْدِيْتَ:** فعل ماضي مجهول. توکي سڏيو ويو. تون پڪاريو وئين. **بِالرَّفْعِ:** رفع سان، پيش سان، رفعتن ۽ بلندي سان، **عَلَمٌ مُفْرَدٌ:** اسم خاص واحد، يڪتا، مشهور، بي مثل، يگانو. **اَلْعَلَمِ:** مشهور.

**تشريح:** پاڻ ڪريم ﷺ جي فضيلت ۽ مان مرتبو جڏهن پنهنجي عروج تي پهچي ويو، ته پاڻ سڳورن ﷺ خداوند ڪريم طرفان عطا ٿيل انهيءَ اعليٰ مقام ۽ منزلت جي لحاظ سان هر اعليٰ ترين مقام کي يا هر اعليٰ صاحب مقام

کي جن ۾ انبياءِ اولياءِ، سڀ شامل آهن، پست ڪري ڇڏيو. پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي منزلت ۽ مرتبي جي پرواز جي بلندي ان وقت تمام اعلىٰ ۽ اونچي ٿي وئي، جڏهن علم مفرد وانگر پاڻ ڪريمن ﷺ کي خداوند ڪريم ندا سان "**يا محمد اذن اتخذتك حبيبا**" جهڙي خاص اعزاز واري لقب سان سڏ ڪري رفعت ۽ بلندي بخشي. هت شاعر نحوي قاعدي جي تضمين ۽ تشبيه ڏيندي چيو آهي تہ جهڙي طرح نحوي اصول مطابق " علم مفرد" اسم خاص واحد تي ندا جي وقت ۾ " يا" آڏو ڏئي. " رفع" يا پيش ڏنو ويندو آهي ۽ اضافت جي وقت ۾ مضاف اليه کي زير ڏني ويندي آهي اهڙي طرح خداوند ڪريم جڏهن ڪين حرف ندا سان "**يا محمد اذن اتخذتك حبيبا**" چئي لفظ محمد تي رفع ڏني، تہ گويا اها خداوند ڪريم طرفان سندن رفعت ۽ عالي منزلت جي گواهي هئي. جنهن سبب سندن مرتبي جي انهيءَ رفعت ڪين ايترو تہ بلند ڪيو جو ٻين سمورين نبين ۽ ولين جو مقام سندن مقام جي بنسبت اضافت وارو يا هيٺائون ٿي ويو.

(١١٤)

**كَیْ مَا تَفُوْزَ بِوَصْلٍ اَیِّ مُسْتَتِرٍ**

**عَنِ الْعُیُوْنِ وَ سِرٍّ اَیِّ مُكْتَتِمٖ**

✪✪✪

**ٿيو وصال - ربّ اهڙو جو اکين کان هو ڳجهو**

**راز دان اهڙو جو ان جي راز کان واقف نہ ڪو**

✪✪✪

**ٿيا وصال اهڙا، جو هے اکڙيان کٹون پوشيده تر**

**راز دان اهڙا نهين تنهن راز دي ڪنهن ڪون خبر**

✪✪✪

**تا مقام - وصل پنهاں يافتی از چشم - خلق**

**سِـرِّ پنهانی بدانستی ز اوصاف - قدم**

✪✪✪

**ترجمو:** پاڻ ڪريمن جي ذات اقدس ﷺ کي سڏي نهايت بلند مقام ۽ منزل تي رسايو ويو، تہ جيئن اهڙي وصال سان بهره ور ٿي سگهن، جيڪو اکين جي ڏسڻ کان پوشيده آهي ۽ اهڙي راز کان واقف ٿي سگهن، جيڪو نهايت لڪل آهي.

**لفظي معنيٰ: ڪَيْ:** حرف تعليل، جيڪو مٿئين شعر جي "نوديت" سان لاڳاپيل آهي. مطلب آهي تہ توکي بلند مقام تي سڏيو ويو تہ جيئن تون . **مَا:** هت " ما " زائد آهي. **تَفُوْزَ:** فعل مضارع. تون ڪامياب ٿي سگهين. **وَصْلٍ:** وصال ، ميلاپ، ملاقات. **اَيِّ مُسْتَتِرٍ:** اسم فاعل. جيڪو وصال ڪيترو نہ ڳجهو آهي. ڪيترو تہ ستر ۽ پردي ۾ آهي. **عَنِ الْعُيُوْنِ:** اکين کان يعني اهڙو وصال جنهن جو مشاهدو اکيون ڪري نٿيون سگهن. **سِرٍّ:** راز. **اَيِّ مُكْتَتِمٍ:** اسم فاعل. اهڙو راز جيڪو ڪيترو تہ ڳجهو، مستور ۽ لڪل آهي.

**تشريح:** جڏهن خداوند ڪريم پاڻ سڳورن ﷺ جن کي خاص اعزاز واري انداز سان سڏي انسانيت جي اعلىٰ ترين مقام تي پهچايو ۽ کين **"يا محمد اذن اتخذتك حبيبا"** چئي پنهنجي قريب ترين مقام تي رسايو، تہ اهو سڀ ڪجهہ دراصل انهيءَ لاءِ هيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ جن خدا وند ڪريم سان اهڙي وصال ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن، جيڪو وصال ۽ ميلاپ اکين جي ڏسڻ ۽ پسڻ کان پوشيده ۽ ڳجهو آهي، جنهن وصال جي جهلڪ جو مشاهدو اکين لاءِ ممڪن ئي نہ آهي، ڇوتہ اکين جي بينائي جي، اهڙي وصال تائين رسائي، امڪان کان ٻاهر آهي . هي اهڙو وصال آهي جنهن لاءِ ارشاد خداوندي آهي **"لَا تُدْرِكُهُ الْاَبْصَارُ"** ان کي اکيون نٿيون ڏسي سگهن . خداوند ڪريم سان پاڻ ڪريمن ﷺ جي اها قربت ان ڪري هئي تہ جيئن پاڻ سڳورا ﷺ اهڙن رازن کان واقف ٿي سگهن، جيڪي راز ٻڌڻ ۽ پروڙڻ کان گهڻو ڳجها ۽ مستور آهن، جن کي هنن ظاهري ڪنن سان هرگز ٻڌي نٿو سگهجي. حضور ﷺ جن جو پنهنجي مهربان رب ڪريم سان هي اهڙو وصال هيو جنهن جو مشاهدو اکيون ڪري نٿيون سگهن ۽ هي اهڙو راز و نياز جو منظر هيو جو ان راز کان ڪوبہ واقف ٿي نٿو سگهي.

میان - عاشق و معشوق رمزیست
کراما کاتبیں را زو خبر نیست

ٻئي شاعر جو قول آهي:

نہ ہر سینہ را راز دانی دهند
نہ ہر دید را دیدہ بانی دهند
نہ ہر گوہر - درة التاج شد
نہ ہر مرسل - اهل معراج شد
برائے سرانجام کار- صواب
یکے از ہزاران شود انتخاب

(۱۱۵)

فَحُزْتَ كُلَّ فِخَارٍ غَيْرَ مُشْتَرَكٍ
وَجُزْتَ كُلَّ مَقَامٍ غَيْرَ مُزْدَحَمِ

✪✪✪

فخر، جو هر مرتبو بس توکي تنها ٿيو عطا
هر بلندي طئي ڪئي تو پيڙ ۾ رش ڪانسوا

✪✪✪

فخر دا هرمرتبہ تي مان ٿيا تيکو عطا
هر بلندي طے ڪتي تين، پيڙ تے رش دے سوا

✪✪✪

جمع کردی ہر بزرگی کاں نبودہ مشترک
برشدی از ہر مقامے کاں نبودی مزدحم

✪✪✪

**ترجمو:** اوهان جي ذات گرامي ﷺ ان هر بزرگي ۽ فخر واري مقام کي جنهن ۾ ڪو بہ ٻيو اوهان سان شريڪ نہ هيو، جمع ڪري ورتو. ( حاصل ڪري ورتو) ۽ اوهان جي ذات اقدس ﷺ ان هر اعليٰ مقام کان جتي ماڻهن جو ميڙ يا

انبوهہ نہ هيا، گذري وئي.

**لفظي معنىٰ: فَخُرْتَ:** فعل ماضي مخاطب. تو جمع ڪيو، تو حاصل ڪيو. ڪجهہ نسخن ۾ **فَخُرْتَ** آيو آهي. پوءِ جملو ٿيندو: "**فَخُرْتَ كُلَّ فِخَارٍ**" يعني اوهان اهڙي خاص افتخار واري مقام تي فخر ۽ ناز ڪيو. **فِخَارٍ** : فخر، قابل فخر، مقام، بزرگي. **غَيْرَ مُشْتَرَكٍ:** اسم مفعول. بغير ڪنهن شريڪ جي. بلا شرڪت جي، تن تنها، اڪيلي. **جُزْتَ:** فعل ماضي مخاطب. تون گذري وئين ، لنگهي وئين. اڳتي وڌي وئين. **غَيْرَ مُزْدَحَمٍ:** اسم مفعول. جتي ڪوبہ ازدحام، پيڙ، انبوهہ، هجوم يا گوڙ نہ هجي. مطلب تہ جتان جتان گذر ٿيو ان مقام جي بلندين ڏانهن تون تنها ويندو رهين ۽ اتي ماڻهن جو انبوهہ يا پيڙ نہ هئي، ڇوتہ ان اعليٰ مقام تي ماڻهن جي رسائي ممڪن نہ هئي ان ڪري ان تي ماڻهن جي پيڙ هجڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

**تشريح:** جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي بارگاهہ خداوندي مان تقرب ۽ عظمت جو اعليٰ ترين مقام عنايت ٿيو، تہ پوءِ گويا پاڻ ڪريمن ﷺ بزرگي ۽ فضيلت واري هرقابلِ فخر مقام کي اهڙي طرح پاڻ لاءِ سميٽي ورتو ۽ جمع ڪيو، جو ان مقام تي سندن ٻيو ڪوبہ شريڪ نہ هيو. اهڙو اعليٰ مقام ۽ مرتبو صرف سندن ذات پاڪ ﷺ جن کي ٻئي جي شرڪت کانسواءِ نصيب ٿيو ۽ پاڻ اڪيلا ان بزرگي، فضيلت ۽ عزت واري مقام تي فائز ٿيا. پاڻ پنهنجي رفعتن جي پرواز دوران هر اعليٰ مقام کان اهڙي طرح گذري ويا جو اتي ماڻهن جو هجوم، انبوهہ يا ميڙ نہ هيو. بلڪ ان اعليٰ مقام تي رڳو سندن ذات گرامي ﷺ موجود هئي ۽ بس. گويا بزرگي، فخر ۽ مان مرتبي وارا اعليٰ مقام ماڻڻ وارا رڳو پاڻ اڪيلا هيا. ان مقام تي سندن ڪوبہ شريڪ نہ هيو ۽ نہ وري اتي ڪو ٻيو موجود هيو، جو رش يا پيڙ لڳل هجي. اهي خاص مقام سندن ذات گرامي لاءِ مخصوص هيا.

**مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

✪✪✪

(١١٦)

## وَ جَلَّ مِقْدَارُ مَا وُلِّيْتَ مِنْ رُّتَبٍ
## وَّعَزَّ اِدْرَاكُ مَا اُوْلِيْتَ مِنْ نِّعَمٍ

✪✪✪

**تنهنجي عالي مرتبن جو آهي اعليٰ قدرو شان**
**توکي حاصل نعمتن جو فهم، مشڪل عقل کان**

✪✪✪

**تيڏي عالي مرتبي دا هے بلاشڪ اعليٰ شان**
**تيکون حاصل نعمتين دا، ڪر نہ ڪو سگھدا گمان**

✪✪✪

**بس بزرگ است آنچہ دادندت ز فضل و مرتبت**
**بس عزيز است آنچہ بخشيدت خداوند از نعم**

✪✪✪

**ترجمو:** اوهان جي ذات گرامي ﷺ کي جيڪو مرتبو ۽ مقام عطا ڪيو ويو آهي، ان جو نهايت وڏو شان، مان ۽ قدر آهي ۽ جيڪي نعمتون خداوند ڪريم طرفان اوهان کي ڏنيون ويون آهن، انهن جو ادراڪ ۽ پروڙ مشڪل آهي.

**لفظي معنيٰ: جَلَّ** : فعل ماضي. وڏو آهي. **مِقْدَارُ:** قدر، مان. **رُتَبٍ:** رتبو، مرتبو، مقام. **مَا وُلِّيْتَ:** فعل ماضي مجهول. جنهن جو تون والي يا مالڪ بڻايو وئين. جيڪا شيءِ توکي عطا ڪئي وئي آهي. **عَزَّ:** فعل ماضي. مشڪل آهي، ڏکيو آهي. **اِدْرَاكُ:** پروڙ، پرک، فهم، ادراڪ، سمجهہ. **مَا اُوْلِيْتَ:** فعل ماضي مجهول. جيڪا شيءِ توکي ڏني وئي. توکي عطا ڪئي وئي، تو کي بخشي وئي. **نِعَمٍ:** نعمت. فضل و ڪرم.

**تشريح:** جنهن مرتبي ۽ مقام تي پاڻ ڪريمن ﷺ کي فائز ڪيو ويو آهي ۽ خدا وند ڪريم کين پنهنجو خاص حبيب بڻائي جا عظمت ۽ منزلت عطا ڪئي آهي، ان جو نهايت وڏو مان ۽ مرتبو آهي. جنهن کي کي نهايت وڏي قدر جي

نگاهن سان ڏٺو وڃي ٿو. ڇوته اهو قرب الاهي وارو اعليٰ ترين مقام سندن ذات گرامي کي ئي نصيب ٿيو آهي. ان ڪري ان جو اندازو به رڳو الله ئي لڳائي سگهي ٿو ته اهو ڪيترو اعليٰ ۽ ڪيترو قريب آهي. انسان جي عقل ۽ ادراڪ جي اتي رسائي ناممڪن آهي. ڇوته جيڪي نعمتون خداوند ڪريم سندن ذات قدسي ﷺ لاءِ مخصوص ڪيون آهن، ان جو ادراڪ ڪرڻ يا عقل سان اندازو لڳائڻ ممڪن ئي ناهي. "بعد از خدا بزرگ توئي قصه مختصر".

## ١١٧

**بُشْرٰى لَنَا مَعْشَرَ الْإِسْلَامِ إِنَّ لَنَا**
**مِنَ الْعِنَايَةِ رُكْنًا غَيْرَ مُنْهَدِمِ**

✪✪✪

**اي مسلمانو مبارڪ، جو عنايت جو ستون**
**ٿيو عطا اهڙو ڪڏهن ٿيندو نه ضايع يا زبون**

✪✪✪

**اے مسلمانو مبارک ھو عنایت دا ستون**
**ھے عطا اھڑا تیا، تیسي نہ سو ضایع زبون**

✪✪✪

**مـژدگانی باد مارا اے مسلمانان کہ ماں**
**از عنایت ہست رکنے کاں بود دور از ہدم**

✪✪✪

**ترجمو:** اي فرزندانِ اسلام! (مسلمانن جي جماعت) اوهان لاءِ اها وڏي خوشخبري ۽ واڌائي آهي ته بلاشڪ اسان جي لاءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جي خاص عنايت رسول الله ﷺ، هڪ اهڙو مضبوط ٿوڻي ۽ ٿنڀو آهي، جيڪو ڪڏهن به ڪرڻ ۽ ڊهڻ وارو نه آهي.

**لفظي معنيٰ: بُشْرٰى:** خوشخبري، بشارت، واڌائي. **مَعْشَرَ الْإِسْلَامِ:** اسلام جي جماعت. فرزندان اسلام، مسلمان. **عِنَايَةِ:** فضل، ڪرم، عنايت، مهرباني. **رُكْنًا:** ٿنڀو، ٿوڻي، جنهن جي سهاري بيهي يا قائم رهي سگهجي. **غَيْرَ مُنْهَدِمِ:** ڊهڻ ۽ ضايع نه ٿيڻ وارو، ختم نه ٿيڻ وارو. قائم رهڻ وارو. مضبوط.

**تشريح:** شاعر فرزندان اسلام کي مخاطب ٿيندي، کين مبارڪ ۽ واڌايون ڏيندي چوي ٿو، ته اي مسلمانو! آنحضرت ﷺ جن جي ذات گرامي اسان لاءِ خداوند تبارڪ وتعاليٰ جو هڪ وڏو احسان ۽ عنايت آهي، جيڪو پوري امت جي عمارت لاءِ هڪ مضبوط ٿنيو ۽ ٿوڻي آهي. جنهن جي سهاري پوري امت جي بقا ۽ سلامتي جو انحصار آهي. هي اهڙو مضبوط ٿنيو آهي جو ڪڏهن به ڍهڻ وارو يا ختم ٿيڻ وارو نه آهي. اها خداوند ڪريم جي عنايت مسلمانن جي حصي ۾ آئي آهي. ان ڪري ايڏي وڏي نعمت ۽ عظيم عنايت لاءِ اسان کي بشارت ۽ واڌائي ڏني وئي آهي "**لَقَدْ مَنَّ اللّٰهُ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ بَعَثَ فِيْهِمْ رَسُوْلًا مِّنْ اَنْفُسِهِمْ**" الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي رسول مقبول ﷺ کي مؤمنن ۾ موڪلي وڏو احسان ۽ ڪرم ڪيو آهي.

**خدا توکي ڪوٺيو رئوفٌ رَّحيم**
**محمّد محمّد محمّد ڪريم**

(١١٨)

## لَمَّا دَعَى اللّٰهُ دَاعِيْنَا لِطَاعَتِهٖ
## بِاَكْرَمِ الرُّسُلِ كُنَّا اَكْرَمَ الْاُمَمِ

✪✪✪

**اهڙو داعي ربّ ڪوٺي جنهن کي خير المرسلين**
**امتن ۾ ان ڪري آهي هي امّت بهترين**

✪✪✪

**داعي اهڙا ربّ آڪي جنهن کون خير المرسلين**
**تنهن ڪري سڀ امتان وچ اونهن دي امّت بهترين**

✪✪✪

**چون خدا مارا بطاعت خواند بفرستاد او**
**بهتر- پيغمبران، گشتيم ما خير الامم**

✪✪✪

**ترجمو:** جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ اسان جي نبي ڪريم ﷺ کي، جيڪو اسان کي الله جي اطاعت لاءِ دعوت ڏيندو ۽ سڏيندو ٿو رهي، سڀني رسولن ۽ نبين سڳورن ۾ افضل ۽ اڪرم ڪوٺيو آهي، تہ پوءِ اسان بہ ( ان نسبت ڪري) سڀني امتن ۾ افضل ۽ اڪرم امت آهيون.

**لفظي معنيٰ: لَمَّا:** جڏهن، شرط جي معنيٰ سان آهي. **دَعَى:** فعل ماضي سڏيو، پڪاريو، ڪوٺيو. **اَكْرَمِ:** وڏي عزت ۽ احترام وارو. **كُنَّآ:** فعل ماضي متڪلم. **كَانَ** کان آهي. اسان آهيون. **اَلْاُمَمِ:** جمع امت جو ، امت.

**تشريح:** الله جل شانہ پنهنجي پياري رسول ﷺ جن کي سڀني رسولن ۽ نبي سڳورن جو سردار سڏيو آهي ۽ کين سڀني نبين ۽ رسولن کان افضل ۽ اڪرم ڪوٺيو آهي. پوءِ انهيءَ نسبت سان سندن امت بہ سڀني امتن ۾ افضل ۽ اڪرم آهي، قرآن حڪيم ۾ آهي "**وَكُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ اُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ**" اوهان بهترين امت آهيو ۽ اوهان کي پوري انسان ذات لاءِ موڪليو ويو آهي. هي اهو رسول ﷺ آهي جيڪو اسان کي خداوند ڪريم جي اطاعت جي دعوت ڏيندڙ آهي.



برو هو ڀنڀور، آرياڻي اُجاريو
لاٿو لوڪ مٿان، هاڙهي ڏٺي هور
ڇوريون ڇڙهي سگھيون، پنهون ڪيائون پور
آيو سو اتور، جنهن ڏکيون ڏک وهاريون



مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ



## باب اٺون — ذڪر جهاد النبي ﷺ

(١١٩)

رَاعَتْ قُلُوْبَ الْعِدٰی اَنْبَآءُ بِعْثَتِهٖ
كَنَبْأَةٍ اَجْفَلَتْ غُفْلاً مِّنَ الْغَنَمِ

✪✪✪

دشمنن جي دل ۾ بعثت جي خبر ڌڪو وڌو
اوچتي آواز سان جڻ تاهه ٻڪرين ۾ پيو

✪✪✪

تيڏے بعثت دي خبر سڻ دشمنان دے دل ڊچن
شير دي آواز سڻ جيئن ٻڪريان غافل ڀڄن

✪✪✪

دشمناں را دل بترسانید اخبار- رسول
همچوں آواز ے کہ ناگاہ بر جهانیدے غنم

✪✪✪

**ترجمو:** پاڻ سڳورن ﷺ جي بعثت جي خبرن دشمن جي دل ۾ اهڙي طرح ته ڏڙڪو ۽ خوف پيدا ڪيو، جهڙي طرح اوچتو آواز بي خبر ٻڪرين ۾ تاهه پيدا ڪندو آهي.

**لفظي معنیٰ: رَاعَتْ:** فعل ماضي. ڊپ ڏنو، ڊيڄاريو، خوفزده ڪيو. **قُلُوْبَ:** جمع قلب جو، دل . **اَلْعِدٰی:** دشمن، عدو، مخالف. **اَنْبَآءُ:** جمع نباء جو ، خبر. **نَبْأَةٍ:** نرم آواز، يا شينهن جو آواز. آخري سٽ هن طرح به ٿي سگهي ٿي "شينهن جي آواز سان جڻ تاهه ٻڪرين ۾ پيو". **اَجْفَلَتْ:** فعل ماضي. ڀڄايو، ٿاڪوڙو وڌو، ڇرڪائي ڇڏيو، تاهه ڏنو. **غُفْلاً:** بي خبر، جڏهن ٻڪرين جو ڌڻ خاموش، بي فڪر ۽ بي خبر پنهنجي واڙي ۾ ويٺل هجي ۽ آرام ڪري رهيو

هجي. غَنَمِ: ٻڪريون.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن جي تشريف آوري ۽ سندن بعثت جي خبرن ۽ نشانين جيڪي سندن ولادت باسعادت وقت ئي ظاهر ٿي چڪيون هيون، دشمنن جي دل کي دهڪائي ڇڏيو هو ۽ سندن دلين ۾ هڪ عجيب قسم جو خوف ۽ ڏهڪاءُ پيدا ٿي ويو هيو. بعثت جي انهن خبرن دشمنن جي دل ۾ بلڪل اهڙي طرح ڏهڪاءُ ۽ ڏپ پيدا ڪيو، جهڙي طرح خاموش ٻڪرين جي ڌڻ ۾ جيڪي بي ڊپيون ۽ بي خبر ٿيون آرام ۾ هجن ۽ اوچتو آواز ڏجي يا اوچتو شينهن جو آواز ۽ گجگوڙ بلند ٿئي ۽ انهن ٻڪرين ۾ ٿاهه پئجي وڃي ۽ هو پريشان ۽ حيران ٿي هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳن. بلڪل ساڳي طرح ڪافرن ۽ مشرڪن جي دلين ۾ به حضور ﷺ جن جي بعثت جي خبرن ڏهڪاءُ ۽ ڏپ پيدا ڪيو ، جنهن جي ڪري هو هميشه حيران ۽ پريشان رهڻ لڳا.

١٢٠

**مَا زَالَ يَلْقَاهُمْ فِىْ كُلِّ مُعْتَرَكٍ**
**حَتّٰى حَكَوْا بِالْقَنَا لَحْمًا عَلٰى وَضَمٍ**

✪✪✪

**ڪافرن سان هر محاذ- جنگ تي هو تيغ زن**
**ڇڻ اڏي تي گوشت هو، نيزن سبب تنجو بدن**

✪✪✪

**هر محاذ - جنگ وچ ها تيغ زن ڪفار نال**
**ڇڻ اڏي تي گوشت، دشمن نيزي تے ايوين نڈال**

✪✪✪

**چون بجنگ - دشماں رفتے، بُدے درجنگ گاهہ**
**آن بدنہا برسر - نيزه چون لحم اندر وضم**

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن تيستائين هر ميدان جنگ ۾ دشمنن سان بلڪل لڙندا رهيا. جيستائين اهي ڪافر نيزن لڳڻ سبب ان گوشت وانگر جيڪو ڪاسائي جي اڏي تي رکيل هوندو آهي. (ٽڪڙا ٽڪڙا) نہ ٿي ويا.

**لفظي معنيٰ: مَا زَالَ:** فعل ناقص ماضي منفي. زوال کان. ما نفي لڳڻ سان، زائل نہ ٿيو زوال نہ آيس. هميشہ رهيو. هميشہ ائين هيو. **يَلْقَاهُمْ:** فعل مضارع لقا کان. جنگ ۾ ملاقات ڪرڻ، مقابلو ڪرڻ. **مُعْتَرَكٍ** : اسم ظرف، جنگ جو ميدان. **حَكَوْا:** فعل ماضي. شابهوا: مشابہ ٿيو. **قَنَا:** جمع آهي قناة جو، نيزا. **وَضَمِ:** اڏي، ڪاٺي جو ٽڪرو جنهن تي ڪاسائي گوشت رکي ڪٽيندو آهي يا. لٽڪائيندو آهي.

**تشريح:** حضور ﷺ جن هر جنگ جي ميدان ۾ ڪافرن سان مهاڏو اٽڪائيندا رهيا ۽ ڪڏهن بہ دشمن اڳيان ڪنهن بہ قسم جي ڪمزوري ڪونہ ڏيکاريائون. بلڪ هميشہ جرئت ۽ همت سان انهن جو مقابلو ڪندا رهيا. سندن اها همت، جرئت ۽ ثابت قدمي ايتري تائين رهي جو مسلمانن جي نيزن لڳڻ سان دشمن جي گوشت جا چٿڙا ۽ ٽڪرا ائين اڏامي هيٺ پٽ پيا، جيئن ڪاسائي گوشت جا ٽڪرا اڏي تي ڪٽيندو رکندو ويندو آهي. هت هڪ طرف جنگ ۾ دشمن جي جسم جي گوشت جي زمين تي ڪرندڙ ٽڪرن کي ڪاسائي جي اڏي تي رکيل يا لٽڪيل گوشت جي ٽڪرن سان تشبيه ڏني وئي آهي تہ ٻئي طرف حضور ﷺ جن جي جنگ ۾ ثابت قدمي جرئت ۽ همت جي تصوير ڪشي ڪئي وئي آهي، جيڪا بي مثل ۽ بي مثال هئي.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

(١٢١)

وَدُّوا الْفِرَارَ فَكَادُوْا يَغْبِطُوْنَ بِهٖ
اَشْلَاءَ شَالَتْ مَعَ الْعِقْبَانِ وَالرَّخَمِ

✪✪✪

آرزو هئي جنگ ۾ اختيار ڪن راهه - فرار
گوشت تن جو يا ڪٽي ڪائن، عقاب ۽ مرده خوار

✪✪✪

آرزو رکدے وجون پچ جنگ دے میدان تون
گوشت دے تکڑے ملن بیشک ڳجهان کون بازکون

✪✪✪

آرزو شاں بُد گریز و غبطہ بردندے برآں
عضوہائے شاں پریدے با عقاب و با رخم

✪✪✪

**ترجمو:** هنن ڪافرن جنگ جي ميدان مان ڀڄڻ تي چاهيو، پر هو فرار جي انهيءَ تمنا باوجود (مجاهدن جي تلوارن کان بچي، ڀڄي نه ٿي سگهيا ان ڪري) هو گوشت جي انهن ٽڪرن تي رشڪ ڪري رهيا هيا جيڪي عقاب ۽ ڳجهون (آسمان طرف ڪٽي) بلند ڪري رهيون هيون.

**لفظي معنيٰ: وَدُّوا:** فعل ماضي. پسند ڪيائون، خواهش هين، چاهيائون ٿي. **اَلْفِرَارَ:** ڀڄڻ. **فَكَادُوْا:** فعل ماضي . **فَكَادُوْا يَغْبِطُوْنَ:** فعل مضارع. رشڪ ڪري رهيا هيا. **بِهٖ:** ان فرار ۽ ڀڄڻ جي . **اَشْلَاءَ:** جمع شلو جو .گوشت جا ٽڪرا. **شَالَتْ:** فعل ماضي. بلند ٿيا. **اَلْعِقْبَانِ:** جمع عقاب جو ، عقاب. **اَلرَّخَمِ:** مردارخور، ڳجهه.

**تشريح:** ڪافرن صحابہ ڪرامِ رضی الله تعاليٰ عنهم جي نيزن کان بچڻ لاءِ جنگ جي ميدان مان ڀڄڻ تي گهريو. پر مجاهدن جي تلوارن ۽ نيزن کان ڀڄي

نڪرڻ جي واهہ نہ ڏسي، پنهنجي انهيءَ پڄڻ واري تمنا ڪي مجبوري سبب پنهنجي مري ويل ساٿين جي گوشت جي انهن ٽڪرن وانگر هجڻ ٿي گهريائون جنڪي عقاب ۽ ڳجهون فضا ۾ بلند ڪٽي وڃي رهيون هيون، تان تہ هو اهڙي طرح مجاهدن جي تلوارن ۽ نيزن جي مقابلي ڪان بچي نڪرن. پر سندن ڪابہ تمنا پوري نہ ٿي سگهي ۽ هو مجاهدن جي تلوارن ۽ نيزن جو ڪاڄ بڻجي ٿي ويا.

(١٢٢)

تَمْضِی اللَّیَالِیْ وَ لَا یَدْرُوْنَ عِدَّتَهَا
مَا لَمْ تَکُنْ مِّنْ لَّیَالِی الْاَشْهُرِ الْحُرُمِ

✪✪✪

ڪيتريون راتيون لنگهيون تن جي ڳڻپ ڪان بي خبر
ياد هئي هر شب، مهينن امن وارن جي مگر

✪✪✪

کا خبر کانهي ڳڻپ دي ڪتليان راتيان ڳيان گذر
ياد هے هر شب مهينے امن والے دي مگر

✪✪✪

پس شبے بگزشت و آنرا کس ندانستے عدد
در غزاہا چوں نبودے از شب - ماہ - حرم

✪✪✪

**ترجمو:** راتيون گذرنديون رهيون پر خوف و هراس ۽ شدتِ غم سبب ڪين انهن جي ڳڻپ يا شمار ڪرڻ جو پتو ڪو نہ هو. (تہ ڪيتريون راتيون گذريون آهن) جيستائين اهي راتيون حرمت وارن مهينن جون نہ هجن.

**لفظي معنيٰ: تَمْضِیْ:** فعل مضارع مضيٰ ڪان. گذرنديون رهيون. گذرن پيون. **اَللَّیَالِیْ** : جمع آهي ليل جو. راتيون، مراد آهي وقت، گهڙيون. **لَا يَدْرُوْنَ:**

فعل مضارع درايت کان، نتا ڄاڻڻ، سمجهي نتا سگهن. خبر نہ اٿن. **عِدَّةَ:** ڳڻپ، شمار ڪرڻ، ڳڻڻ. **مَا لَمْ تَكُنْ:** فعل مضارع جحد کون کان. جيستائين اهي راتيون نہ هجن. **اَشْهُرِ:** جمع شهر جو. مهينا. **حُرُمٍ:** حرمت ۽ تعظيم وارا مهينا. اهي ڪل چار مهينا آهن. رجب، ذوالقعد، ذوالحج ۽ محرم.

**تشريح:** هنن ڪافرن تي مسلمان مجاهدن جي هيبت ۽ دهشت ايتري قدر طاري هئي، جو ميدان جنگ ۾ صحابہ ڪرام رضی الله تعالیٰ عنه جي خوف و هراس ۽ ڊپ کان سندن هوش و حواس بلڪل ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو هيو. جيستائين جنگ جاري رهندي هئي تہ ان خوف ۾ سندن حوصلا خطا ٿي وڃڻ سبب، ڪين ايترو بہ هوش نہ رهندو هيو، تہ هو پوري طرح اها خبر رکي سگهن تہ ڪيتريون راتيون گذري ويون آهن ۽ جنگ ۾ ڪيترو وقت لڳو آهي. پر جڏهن حرمت ۽ تعظيم وارا چار مهينا رجب، ذوالقعد، ذوالحج ۽ محرم ايندا هيا، تہ ڪين اهو يقين هوندو هو تہ هاڻي انهن مهينن ۾ جنگ کانہ ٿيندي ۽ هو مجاهدن جي موتمار حملن کان هنن مهينن جي طفيل محفوظ رهندا، ان ڪري سندن هوش ڪجهہ ٺڪاڻي ايندا هيا ۽ هو انهن حرمت وارن مهينن جي راتين ۽ عرصي کي پاڻ لاءِ وڏي غنيمت سمجهي انهن جي هر هڪ رات ڳڻيندا رهند هيا ۽ انهيءَ عرصي جو ڪين لمحو لمحو چڱي طرح ياد رهندو هيو. ڇوتہ ڪين اها خبر هئي تہ هنن مهينن کان پوءِ وري مجاهدن جي تلوارن جو ڪاچ ٿيڻو آهي. ان ڪري هنن حرمت وارن مهينن جو لمحو لمحو ڪين ياد رهندو هيو. پر سال جي باقي مهينن ۾ مجاهدن جي دهشت ۽ خوف کان سندن حوصلا خطا ٿي وڃڻ سبب هو راتين يا ڏينهن جو پوري طرح حساب رکي نہ سگهندا هيا.

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

(١٢٣)

كَـاَنَّـمَا الدِّيْنُ ضَـيْفٌ حَلَّ سَاحَتَهُمْ
بِكُـلِّ قَـرْمٍ اِلٰـى لَحْمِ الْعِـدٰى قَـرِمٖ

✪✪✪

دين، دشمن جي اڱڻ، مهمان تي نازل ٿيو
دشمنن جو گوشت کائڻ وارو لشڪر گڏ هيو

✪✪✪

دين، دشمن دے اڱڻ، مهمان تي نازل ٿيا
دشمنان دا گوشت کاوڻ لاءِ لشکر گڏ کتا

✪✪✪

گوئیا دین بود مہمانے کہ او آمد فرود
بر سرائے آنکہ بُد، مشتاق لحم- دشمنم

✪✪✪

**ترجمو:** گويادينِ اسلام هڪ معزز مهمان هو، جيڪو دشمن جي گوشت کائڻ جو شوق رکندڙ سردارن سان گڏ سندن اڱڻ تي نازل ٿيو هيو.

**لفظي معنيٰ: كَـاَنَّـمَا:** حرف تشبيه. گويا، چڻڪ. **ضَـيْفٌ:** مهمان. ضيف اسم نڪره هجڻ سبب مراد آهي ضيف محترم. معزز ۽ محترم مهمان. **حَلَّ:** فعل ماضي حلول کان. نازل ٿيو. لٿو، لهي آيو. **سَاحَتُ:** اڱڻ، صحن. **قَرْمٍ:** سردار، اڳواڻ مراد صحابہ ڪرام عليهم السلام جو لشڪر جيڪو سردارن وانگر معزز ۽ محترم هيو. **لَحْمِ:** گوشت. **اَلْعِـدٰى:** جمع عدو جو، دشمن، ويري، عدو. **قَرَمٍ:** گوشت کائڻ جو شوقين، گوشت پسند ڪندڙ.

**تشريح:** گويا دينِ اسلام هڪ اهڙو معزز ۽ محترم مهمان هيو، جيڪو انهن ڪافرن جي اڱڻ يا گهر تي اهڙي حال ۾ نازل ٿيو جو ان وقت ساڻس گڏ دشمن جي گوشت کائڻ جا شوقين سردار بہ هيا، مطلب اهو آهي تہ مجاهدن جي لشڪر

جا مانوارا سپاهي دشمنن جي گوشت کائڻ جا شوقين لشڪري سردار هيا. ان ڪري جيئن جيئن اسلام جو لشڪر ميدان جنگ ڏانهن تي آيو تہ تيئن تيئن ڪافرن پاڻ اڳتي وڌي تي پنهنجا سر قلم ڪرايا ۽ اهڙي طرح دينِ اسلام جي معزز مهمانن، جيڪي گوشت جا شوقين هيا، تن دشمنن جو گوشت ڪائڻ لاءِ ڪافرن جي اڳڻ ۾ ئي سندن شڪار ڪيو ۽ ڪين ماري ختم ڪيو. گوشت ڪائڻ هڪ محاورو آهي. جوتہ عام طرح شڪار ڪندڙ شڪاري پنهنجي شڪار ڪي ماري ان جو گوشت ڪائيندا آهن ۽ شڪار ويچارو انهن شڪارين جو ڪوبہ مقابلو ڪري نہ سگهندو آهي. گويا ڪافر بہ مدِ مقابل دشمن نہ هيا پر جنگ جي ميدان ۾ مجاهد سپاهين جو هڪ شڪار هيا.

(١٢٤)

يَجُرُّ بَحْرَ خَمِيْسٍ فَوْقَ سَابِحَةٍ

تَرْمِىْ بِمَوْجٍ مِّنَ الْاَبْطَالِ مُلْتَطِمٍ

✪✪✪

تيز گهوڙن تي هيو لشڪر جو هڪ درياء سوار

جنگ لئے جوڌا جوان موجن مثل ها بي قرار

✪✪✪

تيز تر اسپان اتون لشڪر دا هڪ درياء سوار

جنگ لئے جوڌے جوان، موجان مثل ٿئے بيقرار

✪✪✪

ميکشيدى بحر- لشکر جملہ بر اسپاں سوار

موج ميزد از دليرانے کہ رفتندے بہم

✪✪✪

**ترجمو:** اهو مهمان (دين) لشڪر جو هڪ درياء، جيڪو تيز گهوڙن تي سوار هيو، ڪي ساڻ وٺي آيو. ان درياء ۾ بهادر سپاهن جون موجون هڪ ٻئي سان ٽڪرائي رهيون هيون.

**لفظي معنيٰ: يَجُرُّ**: فعل مضارع. ڇڪي ٿو، وٺي اچي ٿو، جاري رکي ٿو. يجر جو ضمير ضيف يا دين ڏانهن موٽي ٿو. **خَمِيْسٍ**: پورو لشڪر، مڪمل لشڪر، جو ته خميس مان مراد لشڪر جا پنج ئي حصا آهن. جهڙوڪ مقدمه، قلب، ميمنه ،ميسره، ساقه، ۽ مؤخره. **فَوْقَ**: مٿان. **سَابِحَـةٍ**: ترڻ وارا. مراد تيز رفتار گهوڙا جيڪي اهڙا ڊوڙن ڄڻ پاڻي تي تري رهيا آهن. **تَـرْمِيْ**: فعل مضارع رمي کان. اڇلائڻ ، مارڻ، ڇٽڻ، نشانو ڪرڻ. **اَبْطَالٍ** : جمع بطل جو، بهادر، دلير. **مُلْتَطِمٍ**: اسم فاعل، درياء جي موجن جو هڪ ٻئي سان ٽڪرائڻ، موج جي صفت آهي.

**تشريح:** اهو مهمان يا دين تيز رفتار گهوڙن تي سوار هڪ مڪمل لشڪر کي پاڻ سان گڏ وٺي آيو. ان لشڪر جي درياء ۾ سپاهين جي هڪ موج ٻئي موج سان ٽڪرائي رهي هئي. گويا مجاهدن جون صفون هڪ ٻئي سان ائين موجزن هيون، جهڙي طرح درياء يا سمندر ۾ موجون هونديون آهن ۽ هڪ ٻئي سان ٽڪرائبيون رهنديون آهن. دين جي سپاهين جو اهو مڪمل لشڪر جنهن ۾ پنجن ئي قسمن جا جٿا موجود هيا، گويا فوج جو هڪ درياء هو، جيڪو هر طرف چولون هڻي رهيو هيو. اهي سپاهي اهڙن گهوڙن تي سوار هيا، جيڪي ڄڻ ڊوڙي نه رهيا هيا. مگر تيز رفتاري سبب ڄڻ پاڻي ۾ تري رهيا هيا. ان ڪري سپاهين کي ڪابه ٿڪاوٽ محسوس نه ٿي ۽ اهي هردم تازه دم ٿي دشمن تي حملو ڪندا رهيا.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

١٢٥

مِنْ كُلِّ مُنْتَدِبٍ لِّـلّٰـهِ مُحْتَسِبٍ
يَّسْطُوْ بِمُسْتَاْصِلٍ لِّلْكُفْرِ مُصْطَلِمِ

✪✪✪

رب جا طاعت گذار ۽ اجر جا اميد وار
ڪفر تي ڪن تيز هٿيارن ساڻ حملا موتمار

✪✪✪

رب دے بانهے سچے او اجر دے اميدوار
ڪفر تے هتياران نان حملے ڪريندے موتمار

✪✪✪

جمله از بهر- خدا درڪار بودند و غزا
بيخ ڪفر از بـُن، بڪندند. نيست ڪردند آن شيم

✪✪✪

**ترجمو:** اسلام جي ان دلير سپاهين مان هرهڪ الله جل جلاله جو اطاعت گذار ۽ سندس اجر ۽ ثواب جي اميد رکڻ وارو آهي. اهي دشمنن تي اهڙن هٿيارن سان حملو ڪن ٿا، جيڪي ڪفر جي پاڙ پٽڻ ۽ پچي پورا ڪرڻ وارا آهن.

**لفظي معنيٰ: مُنْتَدِبٍ:** اسم فاعل انتداب کان. حڪم جي اطاعت ڪندڙ، حڪم مڃيندڙ. **مُحْتَسِبٍ:** اسم فاعل احتساب کان. پنهنجو احتساب ڪندڙ، بدي کان روڪڻ ۽ نيڪي ڪرڻ وارا، برائي کان رڪجي اجر ۽ ثواب جي اميد رکڻ وارا. **يَسْطُوْا:** فعل مضارع سطو کان. حملو ڪري ٿو. **مُسْتَاْصِلٍ:** اسم فاعل استيصال کان. ۽ **مُصْطَلِمِ:** اسم فاعل اصطلام کان. ٻنهي جي معنيٰ آهي پاڙ پٽيندڙ، بيخ ڪني ڪندڙ، موتمار حملو ڪندڙ.

**تشريح:** حضور ڪريم ﷺ جن جي اصحاب سڳورن رضی الله تعاليٰ عنهم جو لشڪر خداوند ڪريم ۽ خود حضور ﷺ جو نهايت اطاعت گذار، حڪم

ميندڙ ۽ فرمان بردار هيو . اهي هميشه پنهنجي رب کان ثواب ۽ اجر جا اميد وار هيا. ڇاڪاڻ ته سندن جنگ جو مقصد صرف الله تعاليٰ جي دين کي غالب ڪرڻ هو. جيئن رڳو الله سائين جي عبادت ٿئي ۽ دينِ حق جي صحيح پرچار ٿئي. جنگ ڪرڻ ۾ سندن ڪوبه ذاتي مفاد نه هو. ان ڪري هو هميشه خدا ۽ ان جي رسول ﷺ جن جي حڪم جي اطاعت ۽ فرمانبرداري کي پنهنجي ايمان جو بنياد سمجهندا هيا. انهيءَ اطاعت گذاري جي جذبي سان دشمن تي ڪاهون ڪندا هئا. هو هميشه پنهنجي نفس جو احتساب ، براين کان پرهيز ۽ نيڪين جي راهه اختيار ڪندا هيا. هو جنگي ميدانن ۾ هميشه خدا جي اطاعت ۽ ان کان اجر ۽ ثواب جي اميد رکي لهندا هيا ۽ دشمن تي اهڙي طرح حمله آور ٿيندا هيا. جو ڪافرن جي هميشه لاءِ پاڙ پٽي سندن خاتمو آڻي ڇڏيندا هيا. هنن جا حملا دشمن لاءِ نهايت خطرناڪ ۽ موتمار هوندا هيا. جيڪي دشمن کي تهس نهس ڪري هميشه هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيندا هيا.

(١٢٦)

حَتّٰى غَدَتْ مِلَّةُ الْإِسْلَامِ وَهْىَ بِهِمْ
مِنْ بَعْدِ غُرْبَتِهَا مَوْصُوْلَةَ الرَّحِمِ

✪✪✪

ملت- اسلام جي ٿي بيوسي ويئي جن سان دور
ويا ملي همدرد، رشتيدار ۽ دل جو سرور

✪✪✪

ملت- اسلام دي غربت جنهان دے دم نال دور
مل گئے همدرد رشتيدار تے دل دے سرور

✪✪✪

تا قوی شد ملت - اسلام از سعی - ہمہ
دیں در اول بُد غریب و شد در آخر محترم

✪✪✪

**ترجمو:** اهي حملا تيستائين جاري رهيا، جيستائين ملت اسلام پنهنجي غربت، ڪمزوري ۽ بيوسي کان پوءِ صحابه ڪرام جي ڪري رشتيدارن واري ، يا همدرد ۽ غمخوارن واري بڻجي وئي.

**لفظي معنيٰ: حَتّٰـى غَـدَتْ:** دراصل پورو جملو مٿين شعرن سان گڏجي هن طرح آهي. **يَجُرُّ وَ يَسْطُوْ حَتّٰـى غَـدَتْ:** يعني اهي حملا جاري رهيا جيستائين ٿي وئي. **غُرْبَتْ:** ڪمزوري، بيوسي، مسڪيني، بي وطني، دراصل غريب الوطن جي معنيٰ آهي مسافر ۽ بي وطن، دين به شروع ۾ بي وطن ۽ مسافر هيو. **مَوْصُوْلَةَ الرَّحِمِ:** عزيز و اقارب ۽ رشتيدارن واري - برادري واري.

**تشريح:** اصحاب ڪرام رضي الله تعاليٰ عنهم جي لشڪر ڪشي ۽ ڪافرن تي حملا تيستائين جاري رهيا، جيستائين دينِ اسلام يا ملت اسلام جيڪا شروع شروع ۾ نهايت ڪمزور ، غريب الوطن ۽ مسافر وانگر هئي. جنهن جو ڇڻ ڪوبه همدرد، غمخوار ۽ رشتيدار يا برادري وارو ڪونه هو، هاڻي مجاهدن جي لڳاتار حملن جي ڪاميابي ۽ ڪامراني ڪانپوءِ ڏاڍي مضبوط ۽ طاقتور ٿي وئي هئي، گويا هن کي رشتيدار ۽ وڏي برادري ملي وئي، جيڪا سندس حفاظت ڪرڻ ۽ ڪيس ڏڪئي وقت ۾ پناهه ڏيڻ لاءِ ڪافي هئي. مطلب ته دين يا ملت اسلام جيڪا شروع شروع ۾ غريب الوطن ۽ مسافر وانگر ڪمزور هئي، هاڻي انهن مجاهدن جي وڏي انگ ۾ موجود هجڻ سبب هڪ وڏي برادري ۽ رشتيدارن واري مضبوط قوت بڻجي وئي آهي. حديث شريف ۾ آهي: "**بَدَءَ الْإِسْلَامُ غَرِيْبًا وَسَيَعُوْدُ غَرِيْبًا كَمَا بَدَءَ فَطُوْبٰى لِلْغُرَبَآءِ**". اسلام شروع شروع ۾ غريب الوطن ٿي آيو ۽ اهو غريب ٿي ئي واپس ورندو، ان ڪري غريبن ۽ مسافرن کي بشارت هجي.

**مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّـهِمِ**

✪✪✪

١٢٧

مَكْفُوْلَةً اَبَدًا مِّنْهُمْ بِخَيْرِ اَبٍ
وَخَيْرِ بَعْلٍ فَلَمْ تَيْتَمْ وَ لَمْ تَئِمِ

✪✪✪

بهترين والد ۽ شوهر جي ڪفالت ويئي ملي
هاڻي بيوهہ يا يتيمي واري حالت ويئي هلي.

✪✪✪

بهترين والد تے شوهر دي ڪفالت مل ڳئي
گويا بيوه تے يتيمي والي حالت تل ڳئي

✪✪✪

دين ازيشاں يافت بہتر شوہر و بہتر پدر
زاں نہ شد در بیوگی و ہم نماند اندر یتم

✪✪✪

**ترجمو:** انهن اصحاب سڳورن رضی الله تعالیٰ عنهم جي ڪري ملت اسلام کي هڪ قسم جي ڪفالت ۽ حفاظت ڪرڻ وارو ڪفيل ملي ويو. هاڻي جڏهن تہ بهترين پيءُ ۽ بهترين شوهر موجود آهي، تنهن ڪري اهو دين ڪڏهن بہ نہ يتيم ٿيندو ۽ نہ وري بيوه ٿيندو.

**لفظي معنيٰ: مَكْفُوْلَةً:** در اصل پورو جملو آهي، غدت ملة الاسلام مكفولة: ملت اسلام کي ڪفالت ۽ حفاظت ملي، هن کي ڪفيل ۽ سندس حفاظت ڪرڻ وار ملي ويا. **خَيْرِ** : سٺو، بهترين. **آبٍ:** والد پيءُ. **خَيْرِ بَعْلٍ:** بهترين شوهر، مڙس. **لَمْ تَيْتَمْ** يا **لَمْ يَتْتَمْ** : فعل مضارع نفي جحد. يتيم نہ ٿيو. **وَلَمْ تَئِمِ:** فعل مضارع نفي جحد ايمہ کان. بيوه نہ ٿيندي.

**تشريح:** مجاهدن جي جهاد جو اهو سلسلو تيستائين جاري رهيو جيستائين ملت اسلام سمورن خطرن ۽ دپ ڊائن کان پوري طرح محفوظ نہ ٿي وئي ۽ هاڻي اها

ايتري قدر تہ طاقت ور ۽ پاڻ پري تي وئي جو ڪيس دشمنن کان ڪنهن بہ قسم جو خطرويا ڊپ نہ رهيو. گويا حضور ﷺ جن جي صورت ۾ هڪ بهترين والد ۽ بهترين شوهر ملي ويو آهي. انڪري هاڻي ڪيس ڪنهن بہ قسم جو خطرو نہ رهيو آهي تہ هو يتيم ٿي سگهي يا بيوه بڻجي وڃي. جهڙي طرح والد جي حيثيت ۾ انسان پنهنجي اولاد جو مربي ۽ شوهر جي حيثيت ۾ پنهنجي زال جي حفاظت جو ذميوار هوندو آهي ۽ انهن جي موجودگيءَ ۾ ٻارن ڪي ۽ زال ڪي ڪوبہ خطرو يا ڊپ محسوس نہ ٿيندو آهي. اهڙي طرح گويا حضور اڪرم ﷺ جي زماني ۾ سندن ذات گرامي ملت اسلام لاءِ مربي ۽ حفاظت جو مضبوط قلعو هئي. پاڻ ڪريمن ﷺ کان بعد سندن اطاعت گذار ۽ سچا مجاهد جيڪي، سندن قائم مقام ٿي دين جي حفاظت جا ذميدار هيا، سي ملت اسلام جا مربي ۽ ڪفيل آهن. ان ڪري جهڙي طرح حضور ﷺ جن جي ڏينهن ۾ سندن ذات اقدس ﷺ سبب هر خوف ۽ خطري کان امان ۽ پناهہ مليل هئي، اهڙي طرح حضور ﷺ جي سچن پيروڪار شيدائن جي دور ۾ بہ ڪيس ساڳي حرز ۽ حمايت جي يقين دهاني ٿيل آهي. قرآن حڪيم ۾ ارشاد آهي "**اَلَّا تَخَافُوْا وَلَا تَحْزَنُوْا وَاَنْتُمُ الْاَعْلَوْنَ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ**" اوهان ڪي ڪوبہ خطرو يا غم هئڻ نہ گهرجي. اوهان جو جهنڊو هميشہ بلند رهندو، جيڪڏهن اوهان ۾ ايمان جي قوت ۽ جذبو موجود رهندا.

**آيو سائيي ڪان سوا، دنيا جو بڻجي سائبان**
**پرجهلو بيڪس جو همدم همنوا پيدا ٿيو**

✪✪✪

**مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

✪✪✪

١٢٨

هُمُ الْجِبَالُ فَسَلْ عَنْهُمْ مَّصَادِمَهُمْ
مَاذَا رَاٰی مِنْهُمْ فِیْ کُلِّ مُصْطَدَمِ

✪✪✪

هو جبل وانگر هياثابت قدم جوڏا جوان
ڪارناما پڇ سندن تون جنگ جي ميدان ڪان

✪✪✪

او جبل وانگر رهن ثابت قدم جوڙے جوان
جنگ دے ميدان کريندي ڪار نامي سڀ بيان

✪✪✪

کوہہا بودند ازاں کو در نبرد آمد سرش
تابگویند آنچہ دیدستند از ایشاں درصدم

✪✪✪

**ترجمو:** اسلام جي مجاهدن جو لشڪر پهاڙن وانگر مضبوط ۽ ناقابل شڪست هيو، جيڪڏهن انهن بابت ڪجهه معلوم ڪرڻو آهي ته پوءِ تون وڃي جنگ جي ميدانن ڪان پڇ ته انهن مجاهدن جنگ جي ميدان ۾ ڪهڙي دليري ۽ بهادري وارا ڪارناما سرانجام ڏنا.

**لفظي معنيٰ: سَلْ:** فعل امر سئل يا سوال ڪان آهي. پڇا ڪر، سوال ڪر، معلوم ڪر. **مَصَادِمَ:** اسم ظرف صدم ڪان. لفظي معنيٰ آهي ڪٽڻ، سخت شيءِ کي شيءِ سان هٽڻ، هت مراد آهي جنگ جا ميدان. ڪار زار. **مَصَادِمَهُمْ** جي جڳهه تي ڪجهه نسخن ۾، **مَصَارِعَهُمْ** به آيو آهي. جنگ جو ميدان . **مَاذَا:** ڇا . **رَاٰی:** فعل ماضي. ڏٺو. **مُصْطَدَمِ:** جنگ جو ميدان.

**تشريح:** اسلام جا مجاهد اصحاب ڪرام رضوان الله عليهم پنهنجي قوت

ايماني ۽ جذبہ جهاد ۾ ايترا تہ پختہ ۽ سرشار رهيا، جو اهي بلڪل پهاڙن وانگر ثابت قدم ۽ استقلال جا پيڪر هيا. ڪين ڪنهن بہ صورت ۾ سندن مضبوط ارادن کان ڦيري يا هٽائي نٿو سگهجي. هنن جي شجاعت ۽ بهادري جا داستان جيڪڏهن توکي معلوم ڪرڻ جي خواهش آهي، تہ پوءِ تون جنگ جي انهن ميدانن ۾ وڃي، جتي هنن جنگ لڙي آهي، انهن جاين ۽ هنڌن کان معلوم ڪر تہ هنن جنگ جي دوران سندن جرئت، همت ۽ بهادري وارا ڪهڙا ڪارناما ڏنا آهن. اهي جنگ جا ميدان توکي صاف صاف ٻڌائيندا تہ اسلام جا شيدائي، خدا ۽ خدا جي رسول ﷺ جا سچا عاشق ۽ فرمانبردار جانباز سپاهي، جنگ جي ميدان ۾ پهاڙن وانگر مضبوط ۽ ثابت قدم هوندا هيا. جنگ جي دوران هو شينهن وانگر حملو ڪندا هيا ۽ دشمن کي اک ڇنڀ ۾ مٽي سان ملائي ڇڏيندا هيا. ان ڪري انهن بابت ڪجهہ حقيقت معلوم ڪرڻي آهي تہ پوءِ بهتر آهي تہ انهن جنگ جي ميدان وارن هنڌن کان معلوم ڪريو.

(١٢٩)

فَسَلْ حُنَيْنًا وَّسَلْ بَدْرًا وَ سَلْ اُحُدًا
فُصُوْلَ حَتْفٍ لَّهُمْ اَدْهٰى مِنَ الْوَخَمِ

✪✪✪

پڇ احد کان ۽ حنين و بدر کان تن جي خبر
موت جا ها سڀ نمونا هر بلا کان سخت تر

✪✪✪

پڇ احد توڙي حنين و بدر تون ساڳي خبر
موت دا ها هر نمونا هر بلا تون سخت تر

✪✪✪

از حنين و بدر ديگر از احد مى کن سوال
تابخواند فصل هائے مرگ ادهیٰ از وخم

✪✪✪

**ترجمو:** تون حنين جي مقام کان پڇ، بدر کان معلوم ڪر ۽ احد کان خبر وٺ تہ موت جا سارا نمونا جيڪي ڪفارن تي نازل ٿيا. سي انهن لاءِ هر مصيبت کان وڌيڪ سخت ترين مصيبت هيا.

**لفظي معنيٰ:** **فَسَلْ:** فعل امر. پوءِ پڇ، پوءِ معلوم ڪر. حنين، بدر، احد، اهي ٽئي انهن جنگن جا يا هنڌن جا نالا آهن جتي نبي ڪريم ﷺ جن اهي ٽئي جنگون لڙيون هيون. **فُصُوْلَ:** جمع فصل جو. موسم، واقعا، نمونا، اقسام. **حَتْفٍ:** موت. **اَدْهٰى:** اسم تفضيل داهيه کان. وڏي مصيبت، سخت ترين مصيبت ۽ بلا. **وَخَمِ:** مصيبت، تڪليف.

**تشريح:** جيڪڏهن تون حضور ڪريم ﷺ جن ۽ سندن صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم جي شجاعت بهادري ۽ جان نثاري بابت ڪجهہ معلوم ڪرڻ گهرين ٿو تہ پوءِ تون وڃي حنين ، بدر ۽ احد جي ميدانن ۽ پهاڙن کان معلوم ڪر، تہ انهن جاين تي خدا ۽ خدا جي رسول ﷺ جي سپاهين ۽ مجاهدن پنهنجي بهادري جا ڪهڙا ڪهڙا ڪارناما سرانجام ڏنا ۽ ڪهڙا ڪهڙا داستان رقم ڪيا. جيڪي مجاهد جنگ جي نهايت مشڪل ترين مرحلن ۾ بہ پهاڙ وانگر مضبوط ۽ ثابت قدم ٿي بيهي رهيا ۽ ڪافرن لاءِ طرح طرح جي موت جا قسم ايجاد ڪيائون. جيڪي انهن ڪافرن لاءِ دنيا جي هر مصيبت کان وڏي مصيبت ۽ سخت ترين بلا محسوس ٿي ٿيا ۽ هو انهيءَ موت جي منهن ۾ اچي جهنم رسيد ٿي ٿيا. اهڙي طرح اسلام جي مجاهدن جو لشڪر پنهنجن ڪاميابين ۽ ڪامرانين سان سرشار ٿي، دين اسلام جي قلعي کي مضبوط ۽ محفوظ بنائڻ ۾ رڌل هيو.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

١٣٠

اَلْمُصْدِرِى الْبِيْضِ حُمْرًا بَعْدَ مَا وَرَدَتْ
مِنَ الْعِدٰى كُلَّ مُسْوَدٍّ مِّنَ اللِّمَمِ

✪✪✪

چمڪندڙ تلوارون پنهنجون ٿا ڪري ڳاڙهيون ڪڍن
جيئن مخالف جي سياه وارن جي سر ۾ ٿيون ڪپن

✪✪✪

چمڪندڙ تلوار ڳاڙهي رت چون، ڳاڙهي ڪر ڪڍن
دشمنان دے ڪالے والان والے سر وچ جيئن ڪپن

✪✪✪

سرخ ڪردندے بخون - دشمناں شمشير را
چوں فروشد در سياہی ہر سر - مو از لمم

✪✪✪

**ترجمو:** صحابہ ڪرام رضی الله تعالیٰ عنهم پنهنجون سفيد چمڪندڙ تلوارون نوجوان دشمنن جي ڪارن وارن واري مٿن منجهہ وهائي، رت مان ڳاڙهيون ڪري ڪڍين ٿا.

**لفظي معنیٰ: اَلْمُصْدِرِیْ:** اصل ۾ مصدرين اسم فاعل جمع اصدار ڪان آهي. پڇاڙي وارو نون اضافت جي ڪري حذف ڪيو ويو آهي. جوتہ اها اضافت لفظي آهي، ان ڪري المصدري جو ال حذف نہ ٿيو. آهي: معنيٰ آهي اجاري جانور کي گهيڙ تان پاڻي پياري واپس آڻڻ. هت مراد آهي تہ مجاهد بہ پنهنجن پياسي سفيد چمڪندڙ تلوارن جي پياس اجهائڻ لاءِ دشمنن جي مٿي ۾ هٽي، ڪين دشمن جو رت پياري، انهن جي پياس اجهائيندا هيا. **اَلْبِيْضِ:** سفيد، چمڪندڙ تلوارون. **حُمْرًا:** ڳاڙهي. **وَرَدَتْ:** پاڻي پيئڻ لاءِ گهاٽ تي وڃڻ. اچ اجهائڻ لاءِ پاڻي جي گهاٽ تي وڃڻ مان مراد آهي تہ تلوارون بہ پاڻي جي گهاٽ تي يعني دشمن جي مٿن منجهہ ڪپي ٿي ويون. **اَلْعِدٰی:** جمع آهي عدو جو. دشمن. **مُسْوَدٍّ:** ڪارا. **لِمَمِ:** وار، هت ڪارن وارن مان مراد آهي تہ دشمن بہ نوجوان هيا، سندن وار

اجان ڪارا هئا.

**تشريح:** حضور اڪرم ﷺ جا اصحاب سڳورا رضی الله تعالیٰ عنهم اهڙا ته دلير سپاهي هئا، جو اهي پنهنجن چمڪدار سفيد تلوارن جي اڇ اجهائڻ لاءِ جڏهن ڪين ڪارن وارن نوجوان دشمن جي سر ۾ پيوسته ڪندا هئا، ته اهي سفيد چمڪندڙ تلوارون انهن ڪارن وارن مٿن مان ڳاڙهيون ٿي واپس ورنديون هيون. گويا اسلام جا هي مجاهد جيستائين دشمن جا سر پنهنجي تلوارن جي زد ۾ نٿا آڻين ۽ دشمن کي نيست ۽ نابود نٿا ڪن، تيستائين هر جنگ ۾ جٽل رهن ٿا ۽ لڳاتار دشمن تي پنهنجن تلوارن جون بجليون ڪڙڪائيندا رهن ٿا ۽ خون جون نديون وهائيندا رهن ٿا.

(١٣١)

وَالْكَاتِبِيْنَ بِسُمْرِ الْخَطِّ مَا تَرَكَتْ
اَقْلَامُهُمْ حَرْفَ جِسْمٍ غَيْرَ مُنْعَجِمِ

✪✪✪

دشمنن جي جسم تي ڪن خطّي نيزن سان رقم
ڪو بدن جو حرف بي‌نقطو ڇڏيو ناهي قلم

✪✪✪

خطّے نيزے نان ڪريندے جسم دشمن تے رقم
ڪوبدن دا حرف بے نقطه نهين ڇوڙيا قلم

✪✪✪

می نوشتندے به نیزه خط سرخی بر بدن
حرف جسمے بے نقطه ننوشته بودے از قلم

✪✪✪

**ترجمو:** صحابه ڪرام رضی الله تعالیٰ عنهم پنهنجي ڪٽڪ رنگن خطي نيزن سان لکندڙ آهن ۽ سندن نيزن دشمن جي جسم جو ڪوبه حرف بنا نقطي نه ڇڏيو آهي. مطلب ته دشمن جي جسم تي لڳاتار نشان يا زخم لڳايا آهن، ۽ سندن پورو جسم زخمن سان پري ڇڏيو آهي.

**لفظي معنىٰ: اَلْكَاتِبِيْنَ:** وصف آهي صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم ۽ اسلام جي سپہ سالارن جي. معنىٰ آهي لکندڙ. **سُمُرٍ:** جمع اهي سمراء جو. گندمي رنگ جا. هت مراد گندمي رنگ جا خطي نيزا آهن. **خَطِّ:** يمامه ۾ هڪ شهر جو نالو آهي جتان جا گندمي رنگ جا نيزا (خطي نيزا) مشهور آهن. **حَرْفَ:** جسم جو ڪوبہ اکر يا حرف يا ڪوبہ ڪنارو، پاسو، حصو وغيره. **مُنْعَجِمٍ:** اسم فاعل آهي انعجام کان. اکرن کي نقطا يا زير، زبر ۽ پيش وغيره لڳائڻ. **غَيْرَ مُنْعَجِمٍ:** جنهن تي نقطا نہ لڳل هجن، زخم نہ رسايل هجن، جوتہ جسم جي اکرن کي نقطا لڳائڻ مان مراد آهي جسم جي ذري ذري کي زخم لڳائڻ.

**تشريح:** حضور ﷺ جن جا اصحاب ڪرام رضوان الله تعالىٰ عنهم ۽ مجاهد سپہ سالار پنهنجن خطي گندمي نيزن سان دشمن جي جسم تي وار ڪري انهن جي جسم جي ذري ذري کي زخمن سان چور چور ڪري رهيا هيا. گويا انهن سپه سالارن جي نيزن جي نوڪ جا قلم دشمن جي جسم جي حرفن کي نقطا ڏئي رهيا هيا ۽ انهن کي هر طرف کان زخم رسائي کين موت جي گهاٽ رسائي رهيا هيا. هت نيزن کي قلم سان تشبيه ڏئي ٻڌايو ويو آهي تہ مجاهدن نيزن جي قلم سان دشمن جي جسم جي حرفن کي نقطا ڏنا يعني زخم رسايا.

(١٣٢)

**شَاكِى السِّلَاحِ لَهُمْ سِيْمَا تُمَيِّزُهُمْ**
**وَالْوَرْدُ يَمْتَازُ بِالسِّيْمَا مِنَ السَّلَمِ**

✪✪✪

**هو نشان وارا، نمايان، باهمت، هتيار بند**
**جيئن گلاب آهي ٻير کان ٿيو نمايان ۽ بلند**

✪✪✪

**او نشان والے ، نمايان با همت، هتيار بند**
**جيئن گلابي گل ٿيا ٻيران کٿون بالا بلند**

✪✪✪

**آن گمان سنجان کہ سیما شان برین ممتاز بود**
**گل برنگ و بوئے خود ممتاز گرد از سلم**

✪✪✪

**ترجمو:** حضور پر نور ﷺ جن جا اصحاب ڪرام رضوان الله تعالیٰ عليهم پوري طرح هٿيار بند هيا ( اگرچہ دشمن بہ هٿيار بند هيا پر) حضور ﷺ جي سپہ سالارن جي چهرن تي سجدن جا نشان ڪين پنهنجن دشمن سپاهين کان اهڙي طرح ممتاز ڪن ٿا، جهڙي طرح گلاب جو ٻوٽو ٻين خاردار ٻوٽن کان پنهنجي خاص نشان سبب ممتاز هوندو آهي.

**لفظي معنيٰ: شَاڪِيْ:** اصل ۾ **شَائِكٌ** هو جيڪو بدلجي شاڪي بڻيو آهي. رعب دار، شوڪت ۽ دٻدٻي وارا. **تُمَيِّزُ:** فعل مضارع. ممتاز ڪري ٿو. نشانبر ڪري ٿو. **اَلْوَرْدُ:** گلاب جو گل. **يَمْتَازُ:** فعل مضارع. ممتاز ٿئي ٿو، نمايان نظر اچي ٿو. **اَلسِّيْمَا:** نشان - داغ. **اَلسَّلَمِ:** ڪنڊن وارا ٻوٽا خاردار وڻ يا ٻوٽا، ٻير جو وڻ.

**تشريح:** حضور ﷺ جن جي سپاهين جو شان ۽ دٻدٻو ئي نرالو هيو. هو پنهنجن هٿيارن سان گڏ پيشاني تي سجدن جي نشانن ۽ نوراني چهرن سبب نهايت نمايان ۽ ممتاز نظر اچي رهيا هيا. اگرچہ دشمنن وٽ بہ هٿيارن جي ڪابہ ڪمي ڪانہ هئي، پر دشمن جي منهن ۾ اها رونق ۽ نورانيت، اطمينان ۽ سڪون بلڪل موجود نہ هيو، جيڪو آنحضرت ﷺ جي سپہ سالارن جي چهرن ۾ موجود هيو. سندن چهرا عشق رسول ﷺ ۽ محبت الاهي سبب ٻهڪي رهيا هيا ۽ ڪافرن جي چهرن تي نمايان طور مايوسي ڇانيل هئي. جيتوڻيڪ ٻئي لشڪر هٿيارن ۽ اسلحي جي لحاظ سان ڪٿي برابر هئا. مگر ٻنهي لشڪرن جي درميان سندن چهرن جي نشانن جو فرق بلڪل واضح ۽ نمايان نظر اچي رهيو هيو. اهو فرق حضور ﷺ جي لشڪر ۽ سپہ سالارن ڪي دشمن جي لشڪر ۽ سپاهين کان اهڙي طرح ممتاز ۽ نمايان بڻائي رهيو هو، جهڙي طرح گلاب جي ٻوٽي ٻين ٻوٽن ۾ ڪنڊا هوندا آهن، مگر گلاب جو ٻوٽو پنهنجي خاص نشان ۽ گل جي رونق ۽ چمڪ سبب ٻين سيني ڪنڊن وارن ٻوٽن کان نمايان هوندو آهي، بلڪل اهڙي طرح حضور ﷺ جن جو لشڪر پنهنجن خاص نشانن سبب ڪفار جي لشڪر کان ممتاز ۽ نمايان هيو.

(١٣٣)

**تُهْدِىٓ اِلَيْكَ رِيَاحُ النَّصْرِ نَشْرَهُمْ**
**فَتَحْسِبُ الزَّهْرَ فِى الْاَكْمَامِ كُلَّ كَمِ**

✪✪✪

**باد - نصرت تي رسائي جن جي خوشبوءِ جي خبر**
**هر بهادر گويا مکڙي ۾ اچي تو گل نظر**

✪✪✪

**باد نصرت هے اونهان دے ڏيندي خوشبوءِ دي خبر**
**هر بهادر گويا آندا مکڙي دي وچ گل نظر**

✪✪✪

**می رساند باد - نصرت برتوبوئے سعی- شان**
**چوں بہار اندر سر - غنچہ بود ثابت قدم**

✪✪✪

**ترجمو:** خدائي نصرت جون هوائون تو وٽ انهن جي خوشبوءِ پهچائين ٿيون ۽ تون هر هنيار بند بهادر کي پنهنجي زرهن ۾ ائين محسوس ڪندين جيئن گل پنهنجي مکڙيءَ ۾ بند آهي.

**لفظي معنيٰ: تُهْدِىٓ اِلَيْكَ:** فعل مضارع اهواء کان. توڏانهن آڻين ٿيون، تو ڏي تحفو ڪٽي اچن ٿيون. **رِيَاحُ:** جمع آهي ريح جو. هوائون. **اَلنَّصْرِ:** نصرت، فتح خداوندي. **نَشْرَهُمْ:** انهن جي خوشبوء. کي. **تَحْسِبُ :** فعل مضارع، تون ائين سمجهين. تون گمان ڪرين. **اَلزَّهْرَ:** گل، گونچ. **اَلْاَكْمَامِ :** جمع آهي ڪمام جو، مکڙي، شگوفہ. **كَمِ:** دلاور، جوان هنار بند.

**تشريح:** نصرت ۽ فتح جون هوائون تو ڏانهن انهن جي خوشبوءِ پهچائين ٿيون، گويا خداوند ڪريم انهن جي نصرت ۽ فتح جي خوشخبري جي خوشبوء کي هر طرف پکيڙي ڇڏيو آهي. تنهن ڪري هر طرف انهن جي ڪاميابي ۽ ڪامراني جا

شادمانا پڌڻ ۾ اچن ٿا. هو جنهن طرف به وڃن ٿا ته نصرت خداوندي جون هوائون انهن جي ڪاميابي ۽ ڪامراني جي خوشبوءِ کي هر طرف پکيڙي ڇڏين ٿيون. هنن سپهه سالارن جو سپاهيانه شان مان ۽ انداز ئي نرالو آهي، هو پنهنجن زرهن ۾ بلڪل اهڙي طرح پرڪشش ۽ ڇهڪندار مهڪندا نظر اچن ٿا، جهڙي طرح گل پنهنجي مکڙي ۾ نهايت پرڪشش ۽ تروتازه نظر ايندا آهن. گويا هنن سپاهين تي لڳاتار جهاد سبب سندن چهرن تي ڪا به ٿڪاوٽ يا مايوسي وغيره نظر نٿي اچي، پر هميشه مکڙي وانگر تر و تازا ۽ گل وانگر هميشه ڇهڪندا، ٻهڪندا نظر اچن ٿا.

(١٣٤)

كَاَنَّهُمْ فِىْ ظُهُوْرِ الْخَيْلِ نَبْتُ رُبًا

مِّن شِدَّةِ الْحَزْمِ لَا مِنْ شَدَّةِ حُزُمٖ

✪✪✪

پنهنجي گهوڙن تي ڄمي ويٺل جبل جي وڻ مثال

زين جي مضبوطي ناهے، پر سندن فن جو ڪمال

✪✪✪

گهوڙي تي مضبوط ٻيٺل ڇڻ جبل دي وڻ مثال

زين دي ڪانهي ڪرامت، هے اهو فن دا ڪمال

✪✪✪

گوئيا بر پشت - اسپاں چوں درخت - پشته کوه

ز استواری بود در دين نه ز کثرت درنيم

✪✪✪

**ترجمو:** اهي اسلام جا سپاهي گهوڙن جي پٺي تي پنهنجي سپه سالاري جي مهارت سان اهڙي طرح مضبوط ويهن ٿا، جهڙي طرح سخت دڙي يا جبل جي مثان مضبوط ٻوٽو بيٺل هوندو آهي ( اهو سندن نهايت جنگي مهارت ۽ فن سپهگيري جي ڄاڻ سبب آهي) اهو زين ۽ تنگ جي مضبوط ڪسڻ ۽ ڇڪڻ جي ڪري ناهي.

**لفظي معنيٰ: كَاَنَّهُمْ:** جڻ اهي سپه سالار. **ظُهُوْرِ الْخَيْلِ:** گهوڙن جي پٺي تي. **نَبْتُ رُبًا:** مٿانهين دڙي جو ٻوٽو، جبل تي ڄاول ٻوٽو. **شِدَّةِ الْحَزْمِ:** قابليت واري مضبوطي ۽ پڪڙ، سپاه گيري جي فن سبب مضبوط پڪڙ. **شَدَّةِ حُزُمٍ:** زين يا تنگ ٻڌڻ ۽ ڪسڻ سبب مضبوطي.

**تشريح:** حضور ﷺ جي سپاهين جي تعريف بيان ڪندي شاعر چوي ٿو ته، اهي پنهنجي مهارت ۽ فن گيري جي پوري ڄاڻ سبب پنهنجن گهوڙن جي پٺي تي اهڙي طرح ته مضبوط ٿي ۽ ڄمي ويهن ٿا، جهڙي طرح ڪنهن مٿانهين ٽڪري يا دڙي تي پيدا ٿيل ٻوٽو، مضبوط پاڙون هٽي هوا ۽ مينهن جي ريلي ڪان محفوظ رهندي، هرحالت ۾ مضبوط رهندو آهي. اهي سپاهي جنگ دوران گهوڙن جي ڊوڙ ۽ خطرناڪ گوهين گهتن باوجود گهوڙن جي پشت تي بلڪل اطمينان سان سواري ڪن ٿا. گهوڙن جي پٺي تي اهڙي طرح مضبوطي سان ڄمي ويهڻ، سندن سپهه گيري جي مهارت ۽ فن ۾ ڪمال درجي جي ڄاڻ ظاهر ڪري ٿو. نڪي گهوڙن جا تنگ مضبوط ڪسڻ جي ڪري آهي. مطلب ته اهي سپه سالار جنگ جي مهارتن ۽ فن ڪان پوري طرح واقف ڪار هئا.

(۱۳۵)

طَارَتْ قُلُوْبُ الْعِدٰى مِنْ بَأْسِهِمْ فَرَقًا
فَمَا تُفَرِّقُ بَيْنَ الْبَهْمِ وَالْبُهَمِ

✪✪✪

جنگ جي خطري ڪان دشمن جا خطا ٿي هوش ويا
جن کي ڇيلا توڙي گهيٽا، ڄڻ سپاهي ٿي لڳا

✪✪✪

جنگ دے خطرے سبب ٹئے هوش دشمن دے خطا
فرق ڇيلے يا سپاهي وچ نهين ڈهدے ذرا

✪✪✪

لرزه بردلهائے کفار او فتاد از ترس - شان
چار پائے و آدمی نشناختند از ترس و غم



**ترجمو:** دشمنن جون دليون انهن بهادر سپاهين جي لڙائي جي خوف کان ڏڙڪي رهيون هيون. ايتري قدر جو هو خوف سببان گهيٽي (دنبي) ۽ بهادر شهه سوار ۾ فرق ڪرڻ کان لاچار هيا.

**لفظي معنيٰ: طَارَتْ:** فعل ماضي طيران کان. اڏامي ويا. هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ويا، پريشان ٿي ويا، ڏڪي ويا. **اَلْعِدٰی:** جمع عدو جو. دشمن. **بَأْسِهِمْ:** انهن جي خوف کان، انهن جي جنگ کان، انهن جي سختيءَ کان. **فَرَقًا:** خوف، ڊپ. **مَا تُفَرِّقُ:** فعل مضارع نفي. تفريق کان. فرق ڪري نٿي سگهيا. **اَلْبَهْمِ:** بهيمية کان. ٻڪري يا رڍ جو ٻچو، چوپائي جانور جو ٻچو. **اَلْبُهَمِ:** دلير سپاهي، بهادر، سپهه سالار.

**تشريح:** اسلام جي بهادر سپاهين جي اوچتن حملن جي خوف وچان دشمن جون دليون ڪنبي رهيون هيون ۽ هو سخت حيران ۽ پريشان هيا. انهيءَ خوف ۽ ڊپ سبب سندن حواس به گم ٿي ويا، جو هو هڪ ڇيلي يا دنبي ۽ هڪ بهادر سپاهيءَ ۾ تميز ڪرڻ جي لائق نه رهيا. گويا هنن جا هوش و حواس بلڪل ختم ٿي ويا هيا. هو دلير سپاهين کان ته ڊڄي رهيا هيا پر سندن هوش ايترا ته خطا ٿي ويا هيا جو جڏهن سپاهي بدران سندن آڏو ڪو دنبو يا ٻڪري جو ڦر آيو ٿي ته هو ان کي به هڪ بهادر سپاهي سمجهي ڊپ وچان ڀڄڻ ٿي لڳا.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ



١٣٦

وَمَنْ تَكُنْ م بِرَسُوْلِ اللّٰهِ نُصْرَتُهٗ
اِنْ تَلْقَهُ الْاُسْدُ فِیْ اٰجَامِهَا تَجِمِ

✪✪✪

جنهن بہ ماڻهو جي مدد ۾ شافع- محشر هجي
شينهن جهنگل ۾ اچي سامهون، ڀڄي پاسو ڪري

✪✪✪

جنهن پي ماڻهو دي مدد وچ شافع - محشر ٿيا
شينهن جنگل وچ اڳون آيا تہ پاسا ڪر ڳيا

✪✪✪

ہر کہ اورا از رسول الله نصرت آمده
شير اگر برو ے رسد از ترس او آيد بہم

✪✪✪

**ترجمو:** جنهن بہ شخص کي حضور ﷺ جن جي نصرت ۽ مدد نصيب ٿي پوي، پوءِ ڀلي سندس سامهون پنهنجي ٿم مان (جهنگل ۾ ) شينهن بہ سامهون اچي وڃن تہ اهي خاموش ٿي هليا وڃن ٿا.

**لفظي معنیٰ: وَمَنْ:** ۽ جنهن بہ شخص. **تَكُنْ:** فعل مضارع اصل ۾ تکون هيو، هجن، هجي . **تَلْقَهُ:** فعل مضارع. اصل ۾ تلقاه هيو. هن جي سامهون اچي، هن جي مقابلي ۾ اچي، هن سان ملاقات ڪري. **اُسْدُ:** جمع آهي **اَسَدٌ** جو، شينهن. **اٰجَامِ:** جمع آهي اجمہ جو، ٿم، ٻوڙو، جهنگل. **تَجِمِ:** فعل مضارع وجوم کان. ڏک وچان خاموش ٿي وڃڻ.

**تشريح:** جيڪڏهن ڪنهن خوش قسمت انسان کي حضور ﷺ جن جي

نصرت ۽ مدد نصيب ٿئي ٿي تہ پوءِ ان کي دنيا جي ڪنهن بہ مصيبت کان ڊپ ڊاءُ ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. جيڪڏهن اهڙي خوشقسمت انسان جي سامهون جهنگل ۾ پنهنجي ٿم مان شينهن نڪري حملي ڪرڻ لاءِ بہ اچن تہ اهي حسرت ۽ ياس واري ڏک ۾ خاموش ٿي سرجهڪائي هليا ويندا ۽ ڪيس ذرو بہ ڏک يا تڪليف نہ پهچائيندا. ڇاڪاڻ تہ اهو شخص حضور ﷺ جن جي نصرت ۽ مدد جي پناهہ ۾ آهي. امام نووي شرح السنة ۾ لکيو آهي تہ حضرت سفينه رضی الله عنہ جيڪو حضور ﷺ جن جو آزاد ڪيل غلام هيو. ڪيس روم جي جهاد دوران ڪافرن گرفتار ڪري ورتو هيو. جتان هو ڪنهن طرح ڀڄي نڪتو. رستي ۾ ڪنهن جهنگل ۾ هڪ شينهن سندس سامهون آيو ۽ هن جو رستو روڪي ڇڏيائين، جنهن تي حضرت سفينه رضی الله عنہ شينهن کي مخاطب ٿي چيو تہ اي ابوالحارث! مان رسول الله ﷺ جو خادم آهيان. اسلامي لشڪر ۾ وڃڻ گهران ٿو، ان تي شينهن سندس آڏو آڏو هلڻ شروع ڪيو ۽ ڪيس اسلامي لشڪر تائين پهچائي آيو، اهڙي طرح حضرت عبدالله بن عمر رضی الله تعالیٰ عنهما سفر دوران هڪ هنڌ ماڻهن جو ميڙ ڏٺو، پڇا ڪيائين تہ ايڏو ميڙ ڇو آهي؟ ماڻهن ڪيس ٻڌايو تہ هت هڪ شينهن اچي ويو آهي، جنهن جي ڪري رستو بند ٿي ويو آهي ۽ ان شينهن ڪجهہ ماڻهو ماري ڇڏيا آهن. اهو ٻڌي پاڻ پنهنجي سواري تان هيٺ لٿا ۽ شينهن جي ڀرسان وڃي ان جي ڪن کي مروڙي ڪيس هدايت ڪئي، تہ ماڻهن کي ستائڻ ڇڏي ڏي. وڃي جهنگل ۾ ٽڪاڻو ناهہ. شينهن اهو ٻڌي جهنگل ڏانهن هليو ويو.

مَوۡلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمۡ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیۡبِكَ خَیۡرِ الۡخَلۡقِ کُلِّهِمِ

✪✪✪

١٣٧

وَلَنْ تَـرٰى مِنْ وَّلِـيٍّ غَيْرَ مُنْتَصِـرٍ
بِـهٖ وَ لَا مِنْ عَـدُوٍّ غَيْرَ مُـنْقَصِـمٖ

✪✪✪

دوست نصرت ۽ مدد کان ٿيو ڪڏهن محروم ناهه
هن جو دشمن ٿيو هلاڪت ۽ مصيبت ۾ تباهه

✪✪✪

دوست اونهن دا ڪو نهين محروم ٿيا نصرت ڪٹون
بچ نهين سگهدا ڪو دشمن ذلت و شامت ڪٹون

✪✪✪

دوستانش را نه بينی غير منصور و عزيز
هم نه بينی دشمنش جز خار بگسته بهم

✪✪✪

**ترجمو:** تون ڪڏهن به ائين نه ڏسندين (نه ڏٺو هوندو) ته حضور ﷺ جن پاران سندس دوست کي نصرت ۽ مدد نصيب نه ٿي هجي ۽ اهڙي طرح سندن دشمن کي هلاڪت ۽ شڪست فاش ڏسڻي نه پئي هجي.

**لفظي معنىٰ: وَلَنْ تَـرٰى:** فعل مضارع. تون هرگز نه ڏسندين. ائين تو ڪڏهن به نه ڏٺو هوندو. **وَلِـيٍّ** : دوست. وليه قرب منه والمراد به کل مؤمن تقی راسخ فی الدين. لفظي معنىٰ آهي ويجهو ٿيو. قريب ٿيندڙ.جيڪو شخص الله ۽ ان جي رسول جي قريب ٿي وڃي ۽ پرهيزگار نيڪوڪار ۽ دين ۾ راسخ ۽ پڪو هجي. **غَيْرَ:** نه ، سوا. **مُنْتَصِـرٍ:** اسم فاعل. مدد حاصل ڪندڙ، نصرت ماڻيندڙ. **غَيْرَ مُنْقَصِمٖ:** اسم فاعل. شڪست حاصل ڪندڙ نه هجي. هلاڪ ٿيندڙ نه هجي.

**تشريح:** تاريخ گواهه آهي ته جيڪو به مسلمان شخص پنهنجي محبت، عقيدت ۽ عشق ۾ حضور ﷺ جن سان نهايت پختو ۽ راسخ آهي، ان کي هميشه حضور

ﷺ جن جي نصرت ۽ مدد نصيب ٿيندي رهي ٿي. اهو ڪڏهن بہ حضور ﷺ جن جي عنايتن، رحمتن ۽ شفقتن کان محروم ٿي نٿو سگهي. پر جنهن جي دل ۾ کوٽ آهي ۽ هو حضور اڪرم ﷺ جن سان دشمني يا بيائي جي نيت رکي ٿو، تہ ان جي نصيبن ۾ هميشه هلاڪت، شڪست ۽ بربادي آهي. اهڙو بد نصيب شخص ڪڏهن بہ ڪاميابي ماڻي نٿو سگهي. گويا حضور ﷺ جي قربت ۽ محبت ئي نعمتن، رحمتن ۽ ڪاميابين جو ذريعو آهي ۽ ان کان دوري ۽ دشمني ئي تمام تباهين، هلاڪتن ۽ بربادين جي جڙ آهي.

(١٣٨)

اَحَلَّ اُمَّتَهٗ فِیْ حِرْزِ مِلَّتِهٖ
كَاللَّيْثِ حَلَّ مَعَ الْاَشْبَالِ فِیْ اَجَمِ

✪✪✪

پنهنجي امّت کي ڏنائين پنهنجي ملّت ۾ پناهہ
شينهن جيئن ٽم ۾ رکي ٿو پنهنجي ٻچڙن تي نگاهہ

✪✪✪

آپڻي امّت کون ملّت دي حفاظت وچ رکي
جيوين بچڙين نال هردم شينهن جنگل وچ رهے

✪✪✪

امّت - خود را نشانده در حصار - ملتش
همچو شيرے کو بود با بچگاں اندر اجم

✪✪✪

**ترجمو:** حضور ﷺ جن پنهنجي امت کي پنهنجي ملت ۽ دين جي پناهہ گاهہ ۾ آڻي ( محفوظ) رکيو آهي. جهڙي طرح شينهن پنهنجي ٻچن کي پنهنجي ٽم ۾ (حفاظت سان) رکندو آهي.

**لفظي معنيٰ: اَحَلَّ:** فعل ماضي احلال کان. نازل ڪيو، لاٿو، آڻي رکيو. **حِرْزِ:** پناهہ گاهہ، قلعو، محفوظ جڳهہ. **مِلَّة:** دين اسلام . **لَيْثِ:** شينهن. **حَلَّ:**

فعل ماضي. نازل ڪيو، لاٿو، رکيو. **آشْبَالِ:** جمع آهي شبل جو، شينهن جا ٻچا.

**اَجَمِ:** ٿم، اهو جهنگل جو ٽڪرو جنهن ۾ شينهن رهندو هجي.

**تشريح:** آنحضرت ﷺ جن پنهنجي تعليم ۽ تربيت سان پنهنجي فرمانبردار امت کي ملت ۽ دين اسلام جي پناهه گاهه ۽ قلعي ۾ حفاظت سان رکيو آهي، جتي ڪيس ڪنهن به قسم جو خطرو نه آهي. ڇاڪاڻ ته حضور ﷺ جن جي ملت جي حصار ۽ قلعو نهايت ئي محفوظ ۽ پختا آهن. جيڪي خداوند ڪريم جي رحمتن سان هميشه هميشه رهڻ وارا آهن. جن کي ڪنهن به قسم جو نڪي لهر آهي نڪي لوڏو. سندن امت پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي انهيءَ ملت واري حصار ۽ قلعي ۾ بلڪل اهڙي طرح محفوظ آهي. جهڙي طرح شينهن پنهنجن ٻچن کي پنهنجي ٿم يا رهائش واري هنڌ تي حفاظت سان رکندو آهي. ايتريقدر جو ڪين ڪوبه جانور يا ماڻهو ڪنهن به قسم جو اهنج يا ايذاء رسائي نه سگهندو آهي. حضور ﷺ جن جي امت به سندن ملت جي مضبوط قلعي ۾ انڪان به وڌيڪ محفوظ ۽ مامون آهي.

## ١٣٩

كَمْ جَدَّلَتْ كَلِمَاتُ اللّٰهِ مِنْ جَدِلٍ
فِيْهِ وَكَمْ خَصَّمَ الْبُرْهَانُ مِنْ خَصِمِ

✪✪✪

هر مخالف کي ڪلام الله ڪيو رسوا ذليل
دشمن -گستاخ تي غالب ٿيو جنهن جو دليل

✪✪✪

هر مخالف ڪون ڪلام الله ڪتا رسوا ذليل
دشمن - گستاخ تي غالب رهيا اونهن دا دليل

✪✪✪

هر ڪه با قرآن بجنگ آمد بيفگندش بخاڪ
گفتگوئے منڪر از برهان او گشت ست ڪم

✪✪✪

**ترجمو:** قرآن مجيد ڪيترائي ڀيرا آنحضرت ﷺ جن جي شان مبارڪ ۾ جهيڙي ڪندڙ (گستاخي ڪندڙ) کي نهايت ذلت سان مٽي ۾ ملائي ڇڏيو ۽ قرآن شريف جو برهان حجت ۽ دليل ڪيترائي ڀيرا شديد دشمني ڪندڙ ۽ جهيڙالو تي غالب آيا ۽ ان کي خاموش ڪرائي ڇڏيو.

**لفظي معنیٰ: كَمْ:** خبريہ آهي. ڪيترائي ڀيرا، باربار. **جَدَّلَتْ:** فعل ماضي. جهيڙي جو جواب ڏنو، مٽي سان ملائي ڇڏيو، جهيڙي ۾ شڪست ڏني. **كَلِمَاتُ اللّٰهِ:** الله جي ڪلمات، آيتن، قرآن مجيد. **جَدِلٍ:** دال جي زير سان سخت دشمني رکندڙ، شديد خصومت وارو، جدل دال جي زبر سان. جهيڙو، لڙائي. **فِيْهِ:** ضمير آنحضرت ﷺ يا دين ڏانهن رجوع ٿئي ٿو. ان ۾ ان بابت، ان جي شان ۾. **خَصَّمَ** : فعل ماضي تخصيم کان، جهيڙي ۾ غالب آيو. **خَصِمٍ:** جهيڙالو، لڙاڪو.

**تشريح:** ڪيترائي ڀيرا قرآني آيتن هر ان شخص کي جنهن حضور ﷺ جن جي شان بابت جهيڙو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ڪيس نهايت ذلت سان زمين بوس ڪري ڇڏيو ۽ ان کي شڪست فاش ڏني ۽ جنهن بہ ماڻهو آنحضرت ﷺ جن جي نبوت ۽ رسالت جو انڪار ڪيو يا سندن حيثيت ۽ مقام ۾ ڪنهن بہ قسم جو شڪ شبهو ظاهر ڪيو تہ قرآن مجيد پنهنجي برهان، حجت ۽ دليلن سان ان سخت جهيڙالو دشمن تي هميشه غلبو حاصل ڪيو. مطلب تہ خداوند ڪريم جي ڪلام قرآن مجيد ۽ فرقان حميد هميشه حضور ﷺ جن جي نبوت ۽ رسالت جي ثبوت ۽ سندن عظمت ۽ عالي مرتبت جي دفاع لاءِ حجت ۽ دليل سان غلبو ۽ ڪاميابي حاصل پئي ڪئي آهي.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ کُلِّهِمِ

✪✪✪

(١٤٠)

## كَفَاكَ بِالْعِلْمِ فِی الْاُمِّیِّ مُعْجِزَةً
## فِی الْجَاهِلِیَّةِ وَ التَّادِیْبِ فِی الْیُتُمِ

✪✪✪

علم - امي جاهليت ۾ نبي جو معجزو
پڻ يتيمي ۾ ادب اخلاق ۾ جهڙس نہ کو

✪✪✪

جاهليت وچ ڪتا رب علم امي کون عطا
پڻ يتمي وچ ادب اخلاق اعلىٰ معجزا

✪✪✪

این قدر از معجزه کافی کہ پیش از وحی او
امیّ - پُر علم بود و پُر هنر اندر یتم

✪✪✪

**ترجمو:** جاهليت جي دور ۾ هڪ امي شخص کي ايترو علم و فضل هجڻ ۽ يتيمي جي باوجود ايترو ادب ۽ اخلاق جو هجڻ سندن معجزي لاءِ ڪافي آهن.

**لفظي معنیٰ: كَفَاكَ:** فعل ماضي توکي ڪافي آهي، اهو ثبوت تولاءِ ڪافي آهي. **اَمِّیّ:** الذي لايقرءُ ولا يكتب. اهڙو شخص جيڪو لکي پڙهي نہ سگهي. **جَاهِلِيَّةِ:** جهالت جو زمانو، اهو دور جهالت جنهن ۾ حضور ﷺ جن تشريف فرما ٿيا. **اَلتَّادِيْبِ:** ادب ۽ فضيلت وارو هجڻ.

**تشريح:** جاهليت واري اونداهي دور ۾ بہ هڪ امي کان علم جو ظهور ۽ هڪ يتيم کان ادب ۽ فضيلت جو اظهار آنحضرت ﷺ جن جي سچي نبي ۽ رسول هجڻ لاءِ ڪافي ۽ معتبر معجزي جي حيثيت رکن ٿا . ڇاڪاڻ تہ جنهن دور ۾ هر

قسم جو ظلم، زيادتي، ڏوهه ۽ گناهه عام هجي، اهڙي اونداهي دور ۾ هڪ امي شخص کان علم و دانش جا درياءَ جاري ٿيڻ ۽ معرفت ۽ حق شناسي جا چشما وهي نڪرڻ ۽ اهڙي طرح انهي جهالت واري اونداهي دور ۾ هڪ يتيم وٽان ادب ۽ فضيلت جا موتي ۽ ماڻڪ ملن ۽ اهو شخص امي ۽ يتيم هجڻ باوجود علم ۽ ادب جي اعليٰ مقام تي فائز هجي، اهو سندن سچي نبي ۽ رسول هجڻ جي شهادت لاءِ معجزي طور ڪافي آهي. ڇاڪاڻ ته اهڙي دور ۾ ظاهري سببن جي نه هجڻ باوجود به اعليٰ اخلاقي قدرن، ادب ۽ فضيلت جي اعليٰ ترين نمونن ۽ علم و فضل جي باڪمال طريقن جو ظاهر ٿيڻ سندن نبوت ۽ رسالت جي ثبوت لاءِ ڪافي آهي ۽ اهو اهڙو معجزو آهي، جنهن جو انڪار ڪرڻ ناممڪن آهي.

يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ اُنْظُرْ حَالَنَا

يَا حَبِيْبَ اللّٰه اِسْمَعْ قَالَنَا

اِنَّنِىْ فِىْ بَحْرِ هُمٍّ مُغْرَقٌ

خُذْ يَدِىْ سَهِّلْ لَّنَا اَشْكَالَنَا

✪✪✪

يتيمے كه ناكرده قرآں درست

كتب خانهء - چند ملت شكست

✪✪✪

مَوْلَاىَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا

عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

## باب نائون — شفاعت رسول الله ﷺ

(١٤١)

### خَدَمْتُهُ بِمَدِيْحٍ اَسْتَقِيْلُ بِهٖ
### ذُنُوْبَ عُمْرٍ مَّضٰى فِى الشِّعْرِ وَالْخِدَمِ

✪✪✪

پنهنجي ڏوهن جي معافي تو گهران مدحت چئي
عمر ساري شعر و خدمت جي تي نذراني وئي

✪✪✪

اونهن دي کر مدح و ثنا، معافي گناهان دي گهران
عمر ساري شعر و خدمت وچ اجائي تي زيان

✪✪✪

خدمتش کردم بمدحی تا بہ بخشندم گناه
زانکہ عمرم صرف شد درگفتن - شعر و خدم

✪✪✪

**ترجمو:** مون آنحضرت ﷺ جن جي حضور ۾ سندن مدحت ۽ نعت چئي خدمت ڪئي آهي ۽ انهيءَ مدحت جي ذريعي پنهنجي سڄي عمر جيڪا مون شعر گوئي ۽ دنيا دارن جي خدمت ۾ گذاري آهي تنهن ساري ڄمار جي ڪيل گناهن جي معافي گهران ٿو.

**لفظي معنيٰ: خَدَمْتُهُ:** فعل ماضي. مون آنحضرت ﷺ جن جي خدمت ڪئي آهي، خدمت ۾ پيش ڪئي آهي. **مَدِيْحٍ:** مدح، توصيف، نعت، مراد هي قصيده آهي. **اَسْتَقِيْلُ:** فعل مضارع. عذر پيش ڪريان ٿو. گناهن جي معافي گهران ٿو. **بِهٖ:** انهيءَ نعت ۽ قصيده جي وسيلي سان. **ذُنُوْبَ:** جمع آهي ذنب جو. گناهه، ڏوهه . **مَضٰى:** فعل ماضي. گذريو، بسر ٿيو. **اَلْخِدَمِ:** خدمت، مراد آهي دنيا دارن جي خدمت ڪرڻ.

**تشريح:** مون هن قصيدي جي ذريعي جيڪا مدحت نبي سڳوري ﷺ جي شان ۾ لکي آهي يا سندن خدمت ڪئي آهي، اها انهي اميد سان نبي اڪرم ﷺ جن جي حضور ۾ پيش ڪيان ٿو تہ جيئن هن قصيدي جي برڪت سان پنهنجي سڄي عمر جي گناهن جي معافي وٺي سگهان، جيڪا عمر مون شعر گوئي ۽ دنيا دارن جي خدمت ۾ گذاري آهي، ڇاڪاڻ تہ هن کان اڳ جي ساري زندگي جي شاعري توڙي دنيا وارن جي خدمت ۾، مونکي سواءِ گناهن جي ٻيو ڪجھ بہ حاصل نہ ٿيو آهي. هاڻي مون هن مدحت رسول الله ﷺ جي ذريعي جيڪا حضور ﷺ جي خدمت ڪئي، شال اها سندن خدمت اقدس ۾ قبول پوي ۽ هن سان منهنجي عمر جا گناھ ڌوپجي وڃن، جيڪي مون اڳائي شاعري ۽ دنيا دارن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ ۽ سندن خدمت ڪرڻ جي صورت ۾ ڪيا آهن.

(١٤٢)

اِذْ قَلَّدَانِيَ مَا تُخْشٰى عَوَاقِبُهٗ
كَاَنَّنِيْ بِهِمَا هَدْىٌ مِّنَ النَّعَمِ

✪✪✪

طوق گردن ۾ پڌو تن، ڏپ اٿم انجام جو
ڄڻ انهن سان جانور قرباني واري نام جو

✪✪✪

طوق گردن وچ اونهان دا ڏپ سدا انجام دا
گويا مين هان جانور قرباني والے نام دا

✪✪✪

کرده غل درگردنم عصیان و می ترسم ازاں
گوئیا با شعر و خدمت مثل - ہدیم از نعم

✪✪✪

**ترجمو:** انهن ٻنهي برن ڪمن (شعر گوئي ۽ دنيا دارن جي خدمت) منهنجي

ڳچي ۾ گناهن جو ڳٽ ٻڌي ڇڏيو آهي، جنهن جي انجام کان مان ڊنل آهيان. گويا مان انهن ٻنهي فعلن جي ڪري قرباني جي ان جانور وانگر آهيان، جيڪو ڳچي ۾ پٽو ٻڌي حج جي موقعي تي مڪه مڪرم ڏانهن آندو ويندو آهي.

**لفظي معنيٰ: اِذْ:** ان ڪري جو. **قَلَّدَا:** فعل ماضي تثنيه. پٽو ٻڌو. طوق وڌو. **قَلَّدَانِيْ:** مونکي پٽو ٻڌو. مون کي طوق وڌو. **مَا تُخْشٰی:** فعل مضارع مجهول. جنهن مان ڊپ لڳي ٿو، جنهن کان ڊڄجي ٿو. **عَوَاقِبُ:** جمع عاقبة جو. نتيجو، انجام، پڇاڙي. **كَاَنَّنِيْ:** گويا مان، ڄڻ مان. **بِهِمَا:** انهن ٻنهي جي ڪري. **هَدْیٌ** : قرباني جو جانور جنهن کي حج جي موقعي تي مڪي مڪرمه آڻڻ وقت حاجي سڳورا رستي ۾ سندس گلي ۾ پٽو وجهي ڇڏيندا آهن ته جيئن اهو ظاهر ٿئي ته هيءَ قرباني جو جانور آهي ۽ هن کي ڪجهه ڪرڻ ڏوهه آهي. **اَلنَّعَمِ:** چوپايو جانور.

**تشريح:** انهن ٻنهي (شعر گوئي ۽ دنيا دارن جي خدمت جهڙن) گندن ڪمن سبب، جن منهنجي گردن ۾ ڳٽ ٻڌي مونکي نشانبر ڪري ڇڏيو آهي ۽ جن جو انجام منهنجي حق ۾ سٺو نه آهي. انهن کان هميشه ڊپ لڳي ٿو ۽ فڪر مند آهيان. ڇاڪاڻ ته انهن ٻنهي برن ڪمن يعني اجائي مدح سرائي واري شاعري ۽ دنيا دارن جي خوشامدي ۽ خدمت ۾ مون پنهنجي زندگي جا قيمتي ڏينهن بيڪار گذاريا آهن ۽ انهن گناهن جي ڪري هاڻي مان اهڙي طرح نشانبر ٿي چڪو آهيان، جهڙي طرح حج جي موقعي تي حج جا پانڌيڙا پنهنجن جانورن کي رستي ۾ ڳچي ۾ پٽو ٻڌي ڪين نشانبر بڻائيندا آهن ته جيئن اهو هرهڪ کي معلوم هجي ته هي اضحیٰ جو جانور آهي، جيڪو حج جي موقعي تي مڪه مڪرمه پرسان منیٰ ۾ ذبح ڪيو ويندو. جهڙي طرح اهو جانور ڳچي ۾ ٻڌل پٽي وانگر نشانبر هوندو آهي ۽ پري کان ئي سڃاتو ويندو آهي. اهڙي طرح مان به پنهنجن هنن ٻنهي گناهن جي ڪري نشانبر ٿي چڪو آهيان ۽ هر هڪ کي خبر آهي ته مون پنهنجي زندگي اجاين ڪمن ۾ گذاري آهي ۽ ساري زندگي ضايع ڪري ڇڏي آهي. ان ڪري مونکي ان جي انجام جو ڏاڍو ڊپ آهي.

(١٤٣)

# اَطَعۡتُ غَیَّ الصِّبَا فِی الۡحَالَتَیۡنِ وَ مَا حَصَّلۡتُ اِلَّا عَلَی الۡاٰثَامِ وَالنَّدَمِ

✪✪✪

ٻار واري مونکان تي هر حال ۾ سرزد خطا
هٿ نہ آيو ڪجھہ پشيماني ۽ ڏوهن ڪانسوا

✪✪✪

هر دو حالت وچ تي سرزد ٻالپڻ والي خطا
ڪجھہ نہ حاصل تيا پشيماني تي ڏوهان دے سوا

✪✪✪

برده ام فرمان غیّ - ڪودڪی درهردوحال
هيچ ازاں حاصل ندارم جز گناهان و ندم

✪✪✪

**ترجمو:** مون انهن ٻنهي حالتن (شعر گوئي ۽ اميرن جي چاڪري) ۾ ٻاراڻي گمراهي ۽ غفلت واري اطاعت جو مظاهرو ڪيو ۽ مونکي سواءِ گناهن ۽ ندامت جي ٻيو ڪجھہ حاصل نہ ٿيو آهي.

**لفظي معنيٰ: اَطَعۡتُ:** فعل ماضي متڪلم. مون اطاعت ڪئي، مون فرمانبرداري ڪئي. **غَیَّ:** گمراهي. **اَلصِّبَا:** ٻاراڻي، ننڍي عمر ۾. **اٰثَامِ:** جمع آهي اثم جو. گناهہ، ڏوهہ. **اَلنَّدَمِ:** پشيماني.

**تشريح:** مون انهن ٻنهي حالتن يعني شعرگوئي ۽ دنيادارن جي چاڪري ۽ خدمت ۾ جيڪا غفلت ۽ گمراهي اختيار ڪئي اها بلڪل ٻاراڻي هئي. مون انهيءَ عرصيءَ ۾ ڪڏهن بہ سنجيدگيءَ سان نہ سوچيو ۽ نہ وري پنهنجي عقل و شعور کان ڪم ورتو. پر ٻارن وانگر جيئن اهي پنهنجي اڻ ڄاڻائي سبب پنهنجو وقت راند روند ۾ گذاري ڇڏيندا آهن ۽ ڪين پنهنجي وقت جي ضايع ٿيڻ جو ڪوبہ احساسُ نہ هوندو آهي، مون بہ بلڪل اهڙي طرح پنهنجي زندگي جو نهايت قيمتي وقت اجائي شعرگوئي ۽ دنيادارن جي چاڪري ۽ خدمت ۾ گذاري تلف ڪري ڇڏيو. جنهن جو مونکي ڪوبہ احساس نہ ٿيو ۽ نہ وري ڪڏهن اهو خيال

آيو تہ مان ڇا ڪري رهيو آهيان. جهڙي طرح ٻار ناسمجهي ۾ پنهنجو وقت ضايع ڪندا آهن، مون بہ پنهنجي پري جواني جو قيمتي وقت ٻارن وانگر فضول ڳالهين ۾ گنوائي ڇڏيو. جنهن مان مونکي سواءِ گناهن ۽ پشيماني جي ٻيو ڪجهہ هٿ نہ حاصل نہ ٿيو آهي، گويا مون سڄي حياتي ۾ رڳو گناهہ ۽ پشيماني جهڙا ڪم ڪيا آهن ۽ ساري حياتي ناسمجهي ۽ غفلت ۾ گذاري ڇڏي آهي.

چهل سال عمر - عزيزت گذشت
مزاج - تو از حال طفلی نگشت

(١٤٤)

فَيَا خَسَارَةَ نَفْسِيْ فِيْ تِجَارَتِهَا
لَمْ تَشْتَرِ الدِّيْنَ بِالدُّنْيَا وَ لَمْ تَسُمِ

✪✪✪

نفس توڪي هن تجارت ۾ خسارو ٿي ويو
دين ڪي دنيا عيوض چاهيو، نہ تو حاصل ڪيو

✪✪✪

نفس تيڪون هے تجارت وچ خسارا تي ڳيا
دين ڪون دنيادے عيوض تين نهين حاصل ڪتا

✪✪✪

پس زيانهائے ڪہ نفس اندر تجارت يافتہ
کاں بدنيا ديں نہ بخريد و نگفتہ مى خرم

✪✪✪

**ترجمو:** هاءِ ڙي! منهنجي نفس جو، پنهنجي واپار ۾ نقصان وارو سودو، جنهن دنيا ڏئي دين خريد نہ ڪيو ۽ نہ وري خريد ڪرڻ جو ارادو ئي ڪيو.

**لفظي معنيٰ: يَا:** حرف ندا. ان جو منادیٰ خساره نفس بہ ٿي سگهي ٿو، جنهن جو مطلب هوندو تہ هاءِ ڙي منهنجي نفس جو نقصان يا وري ان جومناديٰ قوم بہ ٿي سگهي ٿو. ياقوم: اي انسانو، اي قوم منهنجي نفس جو نقصان تہ

ڏسو. **لَمْ تَشْتَرِ:** فعل مضارع جحد. نہ خريد ڪيو، ڪونہ ورتو. **وَلَمْ تَسُمِ:** فعل مضارع جحد. ۽ نہ وري وٺڻ جو ارادو ڪيو.

**تشريح:** شاعر پنهنجي نفس کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ هاءِ ڙي منهنجا نفس تو پنهنجي واپار ۾ ڪهڙو نہ وڏي نقصان وارو سودو ڪيو آهي. يا شاعر ماڻهن کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ اي دوستو ڏسو تہ منهنجي نفس پنهنجي واپار ۾ ڪيڏو نہ نقصان جو سودو ڪيو آهي، جو هن دنياوي زندگي ۾ دنيا ڏئي ان جي عوض دين نہ ورتو ۽ سڄي عمر دنياداري ۾ گذاري ۽ گنوائي ڇڏي. هن اهو هڪ وڏو نقصان وارو سودو ڪيو آهي. يعني دنيا عيوض دين حاصل نہ ڪرڻ پر دنياداري ۾ غرق ٿي دين کان غافل ٿي وڃڻ، هڪ وڏي نقصان وارو سودو آهي. حالانڪ هن دنيا جي نعمتن کي دين جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻجي ها. جيڪو مون کان ٿي نہ سگهيو ۽ مونکي ڪڏهن بہ اهو خيال دل ۾ نہ آيو تہ مونکي آخرت ۾ انهن دنيا جي نعمتن ۽ زندگي گذارڻ جو حساب ڏيڻو آهي.

(١٤٥)

وَمَنْ يَّبِعْ اٰجِلاً مِّنْهُ بِعَاجِلِهٖ
يَبِنْ لَهُ الْغَبْنُ فِيْ بَيْعٍ وَّ فِيْ سَلَمٖ

✪✪✪

جيڪو دنيا جي عوض تو آخرت وڪڻي ڇڏي
بيع ۾ توڙي سلم ۾ ان کي نقصان ٿو رسي

✪✪✪

عقبیٰ ڪون دنيا عوض جيڪو وڪڻ، قربان ڪري
بيع وچ توڙي سلم وچ او وڏا نقصان ڪري

✪✪✪

ہرکہ عقبیٰ را بد نیا می فروشد خاسر است
غبن او روشن شود البتّہ در بیع وسلم

✪✪✪

**ترجمو:** جيڪو ماڻهو پنهنجي آخرت کي (آجل، دير سان ملڻ واري شيءِ يعني آخرت) دنيا (عاجل، جلدي ٿيڻ واري شيءِ يعني دنيا) جي عيوض وڪڻي ڇڏي ٿو ته ان کي بيع توڙي سلم، ٻنهي صورتن ۾ گهاٽو آهي.

**لفظي معنيٰ: وَمَنْ يَّبِعْ:** فعل مضارع. اصل ۾ يبيع آهي ، جيڪو ماڻهو وڪڻي ٿو. **اٰجِلاً:** ڪجهه وقت کان پوءِ ملڻ واري شيءِ، آخرت جو ثواب ۽ اجر. **عَاجِلاً:** جلد ملڻ واري شيءِ، دنيا ۽ ان جا نفعا . **يَبِنْ:** فعل مضارع. اصل ۾ يبين آهي. يبع. ۽ يبن ٻئي من شرطيه سبب ائين ٿيا آهن. يبن معنيٰ ظاهر ٿيو. **اَلْغَبْنُ:** نقصان، خسارو. **بَيْـع:** واپار. اهڙو واپار جنهن ۾ بيع ۽ مبيع يعني ملهه ۽ وڪامڻ واري شيءِ ٻئي موجود هجن، ۽ رقم ڏئي مال حاصل ڪجي. سلم جنهن ۾ رقم ڏجي پر مال بعد ۾ وٺجي.

**تشريح:** جيڪو ماڻهو پنهنجي آخرت کي دنيا جي عيوض وڪڻي ٿو، ان کي هرحالت ۾ نقصان برداشت ڪرڻو پوي ٿو. ڇوته دنيا آخرت جي مقابلي ۾ ڪجهه به نه آهي. جيڪڏهن ان جي باوجود ڪو ماڻهو دنيا کي دين تي ترجيح ڏئي ٿو ۽ دين عيوض دنيا خريد ڪري ٿو، ته اهو واپار بيع توڙي سلم، ٻنهي صورتن ۾ نقصان وارو آهي. ڇوته هن اهڙي شيءِ کي ترجيح ڏني آهي جيڪا سراپا خسارو آهي، انسان جو اصل مقصد دنيا ۾ رهي آخرت جو اجر ۽ ثواب حاصل ڪرڻ آهي. پر جيڪو دنيا کي آخرت جي حصول ۽ چڱن ڪمن ذريعي اجر ۽ ثواب ماڻڻ لاءِ استعمال نٿو ڪري ته اهو ماڻهو نقصان ۾ آهي.

مَوْلَایَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰی حَبِیْبِكَ خَیْرِ الْخَلْقِ کُلِّـهِمِ

✪✪✪

(١٤٦)

**اِنْ اٰتِ ذَنْبًا فَمَا عَهْدِیْ بِمُنْتَقِضٍ**
**مِّنَ النَّبِیِّ وَ لَا حَبْلِیْ بِمُنْصَرِمٖ**

✪✪✪

**عاصي آهيان پر نبي جو مون سان وعدو آپکو**
**پڻ ٽٽڻ وارو ڪڏهن ناهي شفاعت جو رسو**

✪✪✪

**عاصي هان ميڈا نبي دے نال هے وعده پکا**
**پڑ ٹٹڑ والا نهين هرگز شفاعت دا رسا**

✪✪✪

**گرگنه کردم بسے من عهد را نه شکسته ام**
**باپیمبر حبل دین - مصطفیٰ نبریده ام**

✪✪✪

**ترجمو:** اگرچہ مون گهڻا گناهہ ڪيا آهن پر ان هوندي بہ آنحضرت ﷺ جن جي ذات گرامي سان منهنجي شفاعت جوجيڪو معاهدو آهي، اهو ٽٽڻ وارو نہ آهي ۽ نہ وري منهنجي اميدن جي رسي ڇڄڻ واري آهي.

**لفظي معنیٰ: اِنْ:** حرف شرط، جيڪڏهن. **اٰتِ:** فعل مضارع. اصل ۾ آتي هيو، جيڪو شرط سبب آت ٿي ويو، مان آيس، مون ڪيو. **مُنْتَقِضٍ:** اسم فاعل. ٽٽندڙ. ٽٽڻ وارو. **حَبْلِیْ:** منهنجي رسي، اميد، منهنجي اميدن جي رسي يا شفاعت واري اميد جي رسي. **مُنْصَرِمٖ:** اسم فاعل. ٽٽڻ واري، ٽٽندڙ.

**تشريح:** جيڪڏهن مان گنهگار آهيان ۽ مون ڪٽي تمام گهڻا ۽ وڏا گناهہ ڪيا آهن، تہ بہ مون سان آنحضرت ﷺ جن جي شفاعت جو جيڪو معاهدو آهي، اهو ڪڏهن بہ ٽٽڻ وارو نہ آهي. ڇوتہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن پنهنجي هر امتي جي شفاعت جو وعدو ڪيو آهي. حضور ﷺ جن جو اهو معاهدو نهايت مضبوط ۽ پختو آهي، جيڪو ڪڏهن بہ ٽٽڻ وارو نہ آهي. ان ڪري منهنجي گناهن سبب

منهنجي اميد ڪڏهن به حضور ﷺ جن جي شفاعت ۽ رحمت کان هرگز مايوس نه رهي آهي. اها شفاعت واري اميد هميشه باقي آهي، جيڪا ڪڏهن به ٽٽڻ يا ختم ٿيڻ واري نه آهي. حضور ﷺ جن جو فرمان آهي. ”شفاعتي لاهل الڪبائر“ منهنجي شفاعت ڪبيره گناهه ڪرڻ وارن لاءِ آهي. مطلب ته ننڍن گناهه ڪرڻ وارن جي ته ائين به نجات ٿي ويندي. مگر وڏن ۽ ڪبيرن گناهه ڪندڙن لاءِ حضور ﷺ جن جي شفاعت هوندي جيڪا کين دوزخ جي باهه کان نجات ڏياريندي.

(۱۴۷)

فَـاِنَّ لِیْ ذِمَّـةً مِّنْهُ بِتَسْمِيَتِیْ
مُحَمَّدًا وَ هُوَ اَوْ فَی الْخَلْقِ بِالذِّمَمِ

✪✪✪

مون کي نسبت ٿي ”محمدؐ“ نام جي، سرڪار سان
هو شفاعت واري وعدي ۾ سچو سنسار کان

✪✪✪

ناں ميڈاپي ”محمدؐ“ هے شفاعت دا يقين
خلق ساري وچ هے وعدے دا پڪا عربي امين

✪✪✪

عهد او دارم که نامِ من ”محمدؐ“ کرده اند
کس وفا چوں او نکرده در همه عهد و ذمم

✪✪✪

**ترجمو:** جوته منهنجو نالو ”محمد“ هجڻ جي ڪري مونکي پاڻ ڪريمن ﷺ جن جي حضور ۾ شفاعت جو زياده حق آهي، پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجن وعدن ۽ ذمن جا سڄي مخلوق کان وڌيڪ نڀائيندڙ آهن.

**لفظي معنیٰ: لِیْ ذِمَّةً:** منهنجي لاءِ وعدو آهي، منهنجي لاءِ امن جو ۽ شفاعت جو وعدو آهي. **تَسْمِيَتِیْ:** منهنجو نالو رکڻ. **اَوْفَی:** اسم تفضيل.

وڏيڪ وفادار، وڏيڪ وعدا نڀائيندڙ. **ذِمَمِ:** وعدو، عهد، پيمان.

**تشريح:** مونکي آنحضرت ﷺ جن جي ذات گرامي ۾ شفاعت جي زياده اميد آهي ۽ مان پنهنجي شفاعت جو حق ان ڪري بہ وڌيڪ سمجهان ٿو تہ منهنجي والدين منهنجو نالو آنحضرت ﷺ جن جي نسبت گرامي سان "محمد" رکيو آهي ۽ اهو اهڙو تہ برڪت ڀريو نالو آهي، جو انهيءَ برڪتن ڀرئي نالي وارو ماڻهو ڪڏهن بہ حضور ﷺ جن جي شفاعت کان محروم ٿي نٿو سگهي. حديث شريف ۾ آهي تہ جنهن جو بہ نالو "محمد" هوندو اهو دوزخ ۾ نہ ويندو. ان ڪري مونکي بہ يقين آهي تہ مونکي پنهنجي انهيءَ برڪتن ڀرئي نالي جي نسبت سان حضور ﷺ جن جي شفاعت ضرور حاصل ٿيندي. ڇوتہ اهو حضور ﷺ جن جو وعدو آهي ۽ دنيا ۾ ڪوبہ ماڻهو ڪائنن وعدي نڀائڻ ۾ وڌيڪ معتبر ۽ ڀروسي جوڳو نہ آهي.

(١٤٨)

اِنْ لَّمْ يَكُنْ فِىْ مَعَادِىْ اٰخِذًا بِيَدِىْ
فَضْلاً وَّ اِلاَّ فَقُلْ يَا زَلَّةَ الْقَدَمِ

✪✪✪

حشر ۾ فضل و ڪرم سان ناهہ جيڪر دستگير
هاءِ صدا افسوس منهنجي بد نصيبي بي نظير

✪✪✪

حشر وچ اونهن دا ڪرم ٿيوے نہ جيڪر دستگير
هاءِ صد افسوس ميڏي بدنصيبي بي نظير

✪✪✪

گر ز فضلم درقيامت دستگيرد خرمم
ورنگيرد وائے برمن چوں بلغزانم قدم

✪✪✪

**ترجمو:** جيڪڏهن آخرت ۾ پنهنجي فضل و ڪرم ۽ عنايت و احسان سان

پنهنجي وعدي موجب منهنجي دستگيري ڪرڻ ننا ڦرمائين، خدانخواسته جيڪڏهن ائين نٿي ته پوءِ ڇنجو هاءِ ڙي منهنجي قدمن جو ترڪڻ (هاءِ ڙي منهنجي قدمن جي گمراهي، لغزش يا هاءِ ڙي منهنجي قدمن جي بدقسمتي).

**لفظي معنىٰ: اِنۡ لَّمۡ يَكُنۡ:** فعل مضارع جحد شرطيه. اصل ۾ يكون هيو، جيڪڏهن ائين نه ٿئي ته پوءِ. **مَعَادِ:** واپس ورڻ جي جڳه. آخرت. **فِىۡ مَعَادِىۡ:** منهنجي آخرت ۾. **اٰخِذًا:** اسم فاعل. وٺندڙ. **بِيَدِىۡ:** منهنجي هٿن کي. **اِلًّا:** تشديد ۽ تنوين سان الانعام. احسان ۽ انصاف. ۽ بغير تنوين جي "**اِلَّا**" بمعنىٰ **اِنۡ لَّمۡ يَكُنۡ كَذَالِكَ**. جيڪڏهن ائين نه هجي ته پوءِ. **فَقُلۡ:** ۾ قل فعل امر قول کان آهي. ته پوءِ ائين چئبو ته. **يَا زَلَّةَ الۡقَدَمِ:** يا حرف ندا. **يَا ذَلَّةَ:** لغزش. ترڪڻ، ڦسلڻ. يا زلة القدم هاءِ ڙي پيرن جو ترڪڻ. هاءِ ڙي منهنجي بدقسمتي.

**تشريح:** مونکي يقين آهي ته حضور ﷺ جن منهنجن گهڻن ۽ وڏن گناهن جي باوجود منهنجي شفاعت ضرور ڪرڻ فرمائيندا ۽ مونکي ڪنهن حال ۾ به اتي ويڳاڻو ۽ بي يار و مددگار ڪونه ڇڏيندا. پر جيڪڏهن منهنجي انهن سمورين اميدن ۽ آرزوئن جي باوجود منهنجي بدبختي انهيءَ حد تي پهچي وڃي، جو پاڻ سڳورا ﷺ سراپا رحمت هئڻ جي باوجود مونکي پنهنجي شفاعت کان محروم ڪن ٿا، ته پوءِ ائين سمجهڻ گهرجي ته اهو سڀ منهنجي قدمن جي لغزش يا منهنجي بدبختي جو نتيجو آهي. جنهن ڪري مان انهيءَ فضل و ڪرم ۽ احسان وعهد کان محروم رهجي ويو آهيان. گويا پنهنجي بدقسمتي سبب مون پنهنجو پاڻ تي رحمت جا دروازا بند ڪيا آهن. حالانڪ پاڻ ڪريم ﷺ جن ته سراپا رحمت، فضل، ڪرم ۽ احسان جا سدا وسندڙ ڪڪر آهن. اهڙو خطرو آهي ته گهٽ، ڇوته سندن رحمت وسيع آهي ۽ سندن سرچشمهء فيض کان محرومي ممڪن ته آهي، پر ان هوندي به هڪ خدشو آهي.

**هرچه هست از قامت - ناساز بی اندام ماست**
**ورنه تشریف - تو،بر بالائے کس کو تاه نیست**

١٤٩

حَاشَاهُ أَنْ يُحْرَمَ الرَّاجِىْ مَكَارِمَهٗ
أَوْ يَرْجِعَ الْجَارُ مِنْهُ غَيْرَ مُحْتَرَمِ

✪✪✪

فضل کان محروم ٿئي ڪو، عيب اهڙي کان پري
يا مدد جو طالبو، بي آبرو واپس وري

✪✪✪

ٿي نهين سگهدا، رهي محروم ڪو اميدوار
ڪو مدد دا يا ڪرم دا طالبو ٿيوے خوار

✪✪✪

دور باداگر ڪند نوميد هر اميد وار
ياڪہ ازوے باز گردد جار غير- محترم

✪✪✪

**ترجمو:** الله تعاليٰ جل شانه اهڙي شيءِ (عيب) کان آنحضرت ﷺ جن کي منزه ۽ پاڪ ڪري ڇڏيو آهي تہ سندن فضل و ڪرم ۽ احسان جو اميدوار سندن سخا کان محروم رهجي وڃي يا سندن پاڙيسري يا مدد جو طلبگار بي آبرو ٿي واپس وري.

**لفظي معنيٰ: حَاشَاهُ:** استثناء جو ڪلمو آهي جنهنجو مطلب آهي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن ان ڳالهہ کان گهڻو پري آهن يا هن عيب کان گهڻو پاڪ آهن. حاشاه جو لفظ انزهه الله : الله کين ان ڳالهہ کان منزه ۽ پاڪ بڻايو آهي جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو. **أَنْ يُحْرَمَ:** فعل مضارع مجهول. محروم ڪيو وڃي يا جملو آهي. **أَنْ يُحْرَمَ الرَّاجِىْ مَكَارِمَهٗ:** فعل مضارع معلوم. هتي راجي فاعل ۽ مڪارم مفعول آهي. اميد وار سندن مڪارم ۽ احسانن کان محروم ٿئي. **يَرْجِعَ:** فعل مضارع معلوم. واپس ٿئي ، واپس موٽي. **الجار:** پاڙيسري مدد جو طلبگار. **غَيْرَ مُحْتَرَمِ:** بي آبرو، بي عزتو، اعزاز ۽ احترام کانسواءِ.

**تشريح:** خداوند ڪريم جل شانه آنحضرت ﷺ جن کي ان عيب کان بلڪل پاڪ ڪري ڇڏيو آهي، تہ ڪو سندن عطا. ڪرم ۽ احسان جو اميدوار ۽ طالب هجي ۽ اها شيءِ ان کي نصيب نہ ٿئي يا ڪوبہ پاڙيسري يا مددجو طلبگار ڪين مدد جي درخواست ڪري ۽ اهو پاڻ ڪريم ﷺ وٽان محروم ۽ بي آبرو ٿي واپس وري. ڇوتہ پاڻ سراپا ڪرم ۽ رحمت آهن. پاڻ خلق عظيم جا مالڪ آهن. سندن در تان سوالي جو خالي ورڻ يا بي آبرو ٿي موٽڻ سندن شان ڪريمي جي مناسب نہ آهي. جنهن بہ ماڻهو ڪين مدد جي درخواست ڪئي آهي يا سندن فضل و ڪرم ۾ اميد رکي آهي، اهو اڄ تائين محروم نہ موٽيو آهي. هر مدد جي طلبگار يا سندن پاڙيسري جڏهن بہ ڪين مدد لاءِ پڪاريو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن ان جي مدد لاءِ آيا ۽ جنهن بہ فضل و ڪرم جي اميد رکي، سندن آڏو جهولي جهلي تہ سندس جهولي رحمتن ، برڪتن ۽ نعمتن سان مالامال ٿي وئي.

(١٥٠)

وَ مُنْذُ اَلْزَمْتُ اَفْكَارِىْ مَدَآئِحَهٗ
وَجَدْتُّهٗ لِخَلَاصِىْ خَيْرَ مُلْتَزِمٖ

✪✪✪

ان جي مدحت جي نذر جنهن دم ڪيم افڪارِ خام
ويو خلاصي لئي ملي، ضامن نبي خير الانام

✪✪✪

اونهن دي مدحت دي نذر جنهن دم ڪتم افڪار خام
مل خلاصي لئي ڳيا ضامن نبي خير الانام

✪✪✪

زانڪہ من مشغول ڪردم فڪر - خود درمدح - او
برخلاص - خود وُرا خوش يافتم من ملتزم

✪✪✪

**ترجمو:** جڏهن کان وٺي مون پنهنجي فڪرن کي حضور ﷺ جن جي خدمت لاءِ لازم ڪري ڇڏيو آهي، تڏهن کان وٺي مون پاڻ ڪريمن ﷺ جن کي پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ نهايت عمدو ضامن حاصل ڪري ورتو آهي.

**لفظي معنىٰ: مُنْذُ:** ظرف زمان. جنهن وقت کان، جڏهن کان. **اَلْزَمْتُ:** فعل ماضي متڪلم. مون پاڻ لاءِ لازم قرار ڏنو، مون پاڻ لاءِ ضروري ڪري ڇڏيو. **اَفْكَارِىْ:** جمع فڪر جو، پنهنجي فڪرن کي، پنهنجي سوچن کي. **مَدَآئِـحَ:** جمع آهي مدح جو. نعت، ثنا، مدح. **وَجَدْتُّ:** فعل ماضي متڪلم. مون حاصل ڪيو، مون پاتو. **خَلَاصِىْ:** پنهنجي نجات، پنهنجو ڇوٽڪارو . **مُلْـتَزِمٍ:** اسم فاعل. ضامن، پاڻ تي لازم ڪرڻ وارو. ملتزم اسم ظرف. پناهه جو هنڌ، پناهه گاهه.

**تشريح:** جڏهن کان وٺي مون پاڻ لاءِ اهو لازم ۽ ضروري ڪري ڇڏيو آهي ته هاڻي جو ڪجهه لکڻو آهي اهو مدحت رسول ﷺ ۾ ئي لکڻو آهي ۽ ٻئي ڪنهن جي به شان ۾ شاعري نه ڪرڻي آهي. صرف حضور ﷺ جي ئي مدح و ثنا ۾ قلم کي ڪم آڻڻو آهي، تڏهن کان وٺي ائين محسوس پيو ڪريان ته ڄڻ مون پنهنجي نجات ۽ ڇوٽڪاري لاءِ پنهنجو بهترين ضامن حاصل ڪري ورتو آهي. جيڪو مون کي هرحال ۾ نجات ڏياريندو. يا مون پنهنجي نجات لاءِ پناهه گاهه حاصل ڪري ورتي آهي. جتي مونکي ضرور پناهه ملندي ۽ اها پناهه گاهه جي جڳهه يا ضامن آنحضرت ﷺ جن جي ذات گرامي آهي.

مَوْلَاىَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّـهِمِ

✪✪✪

١٥١

وَ لَنْ يَّفُوْتَ الْغِنٰى مِنْهُ يَدًا تَرِبَتْ
اِنَّ الْحَيَا تُنْبِتُ الْاَزْهَارَ فِى الْاَكَمِ

✪✪✪

هن جي فيا ضي کان مفلس ڪيئن هٿين خالي رهن
مينهن ۾ جهڙي طرح گل ڦل دڙن تي ٿا ڦٽن

✪✪✪

مفلسان کون اونهن دي فياضي غني اهڙا ڪري
مينهن وچ جيوين دڙي والي زمين تي گل ڇمي

✪✪✪

دست - درويش از غناها نعمتش خالی نہ شد
زانکہ از باراں بروید گل بہ بالائے اکم

✪✪✪

**ترجمو:** آنحضرت ﷺ جن وٽان جيڪا بہ غنيٰ ، تونگري ۽ بي نيازي نصيب ٿيندي اها ڪنهن بہ هٿ کي مفلس ۽ خالي نہ ڇڏيندي. (يا ڪوبہ مفلس هٿ آنحضرت ﷺ جن جي حضور مان ڪڏهن بہ غنا، تونگري ۽ بي نيازي حاصل ٿئي بغير واپس نہ ورندو) ڇوتہ بارش جي ڪري دڙن تي بہ گل ڦٽي نڪرندا آهن.

**لفظي معنيٰ: لَنْ يَّفُوْتَ:** فعل مضارع نفي تاڪيد. هرگز ضايع نہ ڪندو. هرگز فوت نہ ڪندو. **اَلْغِنٰى:** تونگري، غنا، بي نيازي. **يَدًا:** هٿ. **تَرِبَتْ:** فعل ماضي ترب کان. مٽي وارو. محتاج. سوالي، مفلس. **اَلْحَيَا:** برسات، بارش. **تُنْبِتُ:** فعل مضارع. اڳائي ٿو، پيدا ڪري ٿو، ڦٽائي ٿو ۽ **اَلْاَزْهَارَ:** جمع **زَهْرَةٌ** جو. گل. **اَلْاَكَمِ:** جمع آهي اڪمة جو. دڙو، زمين جو مٿانهون ٽڪرو.

**تشريح:** حضور ﷺ جن وٽان حاصل ٿيل غنا، تونگري ۽ بي نيازي ڪنهن بہ هٿ کي محتاج ۽ مفلس رهڻ نہ ڏيندي، جنهن تي بہ سندن فيض ۽ ڪرم جي نظر ٿي وئي، تہ هو هميشه هميشہ لاءِ مالا مال ٿي بي نياز ۽ غني ٿي ويو. هاڻي ان کي

ڪنهن ٻئي ڏانهن واجهائڻ جي ضرورت باقي نه رهي. حضور اڪرم ﷺ جن جو فيض، بخشش ۽ عطا هر طلب گار لاءِ عام آهي، جهڙي طرح بارش پوڻ سان هموار زمين جنهن ۾ مينهن جو پاڻي گڏ ٿي وڃي ٿو گل و گلزار پيدا ڪري ٿي پر ڏڙا ۽ زمين جا مٿانهان حصا به بارش جي فيض سان فيضياب ٿي گل ڦل پيدا ڪندا آهن، اهڙي طرح حضور ﷺ جن جو فيض، بخشش ۽ عطا به عام آهن، جيڪي هر انسان جي دل کي منور ڪرڻ ۽ ڪيس هر دو جهان ڪان بي نيازي عطا ڪرڻ لاءِ هميشه موجود آهن.

## ١٥٢

وَ لَمْ اُرِدْ زَهْرَةَ الدُّنْيَا الَّتِیْ اقْتَطَفَتْ
يَدَا زُهَيْرٍ بِمَا اَثْنٰی عَلٰی هَرِمٖ

✪✪✪

چو گهران مان لذتون دنيا جون سمجهي ڪار - خير
جيئن ڪيا مدح - هرم ۾ هٿ ڏگها پنهنجا زهير

✪✪✪

مين متاع - مال و دنيا ڪون نه سمجهان ڪار - خير
جيوين ها مدح - هرم وچ هٿ ڏگهاريندا زهير

✪✪✪

من نمی خواهم متاع - مال ودنيا چون زهير
کونچيده دست او چون گفت او مدح - هرم

✪✪✪

**ترجمو:** حضور ﷺ جن جي مدح و ثنا ڪرڻ سان دنيا جي نعمتن ۽ آسائشن جي تمنا ڪانه ڪئي آهي. جنهن کي زهير هرم جي تعريف ڪري ٻنهي هٿن سان ميڙيو.

**لفظي معنیٰ: لَمْ اُرِدْ:** فعل مضارع. مون ارادو نه ڪيو. **زَهْرَةَ الدُّنْيَا:** هن دنيا جون نعمتون، آسائشون. **اِقْتَطَفَتْ:** فعل ماضي قطف ڪان. چونديو، ميڙيو،

گڏ ڪيو. **يَدَا:** اصل ۾ يدان آهي. نون اضافت سبب حذف ٿيو. يدا ٻئي هٿ. هٿ مطلب آهي ٻنهي هٿن سان ميڙيو، دولت گڏ ڪرڻ ۾ حرص ڪان ڪم ورتو. **بِمَا:** جنهن سان. **اَثْنٰى:** فعل ماضي. هن ثنا ڪئي.

**تشريح:** مون حضور پر نور ﷺ جن جي مدح ۽ ثنا انهيءَ ارادي سان نہ ڪئي آهي تہ مونکي دنياوي نعمتون ۽ آسائشون حاصل ٿين، جهڙي طرح زهير وقت جي حڪمران سنان بن هرم جي شان ۾ قصيدا لکي، ٻنهي هٿن سان دولت ميڙي هئي. مونکي زهير وانگر دنيا جي ڪنهن بہ عهدي يا دولت جي هرگز تمنا نہ آهي، مون حضور پرنور ﷺ جن جي شان ۾ هي مدحت ان ڪري لکي تہ شال هن ادنيٰ خدمت ۽ محبت جي ڪري منهنجي عاقبت سنوارجي وڃي.

چيست دنيا از خدا غافل بُدن

نے قماش و نقرهٔ و فرزند زن

✪✪✪

ماڻهو گهرن مال، آئون سڀ ڏيهہ گهران سپرين

دنيا تنهن دوست تان، فدا ڪريان في الحال

ڪيس نام نهال، پسڻ تان پري ٿيو

✪✪✪

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا

عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

## باب ڏهون

# مناجات - درود ۽ سلام
## بحضور نبي عليه الصلواة والسلام

### ١٥٣

يَا اَكْرَمَ الْخَلْقِ مَالِىْ مَنْ اَلُوْذُ بِهٖ
سِوَاكَ عِنْدَ حُلُوْلِ الْحَادِثِ الْعَمَمِ

✪✪✪

اي پلارا! ناهہ ڪو ٻيو جنهن جو مان دامن جهليان
حادثن تي حادثا نازل ٿين تا نت نوان

✪✪✪

اي پلارا! ڪونهين تيڏے سوا ٻيا آسرا
ٿيندا نازل جنهن گهڙي ڪو حادثي تي حادثا

✪✪✪

اے گرامی تر ز خلقاں من ندارم ملجاء
جز تو چوں آید قیامت یا بود مرگ - تنم

✪✪✪

**ترجمو:** اي ساري مخلوقات ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪريم ذات ﷺ اوهان کانسواءِ مون لاءِ ڪابہ ٻي جڳهہ نہ آهي جتي مان وڏن عالمگير حادثن کان بچڻ لاءِ پناهہ وٺي سگهان.

**لفظي معنیٰ: يَا اَكْرَمَ الْخَلْقِ** : اي سڀني مخلوقات کان وڌيڪ ڪرم ڪرڻ وارا هت مراد حضور ڪريم ﷺ جن جي ذات گرامي آهي. **مَالِىْ:** نہ آهي مون لاءِ. **سِوَاكَ** : تو کان سواءِ. **مَنْ اَلُوْذُ بِهٖ:** ڪو ٻيو اهڙو جنهن جي پناهہ ۾ اچان. **عِنْدَ:** وقت. **حُلُوْلِ:** نازل ٿيڻ، اچڻ، لهڻ. **اَلْحَادِثِ:** حادثات، حادثا. **عَمَمِ:** عام، عالمگير تمام وڏا.

**تشريح:** شاعر هت آنحضرت ﷺ جن جي بارگاهہ اقدس ۾ روحاني طرح

حاضر ٿي، ڪين مخاطب ٿيندي عرض گذار آهي ته، اي خدا ! جي ساري مخلوقات ۾ سڀ کان وڌيڪ ڪريم ذات! اوهان جي ذات گرامي ﷺ کانسواءِ ٻيو ڪوبه اهڙو نه آهي، جو مان وڏن وڏن عالمگير حادثن ۽ مصيبتن کان بچڻ لاءِ ان جي پناهه طلب ڪريان. اها رڳو اوهان جي ئي ذات ڪريمي ۽ رحيمي آهي، جنهن جو مان هر وڏي مان وڏي مصيبت جي نازل ٿيڻ وقت دامن پڪڙي، امان ۽ پناهه تلاش ڪريان ٿو ۽ دامن جهلڻ شرط اوهان جي پناهه ۾ اچي وڃان ٿو. ۽ دنيا جي مصيبتن کان محفوظ ٿي وڃان ٿو. اوهان کانسواءِ ٻيو ڪوبه پناهه جو هنڌ نه آهي ۽ نه وري حفاظت ۽ امان جي جڳهه آهي.

(١٥٤)

وَ لَنْ يَّضِيْقَ رَسُوْلَ اللّٰهِ جَاهُكَ بِىْ
اِذَا الْكَرِيْمُ تَجَلّٰى بِاِسْمٍ مُّنْتَقِمٖ

✪✪✪

قدر گهٽبو ڪونه تنهنجو ، ڪر مدد خير الانام
جنهن گهڙي جلوه نما ٿيندو خدا جو انتقام

✪✪✪

تيڏا رتبا گهٽ نه ٿيسي ڪر مدد خير الانام
جنهن محل جلوے نما ٿيسي خدا دا انتقام

✪✪✪

يارسول الله جاهت تنگ مى نايد بمن
چون كريمر انتقام آرد بارباب - نقم

✪✪✪

**ترجمو:** اي خدا جا رسول ﷺ اوهان جو جاهه و جلال ۽ مرتبو منزلت منهنجي شفاعت لاءِ ان وقت هرگز تنگ نه ٿيندو. جڏهن خداوند ڪريم پنهنجي منتقم واري صفاتي نالي سان جلوه افروز ٿيندو.

**لفظي معنيٰ: لَنْ يَّضِيْقَ:** فعل مضارع. هرگز تنگ نه ٿيندو. هرگز نه گهٽ ٿيندو، سوڙهو نه ٿيندو. **جَاهُكَ:** اوهان جو جاهه و جلال ۽ مان و رتبو. **بِىْ:** مونسان .

اذا: ظرف آهي جنهن وقت . **تَجَلّٰى:** فعل ماضي تجلي فرما ٿيندو. ظاهر ٿيندو، جلوه افروز ٿيندو. **مُنْتَقِمِ:** اسم فاعل انتقام کان. انتقام وٺندڙ، بدلو وٺندڙ.

**تشريح:** جڏهن قيامت جي ڏينهن خدا وند ڪريم جل جلاله پنهنجي بدلي وٺڻ واري صفاتي نالي " منتقم " (انتقام يا بدلو وٺندڙ) جي شان سان جلوه افروز ٿيندو ۽ حساب ڪتاب جو پچاڻو ٿيندو. قرآن حڪيم ۾ آهي: **اِنَّا مِنَ الْمُجْرِمِيْنَ مُنْتَقِمُوْنَ** (السجده) "اسان مجرمن کان حساب وٺنداسون" . ته اهڙي سخت ڏکئي وقت ۾ مونکي يقين آهي ته اي خدا جا رسول ﷺ اوهان جا جاه و جلال ۽ مرتبو و منزلت مون گنهگار ۽ عيبدار جي شفاعت لاءِ هرگز تنگ نه ٿيندا پر ان وقت اهي ايترو ته ڪشادا هوندا جو مون جهڙن گنهگارن جي شفاعت جو وسيلو بڻجي ويندا. مطلب آهي ته خدا وند ڪريم جي انهي جلالي صفاتي نالي جي حيثيت ۾ حساب ڪتاب وٺڻ ۽ براين جو بدلو وٺڻ واري نهايت ڏکئي ۽ ڪڙي وقت ۾ به رڳو ۽ رڳو اوهان جي ذات ڪريميءَ ﷺ جو سهارو ئي ڪم ايندو ۽ اسان جهڙن گنهگارن جي شفاعت ۽ نجات جو ذريعو ثابت ٿيندو.

(١٥٥)

**فَاِنَّ مِنْ جُوْدِكَ الدُّنْيَا وَ ضَرَّتَهَا**
**وَ مِنْ عُلُوْمِكَ عِلْمَ اللَّوْحِ وَالْقَلَمِ**

✪✪✪

دنيا توڙي آخرت ٿيا، تنهنجي بخشش جو ثمر
علم آ لوح و قلم جو تنهنجي علمن جو اثر

✪✪✪

دنيا توڙي آخرت هے تيڈے بخشش دا ثمر
علم هے لوح و قلم دا تيڈے علمان دا اثر

✪✪✪

شهٔ ئ... از جود تو دنيا بود با آخرت
وزعلومت در دو عالم علم - لوح ست و قلم

✪✪✪

**ترجمو:** بيشڪ دنيا ۽ ان جو سازو سامان ۽ نعمتون توڙي آخرت سڀ تنهنجي سخا، عطا ۽ بخشش جي ڪري آهن ۽ لوح و قلم جو علم بہ تنهنجي علمن مان آهي.

**لفظي معنىٰ: جُوْدِكَ** : تنهنجي سخا، عطا، بخشش. **ضَرَّةَ:** گهڻو مال متاع، نعمتون، آسائشون. يا آخرت. **ضَرَّةَ:** دنيا جو ضد آهي.

**تشريح:** بيشڪ دنيا ۽ ومافيها يعني هن دنيا جون سموريون راحتون، آسائشون، نعمتون ۽ مال ومتاع توڙي آخرت اوهان جي جود و ڪرم ۽ بخشش جي ڪري آهن ۽ لوح و قلم جو سمورو علم بہ اوهان جي علمن جي خزاني مان آهي. جڏهن خداوند ڪريم جل شانه حضور ﷺ جن کي اهڙين عنايتن ۽ نوازشن سان نوازيو آهي، جو هي دنيا ۽ ان جون سموريون نعمتون ۽ آسائشون توڙي آخرت سڀ ڪجهہ سندن عطا ۽ بخشش جي ڪري اسان کي نصيب ٿيون آهن. لوح و قلم جو علم بہ سندن علمن مان ورتل آهي تہ پوءِ اهڙي جود و سخا ۽ علم و معرفت واري عظيم شخصيت کان وڌيڪ ڪير ٿي سگهي ٿو.

(١٥٦)

يَا نَفْسُ لَا تَقْنَطِیْ مِنْ زَلَّـةٍ عَظُمَتْ
اِنَّ الْكَبَائِرَ فِی الْغُفْرَانِ كَاللَّمَمِ

✿✿✿

ڏوهہ ڏاڍا، پر نہ نااميد رحمت کان ٿجي
سڀ ڪبيرا ڇڻ صغيرا، ان جي بخشش جي ڪري

✿✿✿

ڏوهہ ڏاڍے پر نہ ٿي مايوس رب ڏيسي پناهہ
ڇڻ ڪبيري اونهن دي بخشش آڏو پيي نِنڍڙي گناهہ

✿✿✿

اے دل از رحمت مشو نومید با جرم - بزرگ
چوں کبائر نزد غفران - خدا شد چوں لمم

✿✿✿

**ترجمو:** اي نفس! تون پنهنجن وڏن گناهن جي ڪري خدا جي رحمت کان نااميد نہ ٿي. ڇاڪاڻ تہ وڏي کان وڏا گناهہ بہ خداوند ڪريم جي بخشش آڏو ننڍڙا آهن.

**لفظي معنيٰ: لَا تَقْنَطِيْ:** فعل نهي مؤنث. قنوط کان. مايوس نہ ٿي، نااميد نہ ٿي. **زَلَّةٍ:** لغزش، گناهہ، خطا. **عَظُمَتْ:** فعل ماضي. وڏا ٿيا. **اَلْكَبَائِرَ** : ڪبيرا گناهہ، وڏا ڏوهہ. **اَلْغُفْرَانِ** : بخشش. **اَللَّمَمِ:** ننڍڙا (گناهہ)

## ١٥٧

لَعَلَّ رَحْمَةَ رَبِّیْ حِيْنَ يَقْسِمُهَا
تَاْتِیْ عَلٰی حَسَبِ الْعِصْيَانِ فِی الْقِسَمِ

✪✪✪

ربّ نازل تو ڪري جنهن وقت رحمت جي لغار
ٿي گناهن جي مطابق ونڊجي بخشش جي لار

✪✪✪

ربّ جيئن نازل ڪريندا رحمتان والي لغار
هے گناهان دے موافق حصے وچ بخشش دي لار

✪✪✪

رحمت - رحمان مگر آں دم ڪہ قسمت ميڪند
برمن آيد در خور- جرم وگناه اندر رقم

✪✪✪

**ترجمو:** مونکي اميد آهي تہ خدا جي رحمت جڏهن بہ ان جي طرفان تقسيم ٿيندي تہ اها هرهڪ جي حصي ۾ سندس گناهن جي حساب سان ايندي.

**لفظي معنيٰ: لَعَلَّ** : اميد آهي تہ، يقين آهي تہ. **حِيْنَ:** ظرف، جڏهن بہ، جنهن وقت بہ. **يَقْسِمُهَا:** فعل مضارع. ان رحمت کي تقسيم ڪندو، رحمت کي

وندبيندو. **تَـاْتِيْ:** فعل مضارع. ايندي، اچڻ گهرجي. **حَسَبِ الْعِصْيَانِ:** گناهن جي مقدار مطابق. **اَلْقِسَمِ:** تقسيم، ورهاست، حصي ۾ اچڻ.

**تشريح:** مونکي قوي اميد آهي تہ خدا وند ڪريم جڏهن پنهنجي رحمت پنهنجن ٻانهن ۾ تقسيم ڪندو تہ اها هر ماڻهو جي حصي ۾ سندس ڪيل گناهن مطابق ايندي. ان ڪري مان بہ اها آس لڳايو ويٺو آهيان تہ جڏهن قيامت جي ڏينهن حساب ڪتاب ٿيندو ۽ منهنجي گناهن جا انبار پيش ٿيندا تہ ان وقت خدا جي رحمت جوش ۾ ايندي ۽ منهنجي ڪيل ڏوهن ۽ خطائن جي انبار کان بہ گهڻو وسيع ۽ وڏيڪ رحمت مونکي بخشش ۽ نجات عطا ڪري ڇڏيندي.

## ١٥٨

**يَا رَبِّ وَاجْعَلْ رَجَائِيْ غَيْرَ مُنْعَكِسٍ**
**لَدَيْكَ وَ اجْعَلْ حِسَابِيْ غَيْرَ مُنْخَرِمِ**

✿✿✿

**منهنجا رب ڪر منهنجي جي اميدن کي هردم ڪامياب**
**رحمتون رک روز جاري جن جو ناهي حد حساب**

✿✿✿

**ميڏا مولا ميڏي اميدان ڪرين شل ڪامياب**
**رحمتان نازل ڪريندا رهہ بنا حد و حساب**

✿✿✿

**يارب اميدم بر آور وا مگر داں بازگوں**
**درقيامت نزد تو آں کہ حساب آساں ڪنم**

✿✿✿

**ترجمو:** اي الله تبارڪ وتعالىٰ تون منهنجي اميد کي پاڻ وٽ رد ۽ الٽ نہ ڪر ۽ منهنجي لاءِ پنهنجو فضل و ڪرم هرگز منقطع يا بند نہ ڪر.

**لفظي معنيٰ: يَا رَبِّ**: اصل ۾ ياربي آهي. يا ندا جي ڪري حذف ٿي وئي آهي. اي منهنجا رب . **وَاجْعَلْ** : ۾ فا جوابيه آهي. اصل ۾ جملو هن طرح آهي. **يَا رَبِّىْ اِذَا سَمِعْتَ دُعَائِىْ وَ نِدَائِىْ فَاجْعَلْ رَجَائِىْ غَيْرَ مُنْعَكِسٍ**: اي منهنجامولي! جڏهن تو منهنجي دعا ۽ منهنجو فرياد ٻڌو آهي تہ پوءِ منهنجي اميد کي الٽو نہ ڪر (پورو ڪر) **لَدَيْكَ**: پاڻ وٽ. **وَاجْعَلْ حِسَابِىْ غَيْرَ مُنْخَرِمٍ**: بہ اصل ۾ آهي **وَاجْعَلْ مَا قَدَرْتَهٗ لِىْ مِنَ الْكَرَامَةِ وَ التَّقَرُّبِ مُتَّصِلاً** : ۽ جيڪو تقرب ۽ عزت تو منهنجي لاءِ مقدر ڪيو آهي، اهو مون کي عطا ڪري ڇڏ ۽ ان کي غير متصل نہ ڪر، ختم نہ ڪر. **مُنْخَرِمٍ**: بمعنيٰ منقطع .**غَيْرَ مُنْخَرِمٍ**: **غَيْرَ مُنْقَطِعٍ**، متصل ڪري جاري رک.

**تشريح:** اي منهنجا مهربان پروردگار مون ٻانهيءَ کي جيڪا تنهنجي فضل و ڪرم ۾ اميد آهي ان کي الٽ نہ ڪر. پر اهو سدائين ڏيندو رهہ، جيڪا اميد تنهنجي ذات با برڪات ۾ رکون ٿا، اها اهڙي طرح ٿي پوري ٿيڻ گهرجي ۽ منهنجو ڪاتو جيڪو تنهنجي رحمتن جي حصول لاءِ تو وٽ ڪليل آهي، اهو ختم ٿيڻ نہ گهرجي، بلڪ اهو هميشه جاري رهي ۽ تنهنجي رحمتن جو نزول سدائين ٿيندو رهي.

**ستر ڪر ستار، آءُ اگهاڙي آهيان**
**ڍڪين ڍڪڻهار، ڏيئي پاند پناهہ جو**

✪✪✪

**مَوْلَاىَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا**
**عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ**

✪✪✪

(١٥٩)

وَالْطُفْ بِعَبْدِكَ فِی الدَّارَيْنِ اِنَّ لَهٗ
صَبْرًا مَتٰى تَدْعُهُ الْاَهْوَالُ يَنْهَزِمِ

✪✪✪

دنيا توڙي عقبیٰ ۾ ڪر پنهنجي ٻانهيءَ تي ڪرم
صبر منهنجو ٿو مصيبت ۾ ڪري پويان قدم

✪✪✪

دنيا عقبیٰ وچ تون ٻانهي تي ڪريندا رهه ڪرم
صبر ميڏا هرمصيبت وچ ڪري پچلي قدم

✪✪✪

لطف کن بابنده - خود هم بدنيا هم بدين
زانکه صبرش نزد سختيها گريزد از سام

✪✪✪

**ترجمو:** اي منهنجا مهربان رب! پنهنجي ٻانهيءَ تي ٻنهي جهانن ۾ لطف ۽ ڪرم ڪر. ڇوته ان ٻانهي جو صبر اهڙو آهي. جو جڏهن ڪيس مصيبتن پاران سڏتو ٿئي ته هو ڀڄي وڃي ٿو.

**لفظي معنیٰ: وَالْطُفْ** : فعل امر. ۽ تون لطف ڪر. **اَلَّتِیْ**: اهڙو جيڪو. **تَدْعُهُ**: فعل مضارع. هن کي سڏ ڪن ٿا. **اَلْاَهْوَالُ**: جمع هول جو. مصيبتون، خوف، ڊپ. **يَنْهَزِمِ**: فعل مضارع. ڀاڄ کائي ٿو، شڪست کائي ٿو.

**تشريح:** شاعر الله تعالیٰ کي نهايت عجز و انکساري سان ٻاڏائيندي دعا گهري ٿو ته اي منهنجا رحيم و ڪريم رب! تون پنهنجي هن گنهگار ٻانهيءَ تي پنهنجو ڪرم ۽ لطف جاري رک ۽ مونکي هن توڙي هن جهان ۾ سرخرو رک. مونکي پنهنجي هيٺي حال تي هرگز نه ڇڏي ڏجانءِ. ڇاڪاڻ ته هن ڪمزور ٻانهي کي ايترو صبر ناهي جو هو دنيا جي تڪليفن، مصيبتن ۽ خوف خطرن جو مقابلو ڪري سگهي. جنهن جو صبر يا صبر واري قوت ۽ سگهه ڏاڍي ڪمزو آهي.

جڏهن بہ دنيا جون مصيبتون ۽ خوف خطرا سامهون آيا آهن ۽ منهنجي صبر کي انهن سان مقابلي لاءِ سڏيو ويو آهي، تہ اهو انهن جو جوان مردي سان مقابلو ڪرڻ بدران ڀاڄ ڪائي ويو آهي. بس! رڳو تنهنجو لطف ۽ ڪرم ئي مونکي هر مصيبت ۽ خوف خطري کان بچائي ۽ محفوظ رکي سگهي ٿو.

(١٦٠)

**وَ ائْذَنْ لِّسُحْبِ صَلَوٰةٍ مِّنْكَ دَائِمَةً**
**عَلَى النَّبِيِّ بِمُنْهَلٍّ وَّ مُنْسَجِمِ**

✪✪✪

**ڏي اجازت پنهنجي رحمت جي ڪڪر کي دائما**
**زور سان وسندو رهي مرسل مٿان صبح و مسا**

✪✪✪

**ڏي اجازت رحمتان والے ڪڪر کون دائما**
**زور نان وسدا رهي مرسل مٿي صبح و مسا**

✪✪✪

**پس درود - بے کران باران - ابر - رحمتت**
**تا شود ريزان وپاشان از نعيم و از نعم**

✪✪✪

**ترجمو:** اي خداوند ڪريم ! تون پنهنجي طرفان صلوات ۽ رحمتن جي بادل کي اجازت ڏي تہ اهي آنحضرت ﷺ تي زوردار ۽ لڳاتار وسندا رهن.

**لفظي معنىٰ: وَ ائْذَنْ:** فعل امر. تون اذن ۽ اجازت ڏي. **لِسُحْبِ:** بادلن کي. ڪڪرن کي. ڪن نسخن ۾ تسحب آيو آهي. جنهن جي بہ معنىٰ آهي تہ وسندو رهي.بارش وسندي رهي. **مُنْهَلٍ:** اسم فاعل. زور سان وسندڙ بارش. **مُنْسَجِمِ:** اسم فاعل لڳاتار وسندڙ.

**تشريح:** يا الله! تون پنهنجي دائمي رحمتن وارن ڪڪرن کي اجازت عطا ڪر.

تہ اهي تنهنجي پياري حبيب حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ تي درود ۽ رحمتن جي لڳاتار ۽ زوردار بارش جو وسڪارو ڪندا رهن، تہ جيئن حضور پرنور ﷺ تي تنهنجي رحمتن جو نزول دائم و قائم رهي. ( آمين)

١٦١

وَالْاٰلِ وَالصَّحْبِ ثُمَّ التَّابِعِيْنَ لَهُمْ
اَهْلِ التُّقٰى وَالنُّقٰى وَالْحِلْمِ وَالْكَرَمِ

✪✪✪

آل تي، اصحاب تي ۽ تابعين تي پڻ سدا
اهل تقوىٰ، برگزيده بردبار ۽ با سخا

✪✪✪

آل تے، اصحاب تے پڻ تابعين سڀ تے سدا
اهل - تقوىٰ، برگزيده باتحمل باصفا

✪✪✪

بعد ازاں برآل و اصحاب - ڪرام و تابعين
اهل علم وحلم وعقل و فضل و تقويٰ وڪرم

✪✪✪

**ترجمو:** حضور ﷺ جن جي آل اطهر، اصحاب ڪرام ۽ تابعين عظام رضوان الله عليهم سيني تي پنهنجي رحمتن جو وسڪارو جاري رک. جيڪي پرهيزگاري. تقويٰ ، برگزيدگي، بردباري ۽ ڪرم سان مالامال آهن.

**لفظي معنيٰ: اٰلِ:** اصل ۾ اهل هيو. معنيٰ اولاد، متبعين. **اَلصَّحْبِ:** جمع آهي صاحب جو. اصحاب ڪرام. **اَلتَّابِعِيْنَ:** تابعين اهي مسلمان ۽ مومن جن جي حضور ﷺ سان نہ پر سندن صحابہ ڪرام سان زندگي ۾ ايمان جي حالت ۾ ملاقات ٿيل هجي. **اَهْلِ التُّقٰى:** پرهيزگاري ۽ تقويٰ وارا. **اَلنُّقٰى:** برگزيدگي وارا، خدا وٽ مقبول شخصيتون. **اَلْحِلْمِ:** بردباري وارا: **اَلْكَرَمِ:** سخا، احسان ۽ ڪرم وارا.

**تشريح:** اي خداوند ڪريم! تون پنهنجن رحمتن جا ڪڪر جهڙي طرح حضور ﷺ تي سدائين وسائيندو رهين ٿو. اهڙي طرح اهي رحمتن وارا ڪڪر سندن آل اطهر، اصحاب ڪرام ۽ تابعين عظام رضوان الله عليهم تي به لڳاتار ۽ زوردار نموني سان وسائيندو رهه. اهي سمورا حضور ﷺ جا سچا اطاعت گذار ۽ فرمانبردار هيا. تون پنهنجي فضل و ڪرم جو وسڪارو انهن سمورن تي سدائين جاري ۽ ساري رکجانءِ.

(١٦٢)

**مَا رَنَّحَتْ عَذَبَاتِ الْبَانِ رِيْحُ صَبَا**
**وَ اَطْرَبَ الْعِيْسَ حَادِى الْعِيْسِ بِالنِّغَمِ**

✪✪✪

**بان کي جيسين لڏائيندي رهي باد - صبا**
**ساربان جيسين اٺن کي تو هٽي منڙي صدا**

✪✪✪

**بان کون لوڏيندي جيسين تک رهي باد - صبا**
**ساربان ڏيندا اٺان کون جيسين تک منڙي صدا**

✪✪✪

**تابجنباند صبا اندر چمن شاخ - درخت**
**او برانند اشتراں را بندگانش در نغم**

✪✪✪

**ترجمو:** يا الله! تنهنجي اها رحمت تيستائين نازل ٿيندي رهي جيستائين مشرقي هوا بان وڻ جي ٽارين کي لوڏيندي رهي ۽ جيستائين اٺن جو سرواڻ (شتربان، ساربان) پنهنجي حدي جي نغمي سان سفيد گندمي رنگ جي اٺن کي خوش ڪندو رهي.

**لفظي معنيٰ: مَا** بمعنيٰ **مَا دَامَ:** جيستائين، ان وقت تائين، اها رحمت جي برسات تيستائين جار رهي جيستائين. **رَنَّحَتْ:** فعل ماضي. جهڪائي، جهومائي، لوڏي. **عَذَبَاتِ:** جمع عذبه جو، ٽاريون، شاخون، لامون. **اَلْبَانِ:** عرب ملڪ جو هڪ خاص وڻ جنهن مان خوشبودار تيل نڪرندو آهي. **رِيْحُ:** هوا. **صَبَا:**

مشرقي يا اپرندي طرف واري هوا. ريح الصبا، ، باد صبا. **عِيْسَ:** اٺ، شتر. **حَادِي:** حدي کان ورتل آهي. حدي خوان، قافلي جي اٺن کي خاص آواز سان هڪليندڙ " هون هون " جو جهونگار ڪندڙ ساربان يا شتربان. **نِغَمِ:** جمع نغمه جو. سٺو آواز دل کي وڻندڙ آواز.

**تشريح:** اي خدا وند ڪريم ! تنهنجي رحمتن جا بادل آنحضرت ﷺ ۽ ان جي آل اطهر اصحاب ڪرام ۽ تابعين تي هميشہ هميشه وسندا رهن ۽ اهي تيستائين جاري ۽ ساري رهن جيستائين مشرقي هوا ياباد – صبا بان وڻ جي ٽارين ۽ لامن کي لوڏيندي رهي ۽ جيستائين اٺن جا شتربان ۽ سرواڻ اٺن کي پنهنجن خاص هڪلڻ وارن نغمن سان يعني حدي خوان پنهنجي حدي سان اٺن کي جهونگاريندا ۽ کين خوش ڪندا رهن. هن مان مراد آهي تہ جيستائين هن دنيا جون رونقون باقي آهن، جيستائين هوائون هلن ٿيون۽ مسافرن جا قافلا هڪڙي منزل کان ٻي منزل ڏانهن هلندا رهن ٿا، تيستائين تنهنجي رحمتن جو وسڪارو جاري رهي. (آمين ثم آمين)

فَاغْفِرْ لِنَاشِدِهَا وَاغْفِرْ لِقَارِئِهَا
سَأَلْتُكَ الْخَيْرَ يَا ذَا الْجُوْدِ وَ الْكَرَمِ

✪✪✪

معاف ڪر مولا مصنف توڙي قاري جي خطا
خير تو توکان گهران اي صاحب - جود و سخا

✪✪✪

معاف ڪر مولا مصنّف توڙي قاري دي خطا
خير گهردا تين ڪٽون مين، صاحب - جود و سخا

✪✪✪

مَوْلَايَ صَلِّ وَ سَلِّمْ دَآئِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

✪✪✪

بسم الله الرحمن الرحيم

# هديهٔ تشکر

١- شکر رب العالمين جا جنهن سعادت کئي عطا
مٺي جي مٺ کان لکائي مدحت - نور - خدا

٢- رحمت - عالم ۽ بوصيري جي شفقت جي نظر
منهنجي لئي مشکل کان مشکل کم ٿيو آسان تر

٣- هي خدا جو لطف آهي ۽ نبي جو فيض - عام
جو نوازيو نعمتن سان ويو غلامن جو غلام

٤- نيازمندن جي عقيدت جا هي گل اي بي نياز
تون کري مقبول مولىٰ پنهنجي رحمت سان نواز

٥- پانهڙي عاجز جي مخلص کاوشن کي کر قبول
بارگاه پنهنجي ۾ يارب واسطي احمد ﷺ رسول

٦- معاف کر منهنجا گناهه گستاخيون يوم - حساب
منهنجي پلڙي ۾ رکي هي مدحت - عالي جناب

٧- ماء پيء اولاد استادن تي کر پنهنجو کرم
دنيا توڙي آخرت ۾ رک پلائي سان ڀرم

٨- رحمت للعالمين خيرات رحمت جي گهران
کو وريو ناهي هتئين خالي سوالي تو دران

٩- اي رسول - هاشمي اميّ نبي عالم پناه
بي سهاري بينوا "مشتاق" ڏي کر هک نگاه

ملڻ جا هنڌ:

١- **سرواڻ پبليڪيشن**

سچاروي هائوس، **A-11** جي.او.آر ڪالوني، حدرآباد

فون: **781712**

٢- **سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ**

٤٠٠ بي- پيپلز ڪالوني، لطيف آباد نمبر٤- حيدرآباد

فون: **861864**



## جوڳي تي جڙاءُ نسوروئي نينهن جو

هونءَ تہ سنڌ ساري سون ورني آهي، پر پاٽ جي پلاري پونءَ کي انسان اُپائڻ جو وڏو شرف حاصل آهي. مهراڻ جي هن عظيم ماٽري ۾ جنم وٺندڙ اهم شخصيتن مان سائين غلام حسين "مشتاق" سچاروي ولد رئيس ٻڍو خان بہ هڪ آهي. پاڻ ١٠ مئي ١٩٣٧ع ڌاري ڳوٺ شهداد خان برهماڻي ۾ هڪ مڇي ماني واري گهر ۾ پيدا ٿيا. پرائمري تعليم ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائون. سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم اي ۽ ايل ايل بي ۾ گولڊ ميڊل ۽ سلور ميڊل حاصل ڪيائون. پاڻ درس نظامي جا بہ فارغ التحصيل آهن. ڪيترن ئي اهم عهدن تي فائز رهيا. ١١ سال مختلف ڪاليجن ۾ پروفيسر رهيا. ١٩٦٨ع ۾ پاڪستان آرمي ايجوڪيشن ڪور ۾ سيڪنڊ ليفٽيننٽ مقرر ٿيا ۽ ١٩٧٨ع ۾ ڪئپٽن جي حيثيت ۾ ميڊيڪل گرائونڊ تي رٽائرڊ ٿيا. ان کان پوءِ ١٠ سال ميرپورخاص ۾ اعزازي فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ طور ڪم ڪيائون. پاڻ سماجي ورڪر سان گڏوگڏ صحافت جي ميدان ۾ بہ پاڻ مڃائي چڪا آهن، لڳاتار ١٠ سال روزاني "سرواڻ" جا پبلشر ۽ چيف ايڊيٽر رهيا. اجان پندرهن سالن جا مس هئا تہ قلم سان ناتو جوڙيائون. قرآن، حڪمت ۽ اسلامي فلسفو سندس پسنديده موضوع رهيا آهن. اردو، سنڌي، سرائيڪي ۽ فارسي ٻولين ۾ شاعريءَ تي طبع آزمائي ڪري خوب داد حاصل ڪيائون، جنهن جو زندهہ مثال "جام ڪوثر" اوهان جي هٿن ۾ آهي. پر افسوس! لاابالي طبيعت سبب سندس شاعريءَ جو وڏو حصو گم ٿي ويو آهي.

موصوف جي من ۾ عشق محمدي ﷺ جو هڪ وڏو مچ متل آهي، جنهن جو مصداق مرشد لطيف جون هي سٽون چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو:

جوڳي تي جڙاءُ، نسورو ئي نينهن جو  
پتنگ جيئن پيدا ٿيو، سامي سج وڙاءُ  
آيو ڪاڪ تڙاءُ، ڪنارئين ڪڪوريو. "شاهہ"

آزاد سميجو - ٿرپارڪر